شاھ لطيف وٽ

# عشق جا 10 اصول

(سُر ڪلياڻ ۽ سُر يمن جي روشني ۾)

نور احمد ميمڻ

Sindhica
سنڌيڪا



ڪتاب نمبر

**399**



ڪتاب جو نالو: عشق جا 10 اصول
ليکڪ: نور احمد ميمڻ
پهريون ڇاپو: 2015ع
ڇپيندڙ: ذڪي سنز، ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي
قيمت: 300 رپيا

ISBN 978-969-9866-58-6

**"ISHQ JAA DAH USOOL"**
(10 Rules of Love)
By: Noor Ahmed Memon
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road, Karachi-74400

استاڪسٽ

سنڌيڪا اڪيڊمي B_24 ، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي74400. فون: 021_32737290
سنڌيڪا بوڪ شاپ: شاپ نمبر 5، ميزنائين فلور، حيدرآباد ٽريڊ سينٽر، حيدر چوڪ، 03133692150-
سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گھنٽا گھر چوڪ سکر فون: 03352233803 -03013431537
العماد بوڪ سيلرز، اردو بازار، ڪراچي فون: 0212214521، 0300_343115
ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي- ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گھر بئراج روڊ، بخاري ڪتاب گھر، قادري بوڪ اسٽور، مهراڻ بوڪ اسٽور، مجاهد بوڪ اسٽور نيم ڪي چاڙهي سکر- سلمان ڪتاب گھر پنوعاقل - ڀٽائي بوڪ هائوس حيدرآباد03223011560 - سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد- شاهه لطيف بوڪ شاپ، ڀٽ شاهه- عثمانيه لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو، -نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو بندر روڊ، رابيل ڪتاب گھر اسٽيشن روڊ، رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو- مدني اسلامي ڪتبخانو، نئون چوڪ دادو- حافظ بوڪ اسٽور، خيرپور بوڪ اسٽور مسجد روڊ، خيرپور ميرس- مشعل ڪتاب گھر ڊيعدن 03063291657 - المهراڻ ڪتاب گھر، زاهد بوڪ ڊپو، سانگھڙ- سيد ماس ميگا اسٽور، جيڪب آباد- ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار نوشهروفيروز- حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب شاهه- ديدار بوڪ ڊپو، ٽنڊوالهيار- رفعت بوڪ هائوس، ماتلي- مرچو لال پريمي، بدين- مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 0300-3319565، عطار ڪتاب گھر، بدين، مهراڻ ڪتاب گھر، عمرڪوٽ، حافظ ڪتاب گھر، ڪپرو، سنڌ ڪتاب گھر، مورو، وسيم ڪتاب گھر لکي در. سعيد بوڪ اسٽور، شڪارپور. سومرا بوڪ اسٽور ميهڙ، ساحر ڪتاب گھر، ڪوندي ميهڙ 0346-8948535 ، مڪتبه امام العصر گھوٽڪي، 03033695037

لکپڙهه لاءِ
**سنڌيڪا اڪيڊمي**
B-24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي 74400
فون: 021-32737290 ، ويب سائيٽ: www.sindhica.org
اي ميل: sindhicaacademy@gmail.com

# فهرست


پيش لفظ 7

وحدانيت زندگيءَ جو بنياد آهي 9


## 10 اصول




1. عشق ۾ فنائيت جي مقام تي پهچڻ 35

2. پنهنجي "مان" کي ڪڏي قتو ڪرڻ 49

3. مقصد لاءِ سچائي جو هئڻ 65

4. جان جي قربانيءَ لاءِ تيار رهڻ 85

5. محبوب سان نج ۽ نبار عشق ڪرڻ 99

6. تلاش ۽ تڙپ 117

7. پنهنجو پاڻ حوالي ڪري ڇڏڻ 135

8. هر حال ۾ وفاداري 147

9. رسمي ۽ ظاهري طريقن کان بچڻ 159

10. حسد ۽ نفس جي غلامي کان بچڻ 173



# انتساب

پنهنجي موپي پٽ
فضل الرحمان ميمڻ
جي نالي
جنهن سنڌيڪا جي
انتظامي معاملن کي سنڀالي
مون کي لکڻ پڙهڻ جي ڪم
جي ڪجهه فرصت
ڪڍي ڏني آهي.



# پيش لفظ

مون 1991ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي شروعات ڪئي تہ ان جو پهريون ڪتاب ”نوان رستا نيون راهون“ ڇاپيو جيڪو سنڌ جي نوجوانن جي لاءِ ڪيريئر پلاننگ جي تفصيل تي آڌاريل هو. نوجوانن ڪي سنڌيت سان نينهن لڳائي رکڻ لاءِ مون ٻيو ڪتاب ڪرشن کٽواڻيءَ جو ناول ”منهنجي منڙي سنڌ“ ڇاپيو ۽ پوءِ سلسلو هلندو رهيو. ڇاپڻ لاءِ ڪتابن جي چونڊ ۾ اها ڳالهہ هميشہ سامهون رکي پئي وئي تہ ڪتاب علمي ۽ شعوري ضرورتن کي پورو ڪندڙ موضوعن تي ڇاپيا وڃن. ان ۾ لطيفيات جي موضوع تي اسان ايچ ٽي سورلي جا ٻہ اهم ڪتاب ”ڀٽ جو شاهہ“ (Shah Abdul Latif of Bhitt)۽ ”سرتاج شاعر“ (Musa Pervagans) ترجمو ڪرائي ڇپرايا ۽ ”شاهہ جي رسالي جي ڏسٽي الف ب وار“ رسالي سميت، شاهواڻيءَ جو رسالو نئين صورتخطيءَ سان، ”شاهہ لطيف بحيثيت مفڪر“ ۽ ”شاهہ لطيف جو تصور ڪائنات“ شامل هئا. ان ڪان علاوه جيڪي بہ ڪتاب ڇپيا، انهن ۾ سنڌي شاگردن ۽ نوجوانن جي تعليمي ۽ تربيتي ضرورتن کي پورو ڪندڙ ڪتابن جو وڏو تعداد هو. اهي ڪتاب اسان صرف ڇپايا ئي نہ پئي پر ڪتابن کي ڦهلائڻ اسان جو اصل ٽاسڪ هو ۽ ڪيترا ڪتاب سبسيڊائيز ڪري وڏي محنت ۽ خرچ سان وري ڇاپي سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پهچاياسون پئي. انهن محنتن ۽ خرچن جا ٽڪ تڏهن لهي پوندا هئا جڏهن شاگرد ۽ استاد، پڙهيل ۽ ڪڙهيل، عهدن ۽ مرتبن وارا شخص ملندا هئا ۽ هي ٻڌائيندا هئا تہ اسان اوهان جي ڪتابن کي پڙهي اڳتي وڌيا آهيون. پنهنجي عملي زندگيءَ ۾ بهتر مقام حاصل ڪندڙ ڪيترن شاگردن ۽ نوجوانن جا لکيل خط ۽ ميسج پڙهي، انهن جي سنڌيڪا لاءِ جذبن ۽ احسانمندين جي سٽن کي پڙهندي اکين ۾ ڳوڙها

اچي ويندا هئا ۽ اها رات آئون خدا جي، حضور ۾ شڪر جا نفل پڙهي پوءِ سمهندو هوس.

مان شاگرديءَ جي زماني کان سياسي ورڪر رهيو هوس، سنڌ ۽ سنڌين جي ڀلي لاءِ ان وقت کان چڱين سوچن جي اُٿت ڪئي هئي پر سنڌيڪا جي عملي ميدان ۾ اهڙي ڪم ڪرڻ جا چڱڙا موقعا ميسر ٿيا. اشاعت جي ڪم کان هڪ قدم اڳتي وڌندي 2010ع ۾ مون نج پنهنجي وسيلن تي احسن آباد ۾ سنڌيڪا انسٽيٽيوٽ فار اٽڪس ۽ سوشل ريفارمس قائم ڪيو جتي 2013ع جي ڊسمبر ۾ شاهه جي رسالي جا ڪلاس هلائڻ شروع ڪيا. انهن ڪلاسن لاءِ لطيفيات جي مختلف ڄاڻوئن کي سڏيو پئي ويو ۽ شاهه جي رسالي ۾ منديِ وارن ٻن ٽن سُرڪلياڻ ۽ سُريمن جا ڪلاس مون پاڻ پئي ورتا. انهن ڪلاسن جي لاءِ نوٽس تيار ڪندو هوس ۽ اهي ٻئي سُر جڏهن پورا ٿيا ته انهن کي هڪ ڪتاب جي ترتيب ۾ آڻي مون هي ڪتاب تيار ڪري ورتو آهي.

آءٌ ڪو شاهه لطيف جو وڏو پارکو ناهيان ۽ نه وري منهنجي ان حوالي سان ڪا ڊگري ورتل آهي. پر مان هرهڪ پڙهيل سنڌي وانگر شاهه جو پاڙهو ضرور آهيان. منهنجي لاءِ البته هي اعزاز جي ڳالهه آهي ته مان قرآن مجيد کي ترجمي ۽ سمجهه سان وري وري پڙهيو آهي ۽ مثنوي روميءَ ۽ تصوف جي ڪتابن کي به اٿلايو اٿم، انهيءَ ڪري شاهه لطيف جي ڪلام کي پڙهندي، ان جي آفاقي سطح کي سمجهڻ ۽ بيان ڪرڻ ۾ سولائي ٿي آهي.

مون شاهه لطيف جي پيغام کي پنهنجي وس آهر اُن جي روح پٽاندڙ اڄ جي نوجوان نسل تائين پهچائڻ جي هڪ موچاري ڪوشش ڪئي آهي. سرڪلياڻ ۽ يمن سان ته ڄڻ موجوده نسلن جي شناسائي ۽ نسبت ئي ڏنڊلائبي پئي وڃي ۽ مون فقط ان نسبت کي روشن ڪرڻ جي ابتدا ڪئي آهي. شاهه جي هنن ٻن سُرن لاءِ منهنجي هيءَ سمجهاڻي آهي، اها حرف به حرف معنيٰ ڪونهي. ان سمجهاڻيءَ ۾ ڪٿي جديد فڪر چانيل به محسوس ٿي سگهي ٿو، ان لاءِ مان رڳو ايتري گذارش ڪندس ته شاهه لطيف دنيا جي سيني ذهين ۽ ڏاهن ماڻهن وانگر پنهنجي دؤر کي جديد دؤر ڏانهن ڇال ڏياريندڙ شخص هئو. انسانيت جي ڀلي لاءِ جيئندڙ هر ماڻهوءَ کي قدرت ايمان واري فراست عطا

ڪندي آهي ۽ هو اُن فراست سان پنهنجي ڌرتي ۽ قوم لاءِ مستقبل بيني ڪندو آهي. انهيءَ ڪري هُن سنڌ اندر مستقبل جي انسانن لاءِ شاندار ڪردارن جي تخليق ڪئي. اُهي ڪردار اسان کي سنڌ ۾ پيدا ڪرڻا آهن، جاڳائڻا آهن ۽ سنڌ ۽ سنڌين سان عشق جي واٽ تي هلائڻا آهن. انهيءَ ڪري منهنجي هن ڪتاب ۾ روايتي طرح هلندڙ تشريحن کان مختلف ڳالهه ملي ته اُن کي مٿي بيان ڪيل پسمنظر ۾ ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي. آئون چوان ٿو ته ايندڙ دور ۾ انساني علمن ۽ قومي تعمير جي ترقي ٿيندي ته شاهه لطيف جو شعور ۽ فلسفو اڃا به وڌيڪ ترقي يافته شڪلين ۾ اسان جي سامهون نروار ٿيندو ويندو. شاهه لطيف پيغمبرن، سڌارڪن، فلاسافرن جي آفاقي ڌاهپ، سوچ ۽ فڪر جو تسلسل هو، انهيءَ ڪري اسان ڪيس اُن تسلسل کان ڪٽي پنهنجي مرضي ۽ خواهش جي قالب ۾ فٽ نه ٿا ڪري سگهون ۽ نه وري اُن کان بغير ڪيس ڄاڻي ۽ سمجهي سگهون ٿا. مان ان آفاقي ڌاهپ جي تسلسل ۾ شاهه کي بيان ڪرڻ جي ئي ڪوشش ڪئي آهي، جنهن سان اسان جي نوجوانن ۽ ٻين سيني ماڻهن لاءِ ڄاڻ ۽ سمجهه جون کي قدر نيون وٿون ضرور نروار ٿينديون.

هن ڪتاب ۾ سُر ڪلياڻ ۽ يمن جا سمورا بيت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي جوڙيل شاهه جي رسالي تان ورتل آهن. ڊاڪٽر بلوچ شاهه جي رسالي جو مستند متن تيار ڪرڻ لاءِ پنهنجو نور نچوئيو هو۽ هُن شاهه جي سُرن ۾ جيڪا ربط ۽ ترتيب رکي آهي سا وڌيڪ تحقيق سان سامهون آئي آهي. مان بيحد ٿورائتو آهيان محترم سائين ڊاڪٽر عبدالغفار سومري جو جنهن هن ڪتاب کي نظر مان ڪڍي ضروري اصلاح لاءِ تجويزون پڻ ڏنيون. ساڳي وقت سنڌيڪا سٿ نديم احمد سولنگي، مجيب الرحمان ميمڻ، مسافر ابڙو، امان الله پني، عبيدالله ميمڻ ۽ سنجي ڪمار جو پڻ ٿورائتو آهيان جن هن ڪتاب کي بهتر ۽ جلد تيار ڪرڻ ۾ منهنجو هٿ ونڊايو.

**نوراحمد ميمڻ**
چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي
03352233801

باسمه تعالیٰ

# وحدانيت زندگيءَ جو بنياد آهي

انساني تاريخ ۾ جيترا بہ مذهب، نظريا ۽ افڪار پيش ٿيا آهن، انهن ۾ انسان دوستي ئي اهڙو آدرش آهي جيڪو سڀ کان اُتم آهي. مذهبن ۾ جنهن مذهب خداپرستي ۽ انسان دوستيءَ جو سگهارو ۽ پريڪٽيڪل تصور ڏنو آهي، ان مذهب انسانيت جي سک ۽ سلامتيءَ لاءِ وڏيڪ خدمتون آڇيون آهن. خداپرستي ۽ انسان دوستيءَ کنهن بہ مذهب جي تعليم ۾ تڏهن سگهاري ۽ عملي ليکبي آهي. جڏهن ان جي تعليم وحدانيت جي اصول تي پڪي هجي. اهو وحدانيت جو تصور انساني آزادين، وقار ۽ اعليٰ انساني قدرن جي تحفظ ۽ طاقتور هئڻ جو ضامن هوندو آهي. ٻين لفظن ۾ توحيد جو فڪر بنيادي طور تي انساني آزادين جو فڪر آهي. توحيد جو آغاز ئي نفيءَ سان آهي. لاالله جي نفي سڀني انساني غلامين جو انڪار آهي. انسان جي پنهنجي داخلي يا نفس جي غلامي، نفس جي خواهشن جي غلامي، هيچ، مفادپرستي ۽ غرضن جي پوئواري واري غلامي ان جو بہ انڪار آهي تہ فردن جي مٿان فردن جي غلاميءَ جو انڪار بہ آهي. طبقن مٿان طبقن جي غلاميءَ جو انڪار بہ آهي تہ وري قومن جي مٿان قومن جي غلاميءَ جو انڪار بہ آهي. غلاميءَ جي سڀني قسمن جي انڪار سان هڪ الله جي عبديت ۾ اچڻ ئي وحدانيت جو نالو آهي. وحدانيت جو اهو عقيدو ماڻهوءَ ۾ شخصي ڪمال ۽ گُڻ پيدا ڪري ٿو. هُن ۾ وحدت فڪر پيدا ٿئي ٿي. جيئن هو لازمي طرح پنهنجي خلقڻهار ۽ پالڻهار کي اڪيلو ۽ واحد ٿو مڃي، تيئن هو لازمي طرح ان جي پيدا ڪيل مخلوق کي بہ واحد ۽ ساڳي طرح ٿو مڃي. هو خدا جي سڄي مخلوق لاءِ سمجهي ٿو تہ اها سندس خلقڻهاريءَ جو شان آهي ۽ خدا جو روح، رنگ ۽ قدرت هر وجود ۾

موجود آهي. وحدت الوجود جو فڪر بہ اهائي ڳالھ آهي. ماڻهن ۾ جيئن تہ تخليقي وحدت آهي، ان ڪري سڀ ماڻهو الله جو ڪٽنب آهن. اها ڳالھ سيني ڪان اڳ ۾ پيغمبرن ٻڌائي. سڄي انسانيت جي محسن پيغمبر حضرت محمدﷺ بہ اهوئي چيو تہ: اَلْخَلْقُ عِيَالُ اللهِ يعني ماڻهو الله جو ڪٽنب آهن. هاڻي وحدانيت مڃيندڙ ماڻهوءَ جا سڀ رويا ۽ عمل انهيءَ سوچ هيٺ جڙندا آهن تہ جنهن خلق کي رنجايو تنهن خدا کي رنجايو. مذهبن هي تعليم ڏني تہ پنهنجي خلقڻهار جي رضا ان جي خلق ۾ ڳوليو. حضرت محمدﷺ چيو تہ:

”اوهان مان ڀلا ماڻهو اهي آهن جيڪي انسانن سان ڀلايون ڪن ٿا ۽ انساني نفعي بخشي ڪن ٿا.“ (حديث)

حضرت عيسيٰؑ چيو تہ: ” جيڪڏهن اوهان منهنجا پيروڪار آهيو تہ ماڻهن سان محبت ڪيو. (انجيل يوحنا 13:35)

وري پيغمبرن جي لکين پيروڪارن، سڌارڪن ۽ صوفين ان تعليم کي اڳتي وڌايو. جين مت ۾ چيو ويو آهي تہ:

” اجايل جي اج اجهايو، بکايل کي کاڌو کارايو، ڏکايل ماڻهوءَ سان ڏک ۾ شريڪ ٿيو ۽ غريب تي رحم ڪيو. اهي ئي ڳالهيون نيڪيءَ جو سرچشمو آهن.“ (ڪداڪندا پان جو ستوڪايا 137)

گرو نانڪ چيو هو تہ:

”اهي جيڪي خدا جي محبت سان سرشار آهن هر هڪ سان محبت ڪندا آهن. ٻڌو! مان هي اوهان کي يقين سان ٿو چوان تہ جيڪو محبتي ماڻهو هوندو، اهوئي خدا تائين رسائي حاصل ڪري سگهندو.“ (آدي گرنٿ صاحب، وار رنگ، ص: 557)

انسان دوستيءَ جي اها تعليم وحدانيت جو مڃيندڙ پنهنجي زندگيءَ جو عملي دستور ٿو بڻائي ڇڏي ۽ پوءِ سڄي انسانيت ان مان سلامتيءَ ۽ اطمينان جو سُک حاصل ڪري ٿي.

هن جهان اندر انساني زندگيءَ ۾ ماڻهوءَ جي غيرمتوازن (Unbalanced) شخصيت جو وڏو ڪارڻ ماڻهوءَ جو ”پاڻ پڻو“ يا ”انا“ هوندي

آهي، وحدانيت جو جذبو يا توحيد پرستي ماڻهوءَ جي انهيءَ جبلت يا قيد جي ٻه ڀاڱا پٽي ٿي ڇڏي. وحدانيت جو مجيندڙ خدا جي محبت ۽ عشق ۾ ان تان هٿ کڻي ويندو آهي.

وحدانيت پسند ماڻهو خدا جي صفتن کي پنهنجي لاءِ هدايت ۽ عمل جو نمونو ڪري ڄاڻندو آهي ۽ انهن صفتن ۾ ٻئي ڪنهن کي به شريڪ نه ٻڌائيندو آهي. هو سمجهندو آهي ته جيڪڏهن خدا واحد جي صفتن ۽ قوتن جو مالڪ ڪنهن ٻي مخلوق کي ٻڌايو وڃي ته اهو شرڪ چئبو. اها ٻيائي چئبي. شاهه سائين هڪ سچي وحدانيت پرست انسان جي حيثيت ۾ ان شرڪ ۽ ٻيائيءَ کان بچڻ جو چوي ٿو. اهڙي طرح هو پاڻپڻي، آپي ۽ انانيت کي سڀ کان وڏو شرڪ ٿو سڏي. هو وحدانيت جي رستي ۾ پاڻپڻي ۽ ماڻهوءَ جي ذاتي مفادن کي وڏ ۾ وڏ رڪاوٽ سمجهي ٿو. ان ڪري چئي ٿو ته:

"آئون" اوريان جهل تون، ڇڏيم "پاڻ" پچار،
شرڪ ساڻ ستار، گهڻا گهاريم ڏينهڙا. *(سُر آسا)*

شاهه سائين نصيحت ٿو ڪري ته:

"تون اڪيلي الله جو حضور ۾ عرض ڪر ته اي منهنجا مالڪ! هن منهنجي آپي ۽ انانيت کي مون کان پري ڪري جهل. مون پنهنجي پاڻپڻي جي پچر ئي ڦتي ڪئي. اي سڀاجها ستار! هاڻي مون تي اها مهر ڪر جو منهنجو ماضي مون کان وساراءِ. مون پاڻپڻي ۽ دوئيءَ سان گهڻائي ڏينهن گڏ گذاريا آهن، منهنجي دامن کي هاڻي ان کان پناهه ۾ رک."

شرڪ سادو مسئلو ڪونهي، قرآن ان کي ظلم عظيم قرار ڏنو آهي. ڇو ته شرڪ جي ڪري ماڻهو وحدانيت کان جڏهن ڪٽجي ٿو وڃي، هيڪڙائي کان پري پئي ٿو ته پوءِ شخصيت جي وحدت ۽ هيڪڙائي مجروح ٿي پويس ٿي. ان صورت ۾ ٿڳي، غرض، مفاد، لالچ، هيچ ماڻهوءَ ۾ واسو ڪري ٿا ويهن. پوءِ ماڻهو ذات پات، نسل مذهب، تهذيب ۽ ثقافت جي موجود اختلافن تي وڙهندڙ ٽولن ۾ ورهائجي ٿو وڃي. سڀ کان وڏو ماڻهوءَ جو نقصان هي ٿئي ٿو ته هو پاڻ کان گهٽ مخلوق آڏو ڪنڌ جهڪائي انهن کي الوهيت جو درجو ڏئي پاڻ

کي پست مخلوق بڻائي ٿو ڇڏي. انهن جو خوف ۽ انهن جي پوڄا ۽ انهن کي راضي رکڻ جي چنتا سبب پاڻ کي هڪ طرف انيڪ وهمن ۽ ڳڻتين ۾ ڏکي ڇڏي ٿو ۽ ٻئي طرف پنهنجي انساني شرف کي نقصان پهچائي ٿو. جڏهن دل ۽ دماغ جي دنيا خداپرستي ۽ انسان دوستيءَ کان خالي ٿي ويجهن ٿي ته اتي ڏوڪڙ جي هوس، معتبر ٿيڻ جي لونجهه ۽ جنسي حيوانيت جهڙيون سفلي خواهشون مٿس ايترو سوار ٿي وڃن ٿيون جو انهن کي معبود بڻائي پنهنجي تخليقي مقصد کي بہ يڪسر فراموش ڪري ڇڏي ٿو. ان صورت ۾ هو ڪڏهن بہ باغي نٿو بڻجي سگهي. سندس قوم کي ڪو غلام بڻائي کهڙي بہ پست حالت ۾ ڪٽي وڃي، دولتمند ۽ وڏيرا ماڻهن جو پورهيو ۽ وسيلا ڦٻائڻ لاءِ کهڙا بہ ظلم ۽ ڏاڍ ڪندا رهن ۽ ڪوڙا نڳ مذهبي پيشوا کهڙو بہ اندوڪار ڪندا رهن، هي ان ظلم ۽ ڏاڍ خلاف بغاوت ڪرڻ بدران، پنهنجي مجبوري، بي وسي ۽ ڪم علميءَ سبب سندن غلامي اختيار ڪندو آهي. تنهن ڪري شرڪ کي ٽن منهن وارو خدا قرار ڏنو ويو آهي، يعني فرعون (حاڪم مطلق)، قارون (سرمائيدار يا پيداواري ذريعن تي قبضو ڪندڙ) ۽ بلعم باعور يا هامان (مذهبي پيشوا)- جيڪو سماج انهيءَ ٽمورتيءَ جو شڪار ٿيندو آهي اهو مشرڪ سماج بڻجي پوندو آهي.

اهڙي طرح شڪ ۽ شرڪ هڪ اهڙي منفي قوت آهي جو ڪو بہ ماڻهو پنهنجي ذهن ۾ شڪ يا غيريقينيءَ کي جڳهه ڏئي ٿو تہ پوءِ ان جو ذهن پنهنجي غيريقيني لاءِ ڪيترائي سبب ڳولهي وٺندو آهي. شڪ ۽ غيريقينيءَ جي سبب ماڻهوءَ جو لاشعور تہ پهرين سٽ ۾ ناڪام ٿي ويندو پر ان جو شعور بہ سندس ساٿ ڏئي نہ سگهندو. ڇو تہ هو شڪ سبب ٻن ٻيڙين جو سوار بڻجي وڃي ٿو ۽ ٻن ٻيڙين جا سوار منزل تي رسڻ کان رهجي ويندا آهن. انهيءَ ڪري هي پڪ ڄاڻجي تہ سوچ ۾ شڪ هوندو تہ نتيجو ناڪامي هوندو ۽ يقين پختو هوندو تہ نتيجو ڪاميابي هوندو. پر ڪو ماڻهو پنهنجي شڪ جو آغاز ئي پنهنجي خدا کان.ٿو ڪري تہ ان جا ٻڌايل ايمانداري، همت ۽ مسلسل محنت وارا قانون سندس ساٿ ڏيندا الائي نہ؟! پلا مان پيا در بہ واجهائي ڏسان، مان درگاهون پير ۽ مرشد پيتي ڏسان تہ پوءِ هو نہ صرف شڪ جو شڪار ٿئي ٿو پر پنهنجي

خلقڻهار جو گستاخ ۽ بي ادب بہ ٿئي ٿو. هو جڏهن پنهنجي خدا کي ۽ ان جي بڻايل قانونن کي پنهنجي ڪامیابين ماڻڻ ۽ پيڙائن جي خاتمي لاءِ اڻپورو ٿو سمجهي تہ ان صورت ۾ هو ان جي قدرت کي ۽ ان جي ڪاملتا کي نٽو ميڃي. هاڻي ان جو قدرت سان احترام جو رشتو ۽ عبديت جو رشتو ڪمزور ٿو پئجي وڃي. پوءِ هو خدائي راهہ کان ڀٽڪي اهڙو ڇورو ڇنو بڻجي ٿو وڃي جو هر طرف کان پريشانين جي ڀنور ۾ ڦاسي پوي ٿو. اهڙي طرح سندس ڀٽڪڻ جو جيڪو سلسلو هلي ٿو پوي ان جو ڪو انت ئي نٽو هجي. انهيءَ ڪري شاهہ اهڙي خساري ۽ محروميءَ کان بچائي ٿو. شاهہ سائين صاف لفظن ۾ چوي ٿو:

وَحدہٗ لَاشريڪ لہٗ، هي هيڪڙائي حق،
ٻيائيءَ کي ٻَڪُ، جن وڌو سي وِرِسيا. *(سُرڪلياڻ)*

”الله تعالیٰ هڪ آهي ۽ ڪو بہ قدرت ۽ ڪارسازيءَ ۾ ساڻس شريڪ ڪونهي. توحيد جي انهيءَ عقيدي جو حق ئي اهو آهي تہ ان جي هيڪڙائي مڃجي. جيڪي دوئيءَ کي چنبڙي پيا ۽ انهن ٻين مان ڀلائيءَ جو ويساهہ رکيو ۽ شرڪ اختيار ڪيو سي حق ۽ ڀلائيءَ واري واٽ کان ڀُليا ۽ گمراهہ ٿيا. هاڻي جيڪو حق ۽ ڀلائي واري خدائي راهہ کان ڀٽڪيو، ان لاءِ ٻيو ڪو بہ هادي ڪو نہ بڻبو. جيڪو ان کي ڀٽڪڻ کان بچائي سگهي.“

مشرڪاڻي زندگيءَ ۾ فرد جي روحاني، نفسياتي ۽ سماجي پاسن تي جيڪي اثر پوندا آهن انهن کي نفسيات جي اصطلاح ۾ ذاتي ويڳاڻپ (Self Alienation) چئبو آهي. هي اها ڪيفيت آهي جنهن ۾ فرد پنهنجي محنت کان، پنهنجي محنت سان ٺاهيل شين کان، پنهنجي سماجي لڳ لاڳاپن کان ۽ ڪنهن بہ اٽل پٽل کان ويڳاڻو ٿي ويندو آهي، جنهن سان انسان جي ذات ۽ اعليٰ قدرن جي تذليل، زندگيءَ جي بي وقعتي، ڪم چوري، انسانن کان نفرت، اڳرائي، تشدد، خانداني رشتن جي تباهي، پاڙيوارن جي حقن کان لاپرواهي، جنسي بي راهہ روي، شراب نوشي جي گهڻائي، تنگ نظري ۽ ذات پات جي تصورن جي گرفت ۽ انسان دوستيءَ جي جذبن جي ڪميابي ماڻهوءَ جو مقدر بڻجي ويندي آهي.

## قديم شرڪ ۽ جديد شرڪ

هن دنيا ۾ انسان جي لاءِ زندگيءَ جا ٻه رستا آهن. هڪ سڌو رستو ۽ ٻيو وڏ وڪڙن وارو ڀٽڪائيندڙ رستو. سڌو رستو هي آهي ته ماڻهو پنهنجي خلقڻهار کي مڃي ان کي ئي پنهنجو سڀ ڪجهه بڻائي. ڀٽڪڻ جو رستو هي آهي ته ماڻهو مخلوق ۾ ئي گُتل رهي ۽ پنهنجي زندگيءَ جي نقشي تي مخلوق کي ئي حاوي رکي. پهرين طريقي جو نالو توحيد آهي ۽ ٻئي طريقي جو نالو شرڪ آهي.

قديم دور ۾ شرڪ جي قديم صورت نيچر پرستي هئي. قديم زماني جي انسان نيچر کي معبود جو درجو ڏنو ۽ فطرتي مظهرن سج، چنڊ، پاڻي ۽ پٿر جي پوڄا شروع ڪئي. پر موجوده زماني ۾ به اهو شرڪ پنهنجي پوري طاقت سان موجود آهي. اڄ جو انسان به اهو ئي ڪري رهيو آهي ته هو خالق جي بجاءِ مخلوق کي پنهنجو سڀ ڪجهه (Supreme Concern) بڻائي ويٺو آهي. فرق رڳو هي آهي ته قديم انسان نيچر کي پنهنجي پوڄا جو موضوع بڻايو هو ۽ جديد انسان نيچر کي تفريح جو موضوع (Object of entertainment) بڻائي ورتو آهي. ٻنهي جو مرڪز پهريان به مخلوقات هئي ۽ هاڻي به ٻنهي جو مرڪز ساڳي مخلوقات آهي.

موجوده زماني جي ماڻهوءَ جو نظريو هي آهي ته پنهنجي اڄ (Now) ۾ خوش رهي، سڀاڻي جو فڪر ڇڏي ڏي. ان لاءِ هو شين ۾ گُتل رهي، مفادن جي ڪڍ رهي، خواهشن ۾ گم رهي ۽ انهن ننهي شين جي ڪڍ رهي انهن کي زندگيءَ جو اصل مقصد بڻائي ڇڏي ٿو. شاهه لطيف کي ماڻهوءَ جو اهو نقشو ۽ اها شڪل قبول ڪونهي. انهيءَ ڪري هو ٻڌائي ٿو ته وحدانيت واري سڌي رستي تي هلڻ وارا ماڻهو ئي تخليق جي اصل منزل مقصود تي سلامتيءَ سان پهچن ٿا:

اَوتَڙِ ڪَنهِ نہ اولِئا، سُتَرِ وِئا سالِمَ
هيڪان ئِي هيڪُ ٿِئا، اَحَدَ سِين عالِمَ
بي ٻَها بالِمَ، آڳي ڪِئا اڳِهين. *(سُر ڪلياڻ)*

”اهي ڪنهن خطري واري اٽانگي جاءِ ڏانهن ٿيلهجي ڪين ويا پر سنئين

راهہ تي هلڻ وارا منزل مقصود تي سلامتيءَ سان پهتا. اهي توحيد واري ايمان، عرفان ۽ ساڃهہ سان هر قسم جي ذهني نفسي ۽ سماجي غلامين کان آزاد ٿيا ۽ خود رخي زندگي ڇڏي خدا رخي زندگيءَ ۾ هيڪان هيڪ ٿيا. اهڙي خود حوالگيءَ جي ڪري خلقڻهار وٽ انهن بي بها ڀلارن انسانن لاءِ ازلئون آسانيون لکيل آهن. اهي خدا جي عطا ڪيل ضابطن واري فطري زندگي هيٺ هن حياتيءَ ۾ بہ سک ۽ سلامتيءَ سان گذارين ٿا ۽ مرڻ کان پوءِ جي زندگي ۾ بہ انهن لاءِ مهربانين جو بندوبست آهي.“

شاهہ لطيف زندگيءَ جي بي ثباتي ۽ بي مقصد زندگيءَ گذارڻ جي روش کان روڪيندي پنهنجي هڪ وائيءَ ۾ هيئن چوي ٿو:

وِساريج مَ ويڻَ، آهي جوڀَنُ بہ ٽِري ڏينهَڙا
١. لُوتِيون سَهَنِ لوڪَ جا، وهاڻِيءَ ٽِيون ويڻَ
٢. اَصُلِ اَسارِنِ جا، سُتي وِتَڙا سيڻَ
٣. جيڏِيُون! جي مان وِسَهو، ننڊ مَ هيرئو نيڻَ
٤. راتِڙِيُون جاڳِن جي، سي آءُ ڪَندَڙِي سيڻَ. *(سُريمن ڪلياڻ)*

”منهنجا هي نصيحت ڀريا گفتا نہ وسار! جُواني جا جوڀن ۽ البيلائي وارا ڏينهن ڪي ٿورڙائي آهن. جيڪي بي مقصد زندگيءَ جي پيچرن جا ڇڙواڳ راهي رهيا آهن سي عملي زندگيءَ جي وقت هٿان نڪري وڃڻ بعد هميشہ لاءِ پيا جڳ جا طعنا سهن. اصل کان وٺي اهو دستور آهي تہ جيڪي غافل ٿي ننڊ ۾ ستل هوندا آهن تن جا سڄڻ ڪانئن جدا ٿي ويندا آهن. اي اديون! جيڪڏهن منهنجي غفلت سببان مون جيڪي پوڳيو آهي تنهن ڳالهہ تي اعتبار ڪريو تہ پنهنجين اکين کي ننڊ تي نہ هيرايو ۽ پنهنجي زندگيءَ جو هر لمحو ساري سنياري محبتي مايا سان انسان دوستيءَ ۾ گذاريو. آءُ پنهنجو سڄڻ ۽ سائين انهن کي ٺي ڪنديس جيڪي راتيون جاڳي هوشمندي ۽ فڪرمنديءَ ۾ گذارين ٿا ۽ صبح جو روزانو پنهنجي پالڻهار سان الستي عشق ورجائي انساني ڀلائين جي واٽ تي هلي پون ٿا.“

## عشق پاڻ مقصود ڪونهي پر ذريعو آهي:

اسان وٽ سنڌي ٻوليءَ ۾ محبت ۽ عشق ٻئي هم معنيٰ لفظ آهن پر عشق ۾ واڌاري معنويت آهي. پنهنجي مقصود سان عشق ذريعي اتصال ڪجي. شاهه سائين وٽ ماڻهو جو مقصود الله تعاليٰ جي ذات آهي ۽ الله تعاليٰ جي هن مشيت تہ مان زمين تي انسان کي خليفو بڻايان ٿو، سان هم آهنگ ٿي، ماڻهو ان جي رضا ۽ محبوبيت حاصل ڪري. هن زندگيءَ ۾ ان مقصود کي پائڻ جي ڪوشش ڪري. انهيءَ ڪري هينئر ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي ان حق ذات جي رضا ۽ محبوبيت جو مقصد حاصل ڪرڻو آهي تہ هُو پنهنجي ڌرتيءَ تي انسانن سان پنهنجي روين ۽ تعلق ۾ ان کي ذريعو بڻائي.

شاهہ وٽ خدا، انسان ۽ ڌرتي جو ٽڪندو آهي. جيڪڏهن انسان جي عمل ۽ روين ۾ انسان ۽ ڌرتيٰ عشق کان خارج آهي تہ ماڻهوءَ جي خدا سان عشق جي دعويٰ بہ قابل قبول ڪونهي. ڇو تہ انسان دوستي خداپرستيءَ جو لازمي نتيجو آهي.

ڀٽائي چوي ٿو:

پاڻ ئي پسي پاڻ کي، پاڻ ئي محبوب،
پاڻ ئي خلقي خوب، پاڻ ئي طالب تن جو. *(سُر ڪلياڻ)*

انهيءَ ڪري الله تعاليٰ انسان کي ڌرتيءَ مٿان پنهنجي رضا ۽ محبوبيت جا لقاءَ ۽ طريقا، جن جو محور خود انسان آهي، انساني حقن ۽ فرضن جي صورت ۾ پنهنجي موڪليل ڪتابن جي ذريعي ٻڌايا آهن. ايمان ۽ يقين وارو انسان پنهنجي سيني سگهن سان، جن ۾ عشق سيني کان مٿاهين سگهہ آهي، آسماني هدايت جي انهن حڪمن ۽ ضابطن جي بجاآوري ڪري الله جي رضا سان سرفراز ٿئي ٿو. پر جيئن تہ خدا کان وڌيڪ ٻي ڪا بہ شيءِ حسين ۽ مڪمل ناهي ان ڪري ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي ٻي شيءِ مان اهو لطف حاصل نٿو ٿئي جيڪو عشق الاهيءَ مان حاصل ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري ان کي ئي پنهنجو مقصود ٿو بڻائي.

خدا ڏي ماڻهوءَ جي جڏهن عشق جي نسبت ٿئي ٿي تہ پوءِ خدا چوي ٿو تہ ”مان ماڻهن سان انهن جي جانين ۽ مالن جو سودو ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان جي بدلي ۾ انهن کي ابدي آرام، سلامتي ۽ راحتون عطا ڪندس.“ شاهہ لطيف الاهي عاشقن کي پنهنجي ميخاني تي ان سودي نڀائڻ جي جابجا تلقين ٿو ڪري.

عشق نہ آهي راند، نہ ڪي ڪَنس ڳِيرو،
جيءَ جُسي ۽ جان جي، پِڇي جو هيڪاند،
سِسي نيزي پاند، اچل تہ اَده ٿئي. (سُر يمن ڪلياڻ)

”عشق ڪا ٻاراڻي راند ناهي جو ڇوڪرا ان کي راند ڪري ڪيڏن. عشق تہ اهو آهي جيڪو ساهہ، بت ۽ جياپي جي يڪجائيءَ کي ٽوڙي ٿو. سو اي سچا عاشق! جي اها منزل ماڻڻ ٿو گهرين تہ پوءِ پنهنجي سر کي نيزي جي چوٽيءَ تي اچلي چاڙهہ تہ سِرَ جو ۽ عشق جو حق ادا ٿئي.“

عشق ۾ جهد جاکوڙ زندگيءَ جو لڳاتار سفر آهي ۽ اتي بہ تڪليفون، ولوڙ ۽ قربانيون آهن. پر سچا عاشق ڪهڙي بہ پنڌ تي پنهنجي وَسئون ڪو نہ ٿا گهٽائن.

شاهہ سائين سسئي کي چئي ٿو تہ:

تون ڪيئن پاتو پاند، پلئہ پرديسين سين؟
متيون موڙهيئي سسئي، ڪيئي ڪوهيارو ڪانڌ،
رُلي پانئي راند، ٻانيڻ عشق ٻروچ جو. (سُر حسيني)

خداپرستي يا عشق الاهي، اهو ماڻهوءَ جي خمير ۾ آهي. ماڻهوءَ جو روح ڇاڪاڻ تہ الست بربڪم جي جواب ۾ قابلوا بلٰي چئي چڪو آهي، انهيءَ ڪري انسان جي روح کي هر وقت ان سان اهو عهد نڀائڻ جي لڇ پڇ آهي. ابن عربي چوي ٿو تہ: ”هر بلند نور کي هيٺين نور تي غلبو ۽ اقتدار حاصل آهي ۽ هيٺيون نور مٿئين نور سان محبت رکي ٿو ۽ ان سان ملڻ جا جتن ڪري ٿو ۽ انهيءَ ڪشش ۽ رغبت سان هن جهان جو انتظامي وجود قائم آهي.

اهڙي طرح هاڻي هيءَ ڳالهه فزڪس به چوي ٿي ته سڄي ڪائنات جو نظام ڪشش ۽ ڇڪ Attraction and Repulsion تي ٻڌل آهي. يعني شيون پنهنجي مدار جي چوڌاري ڦرن ٿيون. هي سيارا هي ڪهڪشائون هي ڪائنات جو وشال منڊل سڀ ڪشش ۽ ڇڪ جي نظام سان هلي ٿو. جيڪڏهن ڪو به سيارو يا ستارو انهيءَ ڪشش ۽ ڇڪ جي حدن کان ٻاهر نڪري وڃي ته سندس وجود انهيءَ پل ۾ ختم ٿي ويندو.

عربي چوڻيءَ ۾ انهيءَ ڳالهه کي كُلُّ شَيءٍ يَرْجِعُ اِلىٰ اَصْلِهٖ چيو ويو آهي ۽ رومي انهيءَ لاءِ چوي ٿو ته "سڄي ڪائنات انهيءَ ڪري ارتقا ڏي مائل آهي، جو هو خدا ڏي عود ڪرڻ گهري ٿي."

انساني تاريخ ۾ جاڪوڙي ماڻهو پيغمبر، صديق، شهيد ۽ صالح انسان انهيءَ درجي بنديءَ سان پنهنجي خدا ڏانهن رجوع ۾ اڳرا رهيا آهن. صوفي هجڻ ان عشق جو چوٿون درجو آهي پر چوٿي اجا اڳتي آهي. رفعت اجا اڳتي آهي. صوفي هجڻ تلاش جو اهڙو ڏاڪو آهي. جنهن ۾ جلڻ آهي پچڻ ۽ پڃرڻ آهي. پر عشق جي رفعت ۽ چوٽي ته لڇڻ ۽ لوچڻ ۾ آهي ۽ اهڙو لڇڻ ۽ لوچڻ جنهن جي انتها نه هجي. اهڙي تن ۾ تونس پرينءَ جي هجي جنهن جي هن دنيا ۾ ڪڏهن به پيان ۽ ڊاپان نه هجي، جنهن ۾ سمونڊ سڄو پي وڃجي تڏهن به سرڪيائي محسوس نه ٿئي.

## انسان سان عشق جي حقيقت:

الله تعالىٰ آدم کي پيدا ڪري ملائڪن ۽ جنن کي حڪم ڪيو ته کيس سجدو ڪيو. جنهن به الله جي حڪم کي مڃيو ۽ آدم کي تعظيم جو سجدو ڪيو انهيءَ الله جي رضا ۽ محبوبيت حاصل ڪئي ۽ جنهن اهو حڪم نه مڃيو سو شيطان لعنتي بڻيو. اُهو غائب ۾ جيڪو آدم کي سجدو ڪرايو ويو، هن ڌرتيءَ تي انسان کي حاضر ۾ پنهنجي انسان دوستيءَ ۽ نيڪ عملين ذريعي اهڙو سجدو ثابت ڪرڻو آهي. هتي به ماڻهو ڪامياب تڏهن ٿيندو جڏهن حڪم ۽ ضابطا پنهنجي خلقڻهار جا مڃيندو ۽ تعظيم انسان جي ڪندو. ماڻهن جو احترام، ليکي لهڻي جي حق ادائي، غلطيءَ تي معافي ۽ پنهنجي چوڌاري يا ذميواريءَ ۾ آيل ماڻهن جي حقن جي ادائگي نڀاهيندو ته ماڻهو ڪامياب ٿيو. هن

ڌرتيءَ تي ماڻهوءَ جو اصل امتحان آهي ٿي اهو. خدا جا حڪم ۽ ضابطا مڃڻ، اهي هُن لاءِ حقوق الله آهن ۽ اها هُن جي خداپرستي آهي. ماڻهوءَ جي تعظيم ۽ حقن جي ادائگي اها هُن لاءِ حقوق العباد آهي ۽ اها ماڻهوءَ جي انسان دوستي آهي. انسان دوستي عاشق جي خداپرستيءَ جو لازمي نتيجو آهي. هُن جي خدا کيس ايئن ڪرڻ لاءِ چيو آهي، ان کيس پنهنجي رضا ۽ محبوبيت جو اهو ذريعو ٻڌايو آهي، ان ڪري هو هر نفس ۾ ۽ هر انساني رشتي ۾، تعظيم ۽ حقن جي ادائگيءَ سان الله جي رضا ۽ محبوبيت کي تلاشي ٿو.

پنهنجي اولاد جي پرورش ۽ پالنا ۾ پنهنجون ذميواريون بيحد انس، خوبي ۽ حسن سان نڀائي ٿو، اِهو هُن جو اولاد سان عشق آهي. پنهنجي گهرواريءَ جي حقن جي ادائگي ڪري ان سان انس ۽ الفت جو نياءُ ڪري ۽ ان کي برابر جو پارٽنر بڻائي سٺي خاندان جي تشڪيل ڪري ماڻهو پنهنجو عشق اظهاري ته ان ۾ عظمت آهي. پنهنجي استاد ۽ رهبر سان نسبت جوڙي ٿو ۽ پنهنجي ابي امان جي بيحد عقيدت ۽ پاپوهه سان خدمت ڪري ٿو، اِهو هُن جو استاد ۽ ابي امان سان عشق آهي. پنهنجي عزيزن ۽ پاڙيوارن جي حق ادائي ڪري ٿو، پنهنجي شاگردن کي تعليم ۽ تربيت ذريعي هڪ ذميوار انسان بڻائي ٿو، پنهنجي ڌرتيءَ واسين کي استحصال ۽ ظلم جي نظام مان ڪڍڻ لاءِ جهد ۽ جاکوڙ ڪري ٿو ۽ سچي انسانيت لاءِ چڱاين جو اُلڪو ۽ عملي اظهار رکي ٿو ته اهي سڀ ڳالهيون انسان سان سندس محبت ۽ عشق جو عملي اظهار آهن. انهن عملي طريقن کانسواءِ عشق جي ٻي ڪا به مجرد شڪل پاڻ سان به ٺڳي آهي ۽ انسانن سان به دوکو آهي.

مڪمل وابستگي ۽ ڪميٽمنٽ سان عشق جي هن منزل ۽ مقام کي پائڻ لاءِ وحدانيت پرستي هر حال ۾ ماڻهوءَ جي سگهه آهي، انهيءَ ڪري شاهه لطيف وحدانيت پرستيءَ کي پنهنجي فڪر ۾ بنيادي جڳهه ڏني آهي. ان کي زندگيءَ جو بنياد ٻڌايو آهي. شاهه لطيف سُر ڪلياڻ داستان پهرين ۾ وحدانيت جي بيتن ۽ واين کي اِجهو هيئن بيان ڪري ٿو:

اَوَل اَللهُ عَلِـيمُ، اَعلـيٰ عـالَمَ جـو ڌَڻِـي
قـادِرُ پَنهنجِـي قُـدرَتَ سِـين قـائِمُ آهِ قَـدِيمُ
والِـيَ واحِـدُ وَحـدَهُ رازِقُ رَبُ رَحِـيمُ
سـو سـاراهِ سچو ڌَڻِي، چَئِي حَمـدَ حَكِيمُ
كَرِي پـاڻُ كَرِيمُ، جوڙَئُون جوڙَ جَهانَ جِي.

سڀ ڪان اول الله جو نالو، جيڪو حمد ۽ تعريف جو لائق آهي. جيڪو سدا جاڻڻهار، مڙني ڪان مٿانهون ۽ سڄي جڳ جهان جو مالڪ آهي. اهو هر شيءِ تي قدرت رکندڙ قادر آهي، جيڪو پاڻ پنهنجي قدرت ۽ طاقت سان ازلئون محڪم ۽ موجود آهي. اهو اڪيلو ئي ڪائنات جا ضابطا ۽ قانون جوڙيندڙ والي ۽ ڪارساز آهي. هڪ ئي هڪ هر شيءِ کي روزي رسائيندڙ، درجي بہ درجي پالڻهاري عطا ڪندڙ ۽ سدا ٻاجهارو آهي. جيڪو ايڏي قدرت ۽ مهربانيءَ واري ذات آهي. تون انهي سچي ڌڻي، سدا حڪمت جي سائينءَ جي تعريف ڪري سندس ٻانهپ ۾ اچ ۽ ان جا ضابطا قبول ڪر. انهيءَ سدا نوازيندڙ سائينءَ، پنهنجي قدرت سان جهان جي اهڙي سهڻي جوڙ ناهي آهي جو ڪائنات جو هيڏو نرالو نظام خوبيءَ سان هلي رهيو آهي. انهيءَ ڪري تنهنجي زندگي ۾ بہ ان جا جوڙيل ضابطا اچي ويا تہ ان ۾ بہ اها ترتيب ۽ خوبي پيدا ٿيندي.

وَحـدَهُ لاشَـرِيكَ لَـهُ، اِيءُ وهـائِج وِيءُ
كَنِـين جـي هـارائِيين، هَنـڌُ تُنهنجـو هِـيءُ
پاڻـان چونـدءِ پِـيءُ، يَـري جـامُ جَنَـتَ جـو.

الله تعاليٰ هڪ آهي، ٻيو ڪو بہ قدرت، حاڪميت ۽ ڪارسازيءَ ۾ ساڻس شريڪ ڪونهي. تون اهو توحيد، حق، يقين ۽ ايمان وارو حقيقي وکر ۽ خزانو حاصل ڪج. ان وات تي هلندين تہ نفعو، ۽ نہ هلندين تہ نقصان، اهو سڀ هن جهان ۾ ئي طئي ٿيٽو آهي. جي تو هت توحيد ۽ الله جي هيڪڙائي تي ايمان ۽ يقين رکيو ۽ ان جي ٻڌايل ضابطن واري زندگي گذاري تہ توکي ايندڙ زندگي ۾ ان جو ئي صلو

ملندو. اتي تنهنجا استقبالي الله تعاليٰ جي طرفان توکي سڏي جنت جي پاڪ شربت جو پيالو پري پيئڻ لاءِ چوندا.

وَحدَهُ لاشَريڪَ لَهُ، هِي هيڪڙائِيءَ حَقُ
ٻِيائِيءَ کي ٻَڪُ، جَنِ وِڌو سي وِرِسيا.

الله تعاليٰ هڪ آهي ۽ ڪوبہ قدرت ۽ ڪارسازيءَ ۾ ساڻس شريڪ ڪونهي. توحيد جي عقيدي جو حق ئي اهو آهي تہ ان جي هيڪڙائي مڃجي. جيڪي "دوئيءَ" کي چنبڙي پيا ۽ انهن ٻين مان هدايت ۽ ڀلائيءَ جو ويساهہ رکيو ۽ شرڪ اختيار ڪيو سي حق ۽ ڀلائي واري واٽ کان ڀليا ۽ گمراهہ ٿيا. هاڻي جيڪو حق ۽ ڀلائيءَ واري خدائي راهہ کان ڀٽڪيو، ان لاءِ ٻيو ڪوبہ هادي ڪونہ بڻبو جيڪو ان کي ڀٽڪڻ کان بچائي سگهي.

وَحدَہ لاشَريڪَ لَهُ، ٻُڌءِ نہ ٻوڙا
ڪِ تو ڪَنين نہ سُئا، ڳَهَتَ اَندَرِ گهوڙا
ڳاڙِيندين ڳوڙها، جِتِ شاهِدَ ٿِيندءِ سامُهان.

الله تعاليٰ هڪ آهي، ٻيو ڪوبہ قدرت ۽ ڪارسازيءَ ۾ ساڻس شريڪ ڪونهي. اي ٻوڙا، اهو توحيد ۽ حق وارو آواز تو نہ ٻڌو جيڪو هزارين سالن کان لکين پيغمبرن ۽ سڏارڪن انسانيت کي ڏنو. يا تو پنهنجي اندر ۾ پنهنجي ضمير ۽ قلب جا قالوا بليٰ وارا جا آواز نہ ٻڌا يا؟! انحراف تي اڀاريندڙ پنهنجي نفساني خواهشن جي واڄٽن کي نہ سمجهيو. تون ڀلي هتي خدا جي آواز ۽ ضمير جي خلش کي نظرانداز ڪري انحراف واري واٽ وٺ، پر هي ياد رک تہ حساب ڪتاب واري ڏينهن جڏهن پڪا شاهد تنهنجي عملن جو رڪارڊ ڪٽي روبرو ٿيندا تڏهن انحراف ۽ نافرماني وارن ڪمن تي گهڻو رئندين ۽ پڇتائيندين.

وَحــدَهٗ لاشــرِيکَ لَــهٗ، جــان تــوچَئِين اِيــئَن
مَـجُ مُحَمـدُ ڪـارَڻِي، نِرتَئُون مَنجهان نيـنهَن
تـان تُـون وِجئـو ڪِـيئَن، نـائِين سِرُ پِـئَن ڪـي.

جڏهن تون ”وحده لاشريڪ له“ چئي شهادت جو ڪلمو ٿو پڙهين ۽ الله تعاليٰ کي پنهنجو رب ۽ مالڪ مڃي ان جي وحدانيت جو اقرار ٿو ڪرين ته پوءِ مثالي رهبر محمد ﷺ کي نينهن جو ناتو لڳائي، دلئون دلبر مڃي ان کي پنهنجو رهبر، رهنما ۽ پرجهلو ڪري مڃ. محسنِ انسانيت جي اهڙي مثالي رهبري ۽ رهنمائي جي هوندي تون ڪيئن وِجي ٿو ٻين جي رهبرين آڏو پنهنجو مٿو ٽيڪين. انسانيت جا اعليٰ اصول ۽ اعليٰ قدر ان ذات کان وڌيڪ تو کي ٻئي جي در ئون ڪونه ملندا.

وَحــدَهٗ لاشَــرِيکَ لَــهٗ، جَــڏِهن چيــو جَــنِ
تَـنِ مڃيـو مَحَمـدَ ڪـارَڻِي، هِيجان سانڻُ هِنـيَنِ
تَــڏِهن منجهــان تَــنِ، اَوَتــڙِ ڪونــ اوِلئــو.

جن ماڻهن جڏهن ”وحده لاشريڪ له“ چئي، پوري يقين سان الله جي وحدانيت تي ايمان آندو. تن وڏي خوشي ۽ دل جان سان محمد ﷺ کي پنهنجو رهبر ۽ رهنما ڪري قبوليو. تڏهن اهڙي پڪي يقين سان اسوه محمدي پٽاندڙ وحدانيت واري عملي زندگي گذارڻ وارن انسانن مان ڪوبہ بي راهه تي ڪونہ پليو ۽ سڀ ڪو سلامتي واري منزل مقصود تي پهتو.

وَحـدَهٗ لاشَـرِيکَ لَـهٗ، جَـنِ اُتـو سِـين اِيمـانَ
تَـنِ مَجيـو مُحَمـدُ ڪـارَڻِي، قَلَـبَ سـانڻُ لِسـانَ
اُوءِ فـائِقَ ۾ فَرمـانَ، اَوَتَـڙِ ڪَنـهِ نـہ اولِئَـا.

جن ماڻهن ”وحده لاشريڪ له“ چئي الله جي وحدانيت جو سچو اقرار

ڪيو. تن دل ۽ زبان يعني پنهنجي قول ۽ عمل ٻنهي سان، محمد (ﷺ) ڪي پڻ رهبر ۽ رهنما ڪري مڃيو. اهي پنهنجي اعليٰ فڪر ۽ عملي زندگيءَ واري الاهي فرمانبرداريءَ ۾ ٻين کان وڌيڪ مٿاهان آهن ۽ انهيءَ ڪري اهي زندگيءَ جي سفر ۾ ڀٽڪڻ کان ايئن بچي وڃن ٿا جيئن ڇاٽو ناڪئا پنهنجي ٻيڙي سان ڪنهن اٽانگي تڙ ڏانهن ٿيلهجڻ کان بچي ويندا آهن.

اَوتَــڙ ڪَنــهِ نــ اولِئــا، سُــتَڙ وِئــا ســالِمَ
هيڪــانِ ئِــي هيــڪُ ٿِئــا، اَحَــدَ سِــينِ عــالِمَ
بِــي بَهــا بــالِمَ، آگـــي ڪِئــا اُگِهـــين.

اهي ڪنهن خطري واري اٽانگي جاءِ ڏانهن ٿيلهجي ڪين ويا پر سنئين راهه تي هلڻ وارا منزل مقصود تي سلامتيءَ سان پهتا. اهي توحيد واري ايمان، عرفان ۽ ساڃهه سان هر قسم جي ذهني نفسي ۽ سماجي غلامين کان آزاد ٿيا ۽ خود رخي زندگي ڇڏي خدا رخي زندگيءَ ۾ هيڪان هيڪ ٿيا يعني موحد انسان بڻيا. اهڙي خود حوالگيءَ جي ڪري خلقڻهار وٽ انهن بي بها ٻلارن انسانن لاءِ ازلئون آسانيون لکيل آهن. اهي خدا جي عطا ڪيل ضابطن واري فطري زندگي هيٺ هي زندگي بہ سک ۽ سلامتيءَ سان گذارين ٿا ۽ مرڻ کان پوءِ جي زندگي ۾ بہ انهن لاءِ مهربانين جو بندوبست آهي.

آگـــي ڪِئــا اُگَهـــين نِســـورو ئِـــي نُـــورُ
لاَخَوفُ عَلَيهِمر وَلاَ هُمر يَحزَنُونَ، سَچَنِ ڪونهي سُورُ
مَـــولي ڪِئـــو مـــامُورُ، اَنـــگُ اَزَلَ ۾ اُنِ جـــو.

انهن خود حوالگي ۽ فرمانبرداري ڪندڙ شخصن لاءِ ازلئون آسانين جو روشن ۽ سگهارو نظام جڙيل آهي. اهڙن سچن انسانن کي خوف خطري ۽ ڳڻتين ڳارائن ۽ اهنج ايذاءَ واري زندگيءَ بجاءِ سلامتيءَ جي زندگي ملي ٿي. ازل کان ئي ڏٽي تعاليٰ اهڙا نوس ضابطا ۽ قانون جوڙي مامور ڪري ڇڏيا آهن

جو نيڪوڪارن ۽ ڀلايون ڪندڙن کي ڀلائين جو پورو پورو بدلو ملي.

وَحــدَهُ جـــي وَڊِئــا، 'اِلاالله' اَڏَ ڪـئـا
"مُحَمَّـدُ رَسُـولُ اللهِ" چَئِـي، مُسـلمانَ ٿـئـا
عاشِـقَ، عبـداللطيفُ چئـي، اِنَهـِـنَ پَـهِ پِئـا
جـيلاهِ ڏَٺـيءَ ڏُٺـا، تـي وِئـا وَحـدَتَ گـڏِجي.

هڪ الله جي رضا ۽ طلب جن کي گهائل ڪري ڇڏيو ۽ جيڪي رڳو هڪ الله جي پچار ۽ ان جي رضا جي حاصلات واري جستجوءَ ۾ ڪٺل رهيا، سي محمد ﷺ کي مثالي نمونو ۽ رهبر بڻائي حقيقي معنيٰ ۾ مسلمان ٿيا. اهي سچا عاشق عبداللطيف ٿو چوي ته انهيءَ عبديت ۽ اطاعت واري گس تي رهيا. سندن تلاش ۽ تڙپ جي نتيجي ۾ الله کين چاهيو، چونديو ۽ اُجاريو. ته هو الله جي صفتن کي اپنائي وحدت ۾ رَلجي هڪ ٿي وِيا! انهن الله جي منشا کي پورو ڪيو ۽ پنهنجي عبديت ۾ الله کان راضي رهيا ۽ الله وري پنهنجي عطا ۽ رضا ۾ انهن کان راضي رهيو.

وَحــــدَهُ جــــي وَڊِئـــــا، ڪـئـــــا 'اِلاَالله' اَڏَ
ســي ڏَڙَ پَسِــي سَــڏَ، ڪَنــه اَيــا ڳِي نــه ٻِيــي.

هڪ الله جي رضا ۽ طلب جن کي گهائل ڪري ڇڏيو سي بس هڪ الله جي پچار ۽ ان جي رضا جي حاصلات واري جستجوءَ ۾ ڪٺل رهيا. سندن اهڙي ديوانگيءَ واري 'حال' ۽ 'منزل' کي ڏسڻ پسڻ کان پوءِ، اهو ڪو بي نصيب ئي هوندو جنهن کي اهڙي 'حال' ۽ 'منزل' کي پهچڻ جي سِڪ ۽ سڌ نه ٿيندي!

”وَحــدَہُ جـــي وَڊِئـــا“، ”اِلاَ اللهُ“ سِـــينَ اوريـــنِ
هِنيُـــونِ حَقِيقَـــتَ گَـــڏِئو، طَرِيقَـــتَ تـــورِينِ
مَعرِفَـــتَ جِـــي مـــاڻِ سِـــينِ ڏِسَ اَنـــدَرِ ڏوريـــنِ
کُلهَنِئُـــون کـــورِينِ، عاشِـــقَ عبـــداللطيفُ چَئـــي.

هڪ الله جي رضا جي ديوانگيءَ جن کي گهائل ڪري ڇڏيو، سي دل جي پوري حضور سان خدا رخي زندگي جيئن ٿا. اهي وڏي خوشيءَ سان دل لائي حق واري حقيقت اختيار ڪن ٿا. پنهنجي پوري شعور سان توري تکي طريقا هلن ٿا. هو معرفت جو خود خدا جو ٻڌايل شعور حاصل ڪن ٿا ۽ ان شعور سان پنهنجي اوسر ۽ انساني ترقيءَ جي درجن کي پنهنجي عملي زندگيءَ سان ڳولين ٿا. عبداللطيف چوي ٿو ته انهن جي عشق ۽ ديوانگيءَ جي حد اها آهي جو ان وات تي جهد ۽ قربانيءَ ۾ پنهنجو سر ڪلهنئون ڪاٽي ٿا ڏين، يعني وڏي ۾ وڏي قرباني ڏيڻ کان نٿا ڪيٻائين.

سِرُ ڍِوُنديان ڌَڙُ نـہ لَهان، ڌَڙُ ڍُونديان سِرُ نانهہ
هَٿَ، ڪَرايُون، آڱَرِيـون، وِيـا کَپِجِي کانـہِ
وَحـدَتَ جِـي وِهانـہِ، جـي وِئـا سـي وَڍِئـا.

سندن جدوجهد ۽ پاڻ کي قربان ڪرڻ جي حالت اها آهي جو بظاهر سر سلامت اٿن پر پنهنجي وجود/ڌڙ جون آسائشون تياڳي ڇڏيون اٿن. ذاتي زندگي جا عيش قربان ڪري ڇڏيا اٿن. هو اهڙي حالت ۾ ٿا گذارين جو ڪين پنهنجي وجود يا عضون جي سالميت جو ڪو فڪر يا احساس ڪونهي. هو انهن کان بي خبر آهن. پوءِ هٿ، ڪرايون، آڱريون ۽ وجود جي ٻين حصن جو الڪو بہ انهن لاءِ ڪا حيثيت ڪو نہ ٿو رکي. جيڪي وحدت جي رنگ سان رنگجي وصال حاصل ڪري ان مرتبي کي رسن ٿا تن جي قربانيءَ جي ڇا ڳالهہ ڪجي!

تــون چئُـ اَللهُ هيڪـڙو، وائـي ٻـي وِسـارِ
تَـنَ ۾ تَنـدُ تنــوارِ، سَـدا سُــپِيرِينِ جـي.

تون پڪي ايمان ۽ عقيدي سان ڪلي زبان سان اهوئي اقرار ڪر ته الله هڪ آهي. پوءِ ٻين جي ڪارسازي ۽ چوڌڪاري جي عقيدي کي دل ۾ نہ آڻ. تنهنجي ساهہ پساهہ ۾، هر سوچ ۾، ۽ تنهنجي هر عمل ۾ سدائين ان پالڻهار جا مقرر ڪيل ضابطا مدِنظر هئڻ گهرجن. هميشہ اُن جي تند تنوار هجي. ان جي پچار هجي ۽ ان جي مخلوق سان ڀلائين جي عملي زندگي هجي.

تــون چئُـ اَللهُ هيڪـڙو، ٻـي وارِج مَ وائِــي
جيڪـا مُڪـي سَـجَڻين سِـڪِجُ تـون سـائِي
اوڙَڪَ اِهــائِي، ڳــولي لَهــجُ ڳـالهڙي.

تون پڪي ايمان ۽ عقيدي طور ڪلي زبان سان اهوئي اقرار ڪر تہ: ”الله هڪ آهي“، ان عقيدي ڪان سواءِ ٻي ڪابہ ڳالهہ زبان تي نہ آڻج. تون اهائي ڳالهہ سکي ياد ڪج جيڪا مخلوق جي سڀ ڪان وڏيٰ خيرخواهہ الله تعاليٰ اسان لاءِ هدايت جو پروانو ڪري موڪلي آهي. تون ان هدايت ذريعي پنهنجي ايمان، علم ۽ فڪر کي وحدانيت وارو بڻاءِ ۽ پوءِ انهيءَ وحدانيت واري حقيقت کي پنهنجي زندگيءَ جي عملن ۾ رهنما طور پروڙي وٺ.

تـون چئُـ اللهُ هيڪـڙو، ٻي وائـي وِساري ڇَڏِ
تَـنُ هِنيـين سِـين گـڏِ، سَـجَڻُ ساهَ پَساهَ ۾.

تون پڪي ايمان ۽ عقيدي طور ڪلي زبان سان اهوئي اقرار ڪر تہ ”الله هڪ آهي“، ٻيو ڪو بہ غير خيال ۽ عقيدو دل تي نہ آڻ. ايمان ۽ اطاعت جي جيڪا ڳالهہ تنهنجي قلب مجي آهي، سڄڻ جي ان ڳالهہ کي حياتيءَ جي هر

لحظي ۾ پنهنجي ساهہ پساهہ، هر سوچ ۽ هر عمل ۾ ظاهر ڪر. تان جو تنهنجي قول ۽ فعل ۾ ڪوبہ تضاد نہ رهي.

وَحْدَتانَ ڪَثْرتَ ٿِي، ڪَثرتَ وَحْدَتَ ڪُلُ
حَقُ حَقِيقِيَ هيڪَڙو، ٻولِي ٻِيءَ مَ ڀُلُ
هُو هُلاچو هُلُ، بِاللهِ سَندو سَڄَڻين.

ڪائنات ۾ ان اڪيلي ذات مان ئي هي گهڻائي ٿي آهي پر اها ”هيڪڙائي“ توڙي ”گهڻائي“ يعني جهان جو جملي جنسار اصل وجود جي لحاظ سان ساڳي هڪ حقيقت آهي. انهيءَ حقيقت ڪانسواءِ ٻيون جيڪي بہ ڳالهيون ۽ نظريا آهن، سي ڀلائيندڙ آهن. سڄي ڪل ڪائنات ۾ هر قسم جو چوٻول، صدا ۽ پڙلاءُ، الله جو قسم تہ، انهيءَ حقيقي محبوب جي خلقڻهاريءَ جو شاهڪار آهي.

پاڻهين جَل جَلالُهُ، پاڻهين جان جَمالُ
پاڻهين صُورت پرينءَ جي، پاڻهين حُسَنُ ڪَمالُ
پاڻهين پِيرُ مُرِيدُ ٿِئي، پاڻهين پانَ خِيالُ
سَڀُ سَيوئِي حالُ، مَنجهان ئِي مَعلومُ ٿِيي.

سمجهاڻي: ان وحدت مان ڪثرت يعني اڪيلي ذات مان گهڻائي جا رنگ ڏسو جو الله جو جيڏو پاڻ پنهنجو شان شوڪت ۽ جلال آهي تيڏو پاڻ ئي پنهنجي خليفي انسان کي جمال عطا ڪيو اٿائين ۽ سندس وجود کي نسورو سونهن سان احسن تقويم ڪري بڻايو اٿائين. ان ۾ روح ڦوڪي پاڻ ئي پرينءَ جي صورت ڏئي، ڪمال جو حسن عطا ڪيو اٿائين. ان کي خيال ۽ آزاد راءِ جي چوندڻ جو پاڻ ئي اهڙو حق ڏنو اٿائين جو ماڻهو ڪٿي پاڻ ئي رهبري ڪندڙ پير تہ ڪٿي وري پاڻ ئي پوئلڳي ڪندڙ مريد بڻجي ٿو. اهو سڄو حال ۽ ان جي حقيقت، انسان کي پنهنجي نرالي تخليق ۽

تلخيق جي مقصدن تي غور ۽ فڪر ڪرڻ مان ئي حاصل ٿيندي.

پاڻهين پَسي پاڻَ ڪي، پاڻهين ئِي مَحبُوبُ
پاڻهِين خَلَقي خُوبُ، پاڻهِين طالِبُ تَنهِ جو.

هو انسان جي تخليق ۾ پنهنجي پرتوي (صفتن) کي پسي ٿو ۽ پاڻ ئي پنهنجي ڦوڪيل روح سان سرجايل ان شاهڪار تخليق کي محبوب بڻائي ٿو. هن پاڻ ئي پنهنجي صفتن سان انسان کي خوب ۽ نرالو خلقي پاڻ ئي ان جي اعليٰ عبديت کي پنهنجي رضا ۽ پسنديدگي بڻايو آهي.

عاشِقُ ڇڱُ مَ اُنَ کي، مَ ڪِين ڇڱُ مَعشُوقُ
خالِقُ ڇڱُ مَ خامَ تون، مَ ڪِين ڇڱُ مَخلُوقُ
سَلِجَ تَنه سُلُوڪُ، جو ناقِصيَان نِڳِئُو.

عارف الاهي عشق جو اولڙو يا عڪس آهي. انهن عارفن کي فقط عاشق ۽ معشوق نہ سمجھ ۽ نہ وري انهن کي خالق ۽ مخلوق جي نسبت سان ياد ڪر. هي معرفت وارو راز ۽ خدا جي صفتن جو شعور فقط انهيءَ سان بيان ڪج، جيڪو ناقصي، اڻ ڄاڻائي ۽ بي خبري واري حالت مان نڪري ٻاهر ٿيو هجي ۽ الله ۽ سندس عبد جي تعلق ۾ ڪمال معرفت واري درجي کي رسيو هجي.

'اَحدُ' 'اَحمَدُ' پاڻَ ۾، وِچان 'مِيم' فَرَقُ
ٿِئا مُستَغَرَقُ، عالِمَ اِنهِين ڳالهِ ۾.

(الله ۽ انسان) "احد" ۽ "احمد" جي ان تعلق ۾ فرق فقط "م" جو آهي. سڀ پڙهيا لکيا ۽ داناءَ انسان انهيءَ فرق واري هن نازڪ نُڪتي کي سمجھڻ ۾ غرق ۽ آتا آهن تہ انسان پنهنجي خلقڻهار سان ڪيڏو ويجهو ۽ قريب آهي، جنهن

ماڻهوءَ خدا جي صفتن کي اپنائي ان جي رنگ ۾ رنگجي انسان دوستيءَ جي ريت کي نباهيو سو پنهنجي منزل مقصود کي پهتو.

شاهه جا شارح مٿين ٻن بيتن کي حقيقت محمدي جي سڃاڻ ڏي ٻه ورائن ٿا. ان تشريح موجب پوئين بيت ۾ ٻي سٽ جو مطلب ٿيندو ته "تون حقيقت محمديءَ جي هن نڪتي کي ڄاڻي وٺ ته ان عظيم انسان جي ڪري انسانيت جو ڪيڏو وڏو درجو آهي." اهڙي طرح مٿئين بيت ۾ "احد" ۽ "احمد" جي نسبت حقيقت محمدي ڏانهن ڇڪيل آهي ته پوءِ دنيا ۾ خدا پرستيءَ جو حصول پيغمبر جي اطاعت سان وابسته آهي. يعني جيڪو پيغمبر جي ٻڌايل طريقن تي هليو ته ان خدا جي رضا حاصل ڪري ورتي.

اَحَدان اڳِي جا هُئِي، سُوڌِي سا صِفَتَ
اِپَرِ اِشارَتَ، پَرَ سِڌَنِ ڪِي سُتَرِي.

"ذات حق" جون جيڪي ٻه صفتون آهن سي سڀ ازلئون ٻرحق "ذات حق" ۾ "ذاتي طور" نمايل هيون. يعني "ذات حق" کان "جملي صفتون" جدا نه هيون. عام لاءِ اها هڪ ڳوڙهي ڳجهارت آهي پر ذات حق جي صفتن جو رنگ اپنائيندڙ صحيح عقيدي ۽ سليم فڪر وارن سالڪن لاءِ اها خدا پرستي ۽ ان جي لازمي نتيجي طور انسان دوستي جي نسبت سمجهڻ ۾ سولي آهي.

'صِفَتَ' سَنگُ 'اَحَدَ' سين، اَحَدُ صِفَتَ' ري ناهِ
'اُوَ' اُن هي ٿُون آهِ، پَرِ ٻِيءَ ٻِيائِي ٿِيا.

خدائي صفتن جو اصل ڳانڍايو ته احد سان آهي پر احد چاهي پيو ته منهنجي صفتن جو انسان جي ذريعي ظهور ٿئي. اهي صفتون جيڪي تون ڏسين ٿو، اهي انهيءَ ذاتِ حق منجهان ئي آهن پر اهي صفتون توکي انسان اندر ٻيءَ حالت ۾ محدود درجي تي ۽ هڪ ٻئي کان الڳ نظر اچن ٿيون.

’هُوَ‘ پُڻ آهي ’هِنَ‘ سِين، ’هِيءُ‘ نہ ’هُنئَان‘ ڌارَ
اَلانسانُ سِرِي وَاَنَا سِرِهُ، پَرُوڙِج پَچارَ
ڪَندا وِئَا تَنوارَ، عالِمَ عارِفَ اِهِڙِي.

هن ڪائنات جي ظاهري حقيقت جيڪا نظر اچي ٿي اها ”ذات حق“ يا ”وجود حقيقي“ سان لاڳاپيل ۽ قائم آهي. ظاهري وجود يا حقيقتون جيڪي نظر اچن ٿيون اهي بہ ”هُن“ يعني ذات حقيقي جي وجود کان الڳ نہ آهن. ”انسان منهنجو ڳجهہ آهي ۽ آئون انسان جو راز آهيان“ ۾ اهو ئي فڪر سمايل آهي. صحيح علم ۽ فڪر وارا توڙي معرفت جا صاحب بہ اهائي ڳالهہ ڪندا ويا آهن.

سُڄاڻي تہ صُورَتَ ري، ’صُورَتَ‘ هَڏِ مَ سوجهہ
تِنيءُ ٻاراڻي ٻوجهہ، وڃائي وُجُودَ ڪي.

الله جي ذات، ايئن ڪنهن بہ شڪل صورت سان سڃاڻڻ کان متي آهي. ان کي ايئن صورت ۾ جسماني شڪل سان معلوم ڪرڻ جي بنهہ ڪوشش نہ ڪر. ان ذات کي سولي ٻاراڻي سمجهہ سان بہ سمجهي ويندين جڏهن تون پنهنجي وجود کي وڃائي ان جي صفتن واري رنگ ۾ پاڻ رڱيندين. جيستائين تون ان جون صفتون ۽ اخلاق نہ اپنائيندين، تون ان کي پائي نہ سگهندين.

صورتَ سوجهہ مَ تَنہ جِي، ڄاڻي ٻُجهين جو
اِيءُ سُخُنُ آهي سو، جو مُنهَ مُقابِلِ نہ ٿِيي.

ان الله جي ذات ايئن دليلن ۾ صورت سان سڃاڻڻ جو ويچار ۾ پچار نہ ڪر. جيڪڏهن تون پنهنجي وجود جي نرالي تخليق ۾ وجود کان ٻاهر چوڌاري ڪائنات ۾ ان جي نشانين ذريعي يقين جي روشنيءَ کي ڏسين ۽ پسين تہ تون اهو ئي الله جي

ذات جو سڀ کان وڏو دليل آهي. هيءُ تہ اهڙو سخن آهي جو آمهون سامهون جي دليل بازين ذريعي ان کي نبيري نٿو سگهجي.

ڪارِي راتِ، اَڇو ڏينهُ اِيءُ صِفَتَان نُورُ
جِتي پِرينءُ حُضُورُ، اُتي رَنگُ نہ رُوپُ ڪو.

رات "ڪاري" آهي ۽ ڏينهن "اڇو" آهي: هن دنيا اندر انهيءُ ڦير گهير ۽ شين جي ضدن ۾ بہ ان جون صفتون ۽ قانون محرڪ آهن جنهن سان ڪائنات جو چرخو هلي ٿو. پر جتي پرين پاڻ حاضر آهي اتي تہ سدائين سهائي آهي، اتي رات جي ڪاراڻ ۽ ڏينهن جي اڇاڻ جو ڪو سنڌو ئي ڪونهي.

سو 'هِيءُ' سو 'هُو' سو "اَجَلُ" سو 'اَللهُ'
سو 'پِرِينُ' سو 'پَساهُ'، سو 'وِيرِي' سو 'واهِرُو'.

هيءُ شيءِ يا خود پاڻ بندو، توڙي هو شيءِ يا خود پاڻ ڌڻي ۽ ان جي جوڙيل تقدير سڀ حقيقت ۾ هڪ ذات جو ئي اظهار آهن. ماڻهو جي ساهہ پساهہ ۾ بہ ساڳيو پرين موجود آهي. برائيءَ جي نتيجي جو بدلو چڪائيندڙ ويري بہ اهو ئي آهي ۽ نيڪين جي جزا ڏيندڙ واهرو بہ اهو ئي آهي.

ڪوڙيين ڪايائُون تُنهنجيُون، لَکَنَ لَکَ هَزارَ
جِيءُ سَيَکَنہ جِيءُ سِين، دَرسَنُ ڏارو ڏارَ
پِرِيَمِ تُنهنجا پارَ، کِهڙا چَئِي کِيئَن چُئان.

اي منهنجا ڌڻي! تنهنجي قدرت جون ڪروڙين صورتون ۽ تنهنجي خالقيت، مصوري، ڪاريگري ۽ صفتن جا رنگ لک هزار- ساهہ هر ڪنهن جو ساڳيو ئي آهي پر صورت هر هڪ جي جدا جدا آهي. اي منهنجا محبوب سائين، تنهنجا نشان

۽ پار پتا ايترا تہ گهٽا ۽ انيڪ آهن جو انهن مان آئون کهڙا چوندي ۽ انهن کي ڪيئن بيان ڪريان.

پـڙاڏو سـو 'سَـڏُ'، وَرُ وائِـيءَ جـو جـي لَهِـين
هُـئـا اڳِهِــين گــڏُ، ٻُــڌَڻَ ۾ ٻـــ تِـئـا.

هي جيڪو "پڙاڏو" آهي سو ئي "سڏ" آهي. پڙاڏو اصل سڏ جي موٽ آهي پر جيڪڏهن تون ان اصل آواز جي حقيقت کي پروڙي سگهين. حقيقت ۾ اهو اصل آواز يا سڏ ۽ ان جو پڙاڏو ٻئي هڪ هئا پر رڳو سڻڻ ۾ وتي پوڻ سببان اهي ٻڌڻ ۾ ٻہ ٿا لڳن.

ايـڪُ قَـصَـرُ دَرَ لَـکَ، ڪـوڙِيـن ڪَـڙِسِ ڪِرَڪـيُـون
جـاڏي ڪَريـان پَـرَکَ، تـاڏي صـاحبُ سـامُهُون.

هيءَ جهان هڪ ئي محلات وانگر آهي جنهن کي ڪيئي دروازا ۽ دريون آهن. فطرت جو هر ذرو نرالو دروازو ۽ دري کوليو بيٺو آهي. ان ۾ جيڏانهن بہ پرک ۽ نظر ڪريان ٿو تہ ان ئي خلقڻهار جي ذات جو حسن، جلوو ۽ جمال نظر اچي ٿو جنهن ۾ صاحب پنهنجي سونهن پاڻ پسائي ٿو.

جَــنِ ڪــي جِـتـائِـين، پَــرين پـــاڻُ پَسـائِيو
تَــنِ ڪــي تِـتـائِـين، لِيـــا پـــائِڻُ آئيـــا.

جن کي محبوب خلقڻهار پنهنجي ڪنهن بہ خلقڻهاري ۽ ڪارسازيءَ سان فطرت جي حسن ذريعي جلوو ڏيکاريو يا انساني نفعي بخشيءَ وارن جي ڪمن ذريعي پنهنجي رضا ۽ اطمينان جي مايا عطا ڪئي، تن کي ان وات تي هلندي پرين پسڻ جي آرزو اڃا بہ وڌندي وئي ۽ انهن جو اشتياق اڃان بہ وڌندو رهيو.

سَيَڪَنهين ڏانهَ سامُهُون، ڪو هَنڌُ خالِي نانهِ
اَحدان جي اَرڳ ٿِئا، سي ڪانهرَ ڪِبَا ڪانهِ
مُحِبُ مَنجِهين مَنَ مانهِ، مُون اَجاڻَندِي اُجهڻو.

هو سيني جو سائين هر شيءِ جي آڏو موجود آهي. هُن جي رضا جا اسباب بہ چوڦير آهن ۽ ڪو هنڌ خالي ڪونهي. جيڪي ان اڪيلي ڪارساز جي عبديت ۽ رضا ڪان محروم ۽ الڳ ٿيا ۽ ان جي رضا ڪان ويسلا بڻجي انساني ذميوارين نباهڻ ڪان پٺيرا رهيا سي نڪما ڪهڙي ڪم جا. منهنجو محبوب منهنجي پنهنجي ئي من ۾ انسانيت لاءِ جيئڻ جي آدرشن سان موجود آهي، پر آءٌ ان پاسئون غفلت ۽ اڻڄاڻائيءَ سببان سندس ڳولا ۾ ٻاهر پئي ڀٽڪيس.

سَيَڪَنهين ڏانهَ سامُهُون، ڪو هَنڌُ خالِي ناهِ
ڪُڇَڻُ ڪَـڍِي لاهِ، پاهَـتُ ٿِـي پِـرِينءَ سِـين.

هو سيني جو سائين هر شيءِ آڏو موجود آهي. هن جي رضا جا اسباب بہ انسان دوستيءَ جي شڪل ۾ چوڦير آهن ۽ ڪو بہ هنڌ خالي ڪونهي. ان جي رضا لاءِ ان جي ٻڌايل ضابطن ڪي اڪين تي رک ۽ ڪچڻ پچڻ واري وائي ڇڏي ڏي. ڇو تہ پرين پالڻهار جي رضا ۽ محبوبيت ڪي پنهنجي عاجزي، نيازمندي ۽ اطاعت جي طريقن سان ئي ماڻي سگهندين.

وائي

ڪِئَن آن لَهَندِي سي، اي يا اَللهَ!
ڪِئَن آن لَهَندِي سي، "وَحدَهُ" جي وَڍِيا
١- جِتي وَحدهُ وَڍَ ٿِئي يا اللهَ!
ڪو تِتي مُونکي ني

٢- سِڀِي ڏِيان ساهَ سِين، يا اللّٰهَ!
آءٌ تَنهِ پانڊِيءَ کي

اي منهنجا اللّٰه! اي منهنجا سائين! تنهنجي رضا حاصل ڪرڻ واسطي جن پاڻ کي گهائل ڪري ڇڏيو. آءٌ کهڙيءَ طرح انهن کي ڳولي لهان. ان ماڳ جو مون کي ڪو ڏس ڏئي، جيڪو مون کي اتي پهچائي ته هوند پنهنجو سر، ساهه دل جان سان تنهن تان گهوري ڇڏيان.



# عشق جو پهريون اصول

عشق ۾ فنائيت جي مقام تي
پهچڻ شاهه وٽ عشق جو
پهريون اصول آهي.



فنائيت هڪ ارتقائي عمل آهي. جيئن سڄي ڪائنات ارتقا ڏي مائل آهي ۽ اها ان ڪري ارتقا ڏي مائل آهي جو اها خدا ڏي عود ڪرڻ گهري ٿي، تيئن فنائيت بہ قدم بقدم ترقي ڪرائي ماڻهوءَ کي آخري منزل خدا جي ڪامل وصل تائين رسائي ٿي. صوفين وٽ خدا ڏي واپس موٽڻ جي عام ۽ ظاهري معنيٰ نہ پر ذات الاهي ۾ واصل ۽ ساڻس يڪ رنگ ٿيڻ آهي. خدا پاڻ چيو آهي تہ سيني کان پلو رنگ خدا جو آهي، پوءِ ڪير آهي جيڪو اهو رنگ پاڻ تي اوتي. انسان لاءِ خدا جو رنگ ان جون صفتون اپنائڻ آهي. خدا جا اخلاق ۽ ان جون صفتون اپنائڻ اها ئي اصل فنائيت آهي جنهن کي حضرت محمد ﷺ چيو هو تہ تخلقوا بااخلاق الله يعني پاڻ کي الله جي اخلاقن سان سينگاريو ۽ سچل سرمست ان لاءِ چيو هو تہ "ايجها ڪم ڪريجي جنهن وچ الله آپ بڻيجي". ماڻهوءَ جي عملي زندگيءَ ۾ اها فنائيت، مڪمل وابستگي يا ڪميٽمنٽ جي شڪل ۾ نظر ايندي آهي. ماڻهوءَ کي مذهب ۾ بہ انهيءَ مڪمل وابستگيءَ جو حڪم آهي. ادْخُلُوْا فِي السِّلْمِ كَافَّةً يعني پنهنجي انهيءَ سلامتيءَ واري دين ۾ مڪمل جو مڪمل داخل ٿي وڃو. شاهہ لطيف ان لاءِ چوي ٿو تہ: "منهن ۾ موسيٰ جهڙو ۽ اندر ۾ ابليس" نہ هجو ۽ "پنهنجي ڪفر سان بہ ڪوڙا نہ هجو." جتي بہ هجو تہ پڌرا ۽ کرا هجو. خدا سان هجو تہ مڪمل وحدانيت سان وابستہ هجو.

ڌرتيءَ سان هجو تہ ان جي مفادن جي مٿان پنهنجا سڀ مفاد قربان ڪري ڇڏيو. جي ڌرتي اسان جي ماءُ آهي تہ پوءِ ان جي ٿڃ جو حق ادا ڪيو. جي ڌرتي اوهان جي غلام آهي تہ ان جي آزاديءَ لاءِ وڙهو. ان جي ترقي لاءِ فڪرمند ٿيو ۽ پنهنجي هر ارادي ۽ ڪم ۾ پنهنجي وطن دوستيءَ کي مقدم رکو. اها اوهان جي ڌرتيءَ لاءِ فنائيت ۽ وابستگي آهي. انسان لاءِ اوهان جي فنائيت ۽ وابستگيءَ جو آغاز اوهان جي پنهنجي ذات کان هئڻ گهرجي. خودشعوري انسانذات جي امتيازي خاصيت آهي. جي اوهان ۾ اها ناهي تہ اوهان سٺا انسان بڻجي نٿا سگهو. خودشعوري ذريعي اوهان آگاهہ آهيو تہ اوهان ڪير آهيو؟ ڇو پيدا ڪيا ويا آهيو؟ ۽ اوهان جي منزل ڪهڙي آهي؟ اوهان اشرف

المخلوقات آهيو، هن ڌرتيءَ تي خدا جا خليفا آهيو. هڪ امتحان ۾ آهيو ۽ اهو امتحان آهي احترام آدميت جو. اهو احترام آدميت جنهن لاءِ الله تعاليٰ آدم کي ملائڪن کان تعظيم جو سجدو ڪرائي ڌرتي تي موڪليو. هاڻي جيڪڏهن اوهان هت ڌرتيءَ تي تعظيم ۽ احترام جي ان سجدي کي سرانجام ڏيندؤ ته اوهان ڪامياب ٿيندؤ.

جڏهن اوهان کي خودشعوري حاصل آهي ته پوءِ اوهان پنهنجو پاڻ سان به محبت ڪريو ۽ سچي انسانيت سان محبت ڪريو. محبت ڪانسواءِ انسان جو روح ڪمزور ٿي وڃي ٿو، انڪري پنهنجي روح کي ڪمزور ٿيڻ نه ڏيو جيڪو شخص روحاني سگهه ۽ توانائي وارو هوندو آهي اهو بغاوت تي مجبور هوندوآهي. محبت اوهان کي باغي بڻائي ڇڏي ٿي. محبت اوهان کي بلندين ڏانهن پرواز لاءِ پر عطا ڪري ٿي. محبت اوهان کي شين جي داخل ۾ ڏسڻ جي بصيرت بخشي ٿي. ان صورت ۾ ڪو به ماڻهو اوهان کي فريب نٿو ڏئي سگهي، توهان جو استحصال نٿو ڪري سگهي ۽ توهان تي جبر نٿو ڪري سگهي. پنهنجو پاڻ سان محبت ۽ عشق جي معنيٰ انا پرستي ۽ غرور ناهي، بلڪ عشق ته هميشه ذات Self کي تحليل ڪري ڇڏيندو آهي صوفين وٽ اها ئي فنا آهي. اها ڄاڻ معرفت، علم ۽ شعور حاصل ڪرڻ جي ڪيمياگر اسرارن ۽ رمزن مان هڪ آهي. اهي اسرار جڏهن اوهان تي کلي وڃن ٿا ته پوءِ ماڻهو شيخ اياز جي هي دعا ٻڌجي پوي ٿو ته يار رب! مون مان منهنجي مون ڪيي ڦتي ڪر، رکو تون ئي تون رهجي وڃ". مولانا روم چيو آهي ته "عاشق فنا ٿي معشوق جي اعليٰ صفتن کي پاڻ ۾ جذب ٿو ڪري." شاهه صاحب ان ڏانهن "نابوديءَ نيئي عبد کي اعليٰ ڪيو" جو اشارو ٿو ڪري. سُر ڪلياڻ جي داستان پهرين ۾ اجهو هيئن فرمايو اٿس:

صُوفِيءَ سَيرُ سيَنِ ۾، جِتَّنِ رَڳُنِ ۾ ساهُ<br>
سا نـه ڪَري ڳالهڙي، جا پَرُوڙي پَساهُ<br>
آهِسُ اِيءَ گُناهُ، جِتَّنِ ڪا ڪَري پَڌَرِي.

الله تعاليٰ جي وحدانيت، ان جي صفتن جي شعور ۽ انسان جي سندس نائب هجڻ جي شعور سان جيڪو انسان پنهنجي مالڪ حقيقيءَ جي سڃاڻ ۽ معرفت

ماڻي وڃي ٿو تہ اهڙي صوفيءَ کي الله جي رضا ۽ محبوبيت جا اهي مقام جابجا ملي ٿا وڃن جهڙي طرح رڳن ۾ ساهہ سمايل آهي. ان جي باوجود جيڪڏهن ڪنهن صوفيءَ جو فهم ۽ ادراڪ جيڪڏهن ڪا بہ انو ڪي ڳالهہ، ڪائناتي حقيقت يا الاهي ڪيفيت، پنهنجي ذهن ۽ فهم جي روشني سان پسي پرجهي ٿو تہ ان کي عام جي آڏو بيان نٿو ڪري. هن لاءِ اهو هڪ گناهہ آهي جو انهن حڪمت وارين حقيقتن ۽ ڪيفيتن کي سياق ۽ سباق کانسواءِ عام آڏو بيان ڪندو وتي.

صُوفِي سالِمُ سي وِئا جي اَڪثَرَ سِين اَڏِيارَ
بـــازِي بازِنـــدَن کَـــي آهـــي اَويســـارَ
پِريـان سِين پَهڪـارَ، رِنـديءَ رَسـاڻِي کِئـا.

اهي ئي صوفي پنهنجي خدا پرستيءَ ۽ انسانذات کي فائدو ڏيڻ جي وات تي هلندي ڪاميابي سان اعليٰ منزل کي پهتا، جيڪي گهٽن جي ياري کان پري رهيا هڪ الله کان سواءِ ٻين کان پري رهيا، غيرالله کان پري رهيا. توحيد جي ميدان جي اهڙن بلند مقام رانديگرن ۽ جاکوڙين کي سلامتيءَ سان منزل مقصود تي پهچائيندڙ اها وحدانيت واري رمز ۽ هنرمندي هميشہ ياد آهي. سندن انهي رِنديءَ يعني خدا پرستي ۽ انسان دوستيءَ جي هڪ ئي اصول ۽ هڪ خيال واري سندن پڪي ارادي کين آخر وڃي محبوب جي حاضري، قرب، رضا ۽ محبوبيت واري منزل تي پهچايو.

صُوفِي چائين سَڌ ڪَرين، صُوفيءَ ايءَ نہ صَلاحَ
کــاتِي وِجُهــــ کُـــلاهَ، هَـــڻُ اُجَلـــي آڳِ ۾.

تون پاڻ کي ”صوفي“ تو سڏائين ۽ ساڳئي وقت وري خود رخي زندگي ۽ نفساني خواهش بہ تو رکين! سچي صوفي کي ايئن ڪرڻ نہ جڳائي! سچو صوفي تيسٿو اٿئي تہ پوءِ پنهنجي انهيءَ رسمي وضع قطع جي نمونن کي وڍي ٽڪرا ڪري، اجلي هڻ باهہ ۾ تہ پسم تي وڃن ۽ تون انهيءَ ظاهرداري کان آجو ٿي پوين.

ڪُلاهَ رَکين ڪَنڌَ تي، تہ صُوفِي سالِمُ ٿِيءُ
وهَ وَتِي هَٿِ ڪَري، پُرُ پيالو پيءُ
هَنڌُ تَنِي جو هِيءُ، جَنِي حاصُلُ ڪِئو حالُ ڪي.

جيڪڏهن تون صوفي ٿيڻ جو دعويدار آهين ۽ اهو لقب چاهين ٿو تہ پوءِ سچو صوفي ٿيءُ. ان وات تي هلڻ لاءِ انساني خيرخواهي جا دشمن طبقا تنهنجي لاءِ گهات گهڙيندا. تون اهي زهر جون وٽيون ۽ پريل پيالا پيئڻ لاءِ تيار رهہ. جيڪي صوفي ثابت قدميءَ سان ايڏيون قربانيون ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندا تڏهن وچي اهي پنهنجي منزل ماڻيندا.

”صُوفِي لا ڪُوفِي“ ڪونہ پائيس ڪيرُ
مَنجهائِين مَنجِهہ وڙهي، پَڌَرِ نَاهِس پيرُ
جَنِي ساڻِس ويرُ، تِيي تَنِي جو واهَرُو.

سچو صوفي انانيت کان آجو انسان دوست آهي. هُن کي استحصالي طبقا تہ ڪوڙ پائنڻ پر جن جي پلائيءَ جو اونو رکي ٿو، سي بہ جيڪڏهن ڪيس ڪو نہ ٿا پائنڻ تہ ان جي باوجود پنهنجي اَنا کي دبائي، پنهنجن جون تلخيون ۽ لاابالِيون برداشت ڪري ٿو ۽ پنهنجي اندر ۾ پيدا ٿيندڙ ڏک کي وجود کان ٻاهر نڪرڻ نٿو ڏئي. سندس حالت اها آهي تہ جيڪڏهن ڪي ٻيا ساڻس وير وجهن ٿا تہ بہ هو ڏکئي ۽ تڪليف واري وقت ۾ سندن مددگار ٿي بيهي ٿو.

ڏِنِي ڏُکويا، اَڳَ ڏِنِي راضِي رَهيا
صُوفِي تي ٿِيا، جِنَ ڪِينَ ڪَنياڻُون پاڻَ سِين.

اصلي صوفين کي مال دولت جي حرص واري حالت ڏکوئي ٿي، ان ڪري اڻ هوند واري حالت تي قناعت ڪن ٿا ۽ راضي رهن ٿا. هو انهيءَ ڪري ئي سچي صوفيءَ واري منزل کي وچي پهتا، جو هميشہ پاڻ سان گڏ ڪجهہ نہ ڪنياڻون.

حاصُلُ جان نہ حالُ، صُوفِي جِمَ سَڏائِيين
ڪونهي تَنِي قالُ، وَتُون جَنِ وِچائِيُون.

جيستائين خدا پرستي ۽ انسان دوستيءَ جو اهو حال ميسر نہ ٿئي تيستائين پاڻ کي "صوفي" متان سڏائين. اهي مال ملڪيتون، لڳ لاڳاپا ۽ دنيا جا مرتبا ڇڏيندڙ رڳو زباني دعويٰ ڪندڙ نہ هوندا آهن، پر هو پنهنجي خداپرستي ۽ انسان دوستيءَ واري فڪر ۽ عمل تي برجستا تي ۽ جاکوڙيندڙ هوندا آهن.

وَتُون جَنِ وِچائِيُون، صُوفِي سالِمُ سي
هاٽي تَنِي ڪي، ڏوريان ڏوريي نہ لَهان.

سچا "صوفي" اهي آهن جن مڙيئي مال ملڪيتون، لڳ لاڳاپا، دنيا جا مراتب پنهنجي مقصد لاءِ ڇڏيا. هنن جي ڪل حاصلات سندن جيئڻ جي اعليٰ مقصد لاءِ هئي. اهڙا اعليٰ فڪر جي لاءِ جاکوڙيندڙ ماڻهو اڳ تہ ڪي گهڻا هئا پر هاڻي تہ اهڙن سچن کي ڳوليان ۽ پڇايان پيو تہ بہ نٿا ملن.

تَعظِيمان تَرَڪُ ٿِئا، واڪاڻان وِئا
وَڃِي تِت پِئا، جِتِ نِهايَتَ ناهِ ڪا.

خداپرستي ۽ انسان دوستيءَ واري واٽ تي هلڻ جي طلب انهن مان دنيا جي تعظيم ۽ تعريف جي ڪاڻ بہ ڪڍي ڇڏي آهي. انانيت کان آجا ٿي هو ايترو گهڻو اڳتي نڪري ويا آهن جو ڪين پنهنجي عظمت يا تعريف جي ڪا خواهش نہ رهي آهي. اهي حاصلات جي اهڙي اعليٰ منزل تي وڃي رسيا جنهن جي ڪا حد ئي ڪانهي! اتي پهچڻ ڪانپوءِ ايترين ننڍڙين خواهشن جي ڪا اهميت ڪونهي.

ظَـاهِرَ ۾ ظَـانِي، فِكـرَ مَنجهـ فَنـا ٿِئـا
تَنِـي كـي تَعلِـيمَ جِـي كُڙهـ اَنـدَرِ كـانِي
حَـــرَفُ حَقـــانِي، دَورُ كِئـــائُون دِلِ ۾.

اهي ظاهري طرح اوهان کي جيڪو اڻ تڻ ۽ گمان واري حالت ۾ نظر اچن ٿا پر حقيقت ۾ هو زندگيءَ جي مقصد بابت غور ۽ فڪر ۾ محو آهن. انهن کي ازلئون پنهنجي خالق سان ڪيل عبديت ۽ اطاعت واري قول جي اندر ۾ اڻ تڻ آهي. انهن اهو هڪ ئي "هائو" وارو اقرار ته "تون ئي اسان جو رب آهين" جيڪو هنن حق تعاليٰ جي اڳيان ڪيو هو، پنهنجي هر لحظي ۽ عمل ۾ ان جي پچار ۽ پنهنجي دل ۾ ان کي سمائي ڇڏيائون.

عشق جا اسباب به جابجا آهن ۽ ان جا پيچرا به ڪيئي آهن. عاشق سيني اسبابن سان انهن پيچرن تي پيا هلن. هوڏانهن وري ڪي اهڙا محروم ماڻهو آهن جن جي ذري ذري تي سئي اٽڪيو پوي، جيڪي پرجهه پروڙ کانسواءِ ڳالهين جي پٺيان پيا ڊوڙين. سڌي رستي کان ڀٽڪيل ڀانت ڀانت جي رستن جا رولاڪ تن کي سچي سون جهڙي ڳالهه به منهن نه ٿي پوي. شاهه سائين انهن لاءِ چوي ٿو:

اَڻَ ڪِـي عَيـان نـ ٿِيـي، ڪِـي پَـرُوڙِي ڪـونَ
سَچِي جهِڙِي سونَ، مُنهِ نـ پيئي ماڙهوئين.

غير موزون ۽ اڻ آزمايل ڳالهه غير فطري ۽ مجيل اصولن جي ابتڙ هئڻ سبب سمجهه ۾ ڪا نه ايندي آهي پر پوءِ به عجب اهو آهي جو گهڻا ماڻهو سوچ سمجهه ۽ پرجهه پروڙ کانسواءِ ڳالهين جي پٺيان پيا ڊوڙن. ٻئي پاسي وري ڏسو ته جيڪا ڳالهه سون جهڙي سچي صاف ۽ سهڻي ڳالهه آهي، سا به ماڻهن پنهنجي عقل جي ڪوتاهي ۽ غور فڪر جي گهٽتائي سبب نه سڃاتي.

عِلَّتِــــيءَ آرامُ، پَسِــــي عِلَّـــتَ آئِيـــــو
حُسُــنُ جــو حَــقَ جــو، خــامِي يــانئِي خــامُ
اَچِــي تِتَّــا اِســلامُ، كُفــرُ كــافِرُ پــاڻ ۾.

جيڪو شخص عيب نقص ۽ سببن جي علتن ۾ ڦاٿل آهي سو ٻئي ۾ عيب، نقص ۽ سبب ڏسي خوشي محسوس ڪندو (جيئن بيمار ٻئي بيمار کي ڏسي راحت ۾ ايندو آهي) اهڙو علتي ۽ عادتي ذات حق جي جوڙيل جوڙ، حسن ۽ خوبيءَ کي بہ خامي ڪري پائنين ٿو يعني قدرت جي حسن، ان جي جوڙيل ضابطن ۽ ان جي فطرت مان بہ ڪا نہ ڪا خامي پيو ڪيندو، جيڪو سندس بيمار ذهن کي ظاهر ڪري ٿو. هوڏانهن حقيقت اها آهي تہ حق ۽ حقيقت جو اهو انڪار ڪفر آهي. اهو ڪفر ۽ انڪار ڪندڙ ڪافر ٻئي ٻئ تي اسلام ۽ مسلمانيءَ جا ڪوڙا دعويدار ٿيا آهن.

مَحــرُومَ ٿِــي مَــري وئــا، مــاهِرَ تِــي نــہ مُئــا
چــڙيءَ جِــئَن ڇُهُــنجَ هَٿــي لَــڏياٿُون لُٺــا
حُبــابَ ٿِــي هُئــا، اِنهِــين وادِيءَ وِچَ ۾.

اهي بيمار ذهن پنهنجي داخلي محرومين واري حالت ۾ ئي مري ويا. انهن جي داخلي محرومين کين خداپرستي ۽ انسان دوستيءَ جي اعليٰ انساني آدرشن جي حاصلات کان بہ محروم رکيو، جنهن سان ماڻهوءَ جو ماڻهپو، حڪمت ۽ ذهني صلاحيتون طاقتور ٿينديون آهن. نتيجي ۾ اهي سڦلائتي زندگي ۽ مهارت واري منزل ماڻي نہ مئا. جهرڪيءَ وانگر داڻي پاڻيءَ مان هڪ ڇهنب پري دنيا مان هليا ويا. انهن محرومن جو حال ڏسو، جڻ وهندڙ واهيءَ جي پاڻيءَ مٿان جر- ڦوٽا هئا، جيڪي پل ۾ ڦاٽي پورا ٿي ويا.

پر جن عاشقن زندگيءَ جي رازن کي پنهنجي تلاش سان پائي ورتو آهي ۽ اهي پنهنجي سڦلائتي خدا پرست انسان دوست عملي زندگي گذاري، پنهنجي

ابدي سلامتيءَ واري جهان جا باسي بڻيا آهن. شاهه لطيف انهن جي نصيب ۽ خوشقسمتيءَ کي هيئن بيان ڪري ٿو:

مَرَڻا اڳي جي مُئا، سي مَري ٿِيَنِ نہ ماتُ
هُوندا سي حَياتُ، جِيَڻان اڳي جي جِيَا.

طبعي موت جي اچڻ کان اڳ جيڪي پنهنجي زندگيءَ ۾ خدا پرستي ۽ انسان دوستيءَ جو نظريو ۽ نصبُ العين رکي پنهنجا حرص ۽ نفساني خواهشون ختم ڪري چڪا، سي ٻين وانگر عام موت وگهي هميشہ لاءِ مري ختم ٿي نٿا وڃن پر اُهي امر آهن. اهي سدائين جيئرا هوندا، جيڪي جسماني طور ظاهري جيئڻ واري هر گهڙي ۽ لمحي کان اڳ بہ پنهنجي خلقڻهار کي قالوا بليٰ واري جيءَ چئي چڪا آهن. ۽ مرڻ پڄاڻان بہ جيئرا آهن.

جِيَڻان اڳي جي جِيا، جُڳَ جُڳَ سي جِيَنِ
موتِي ڪِينَ مَرَنِ، مَرَڻان اڳي جي مُئا.

جيڪي جسماني طور جيئڻ واري هر گهڙي، هر دم ۽ هر لمحي کان اول، دل جي حضور سان پنهنجي خلقڻهار کي جيءُ چئي چڪا آهن، سي هميشہ لاءِ حيات آهن. اهي سدا حيات وري ٻيهر موت نہ ڏسندا، جيڪي جسماني موت جي اچڻ کان اڳ پنهنجي هر قسم جي خواهش کي حق جي تابع ڪري چڪا آهن. انهن جي ابدي سلامتيءَ واري اها زندگي، اڳ ۾ گهاريل هڪ سگهاري عملي زندگيءَ جو نتيجو آهي. جنهن کي شاهه لطيف هيئن بيان ڪري ٿو:

طَالِبُ قَصَرُ، سُونهَ سَرُ، اِيءَ رومِيءَ جِي رُوءِ
جَنِي ڏِٺِي جُوءِ، تَنِي ڪُجهُو ڪِين ڪِين.

الله جي رضا جي جستجو ڪندڙ، ڪاهوڙي انسان هڪ شاندار محل جي

مثل آهن. زمانو انهن جي آڌو عميق پاڻي سان ڀريل تلاءَ آهي، جنهن ۾ سندن عڪس پوي ٿو. اهائي عڪس اوتجڻ واري حقيقت رومي جي روح ۾ لقاءَ هو. يعني روميءَ به اهو ماڻي ورتو هو ۽ سندس فڪر به ان حقيقت جو اظهار آهي. جن ڪاهوڙين، سڌارڪن ۽ استادن اها حقيقت ماڻي ورتي، ۽ سماج تي پنهنجو اهو عڪس پسي ورتو، انهن زندگيءَ ۾ پنهنجي عمل ۽ حاصلات جي نتيجي ۾ الله جي محبوبيت واري اها جوءِ ڏسي ورتي سي ان واٽ تي هلندي جن ڏکين حالتن مان به گذريا، ان تي ڪجهه ڪو نه ڪڇيائون.

طالِبُ قَصَرُ، سُونهَ سَرُ، اَندَرِ رُومِي راءِ
جَنِي ڏِٺِي جاءِ، تَنِي ڪُڇيو ڪِين ڪِين.

"طالب قصر سونه سرُ"، ڪاهوڙي ماڻهن، سماج جي سڌارڪن ۽ استادن جو عڪس پنهنجي سماج تي نظر اچي حقيقت ۾ اهو ئي رومي جو نظريو آهي. جن پنهنجي عملي زندگيءَ سان جق ۽ حقيقت واري اها منزل ماڻي ورتي، سي اطمينان سان ان تي هلندا رهيا ۽ ڪين جيڪي به تڪليفون ان واٽ تي آيون ته ڪجهه به نه ڪڇيائون.

طالِبُ قَصَرُ، سُونهَ سَرُ، رُومِي چيو آهي
تارِڙي جي لاهي، تہ مَنجِهين مُشاهدو ٿيي.

الله تعاليٰ جي رضا جو طالب، ڪاهوڙي ماڻهو، سڌارڪ ۽ استاد هڪ شاندار محل جي مثل آهي. زمانو انهن جي آڌو عميق پاڻيءَ سان ڀريل تلاءَ آهي، جنهن ۾ سندن عڪس پوي ٿو. اهائي عڪس اوتجڻ واري حقيقت روميءَ جي آهي. جيڪو به انهيءَ حقيقت ۽ حاصلات جو طالب آهي سو زماني جا حجاب هٽائي ۽ پنهنجي نفساني خواهشن ۽ زماني جي مفادن کي پاسيرو ڪري خود حوالگي ڪري ته حاصلات جا مشاهدا پسندو ويندو.

طالِبُ قَصَرُ، سُونهَ سَرُ، ايءَ رُومِيءَ جِي رِهاڻُ
پِهرِين وِجائِڻُ پاڻُ، پَسَڻُ پوءِ پِرينءَ کي.

الله تعاليٰ جي رضا جا طالب، ڪاهوڙي ماڻهو، سڌارڪ ۽ استاد هڪ شاندار محل جي مثل آهي. زمانو انهن جي آڏو عميق پاڻيءَ سان ڀريل تلاءَ آهي، جنهن ۾ سندن عڪس پوي ٿو. اهائي عڪس اوتجڻ واري حقيقت روميءَ جي ٻڌايل آهي. جيڪو به انهيءَ حقيقت ۾ حاصلات جو طالب آهي ته پهريائين پنهنجي ”خودي“ ۽ ”هستي“ کي وڃائڻو آهي، ۽ پوءِ ئي ان کي پسڻو آهي.

طالِب قصر، سُونهَ سَرُ، ايءَ رُومِيءَ جِي راحَتَ
جَنِي ڏِٺي سَتَ، تَنِي کُڄئو کِين کِين.

”طالب قصر، سونه سر“، سماج جي سڌارڪن ۽ استادن جو عڪس سندن ڪوششن ۽ عمل جي صورت ۾ پنهنجي سماج تي نظر اچي، رومي جي اها ئي اطمينان ۽ خوشي واري وائي آهي. جن ان مقصدِ سان لاڳاپيل سات ۽ جماعت کي ڪم ڪندي ڏٺو، هو انهن جي گڏيل جاکوڙ جو حصو بڻجي ويا. ڳي وات واجهائڻ انهن ڇڏي ڏني.

طالِبُ قَصَرُ، سُونهَ سَرُ، ايءَ رُومِيءَ جِي اوطاقَ
پَچِين دَرِ فِراقَ، تہ مَنجهِين مشاهدو ماڻِيين.

”طالب قصر، سونه سر“، سماج جي سڌارڪن ۽ استادن جو عڪس پنهنجي سماج ۾ نظر اچي، اهائي رومي جي فڪر ۽ نظر واري منزل آهي. تو منجهه اها طلب ۽ جستجو جي هورا ڪورا پيدا ٿئي جيڪا خدا پرست انسان دوست ڪاهوڙين ۾ سندن جستجو ۽ تلاش جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندي آهي تہ جيڪر تو ڪي بہ پنهنجي چوڌاري حالتن بدلائڻ وارين رازن ۽ حڪمت عملين جو مشاهدو ٿي وڃي.

ڪَـــر طَريقَـــتَ تَڪِيـــو، شَـــرِيعَتَ سُـــجاڻ
هِنيـون حَقِيقَـتَ هيـرِ تُـون، مـا ڳُ مَعرِفَـتَ چاڻ
هُوئِجِ ثابُوتِيءَ ساڻِ، تہ پُسَڻَ ڪان پالهو رَهِين.

خدا تعاليٰ جي سڃاڻ ۽ معرفت جو شعور حاصل ڪرڻ واسطي ان جي ضابطن يعني ”شريعت“ کي اختيار ڪر. پنهنجي اندر کي حقيقت واري بصيرت سان همڪنار ڪر ۽ انهيءَ سان خدا جي معرفت ۽ رضا کي منزل مقصود بڻاءِ. پنهنجي عملي زندگيءَ ۾ انهيءَ حاصلات تي ثابت قدم رهندين تہ ڀٽڪڻ جي گناهہ واري آلائش کان آجو رهندين.

’پـاڻُ‘ پَـردو ’پـاڻَ‘ کـي، سُـڃِي ڪَـرِ سَـنيالَ
وِڇـان جـو وِصـالَ، سـو تـان هُـڻُ ’هِـنَ‘ جـو.

پنهنجي ’پاڻ پڻي‘ ۽ ’آءٌ‘ وارو خيال ئي، پنهنجي ذاتي حقيقت جي آڏو هڪ حجاب آهي. اها ڳالهہ ٻُڌي سمجهي، خبردار ٿيءُ. انسان ۽ ان جي وڏي منزل ماڻڻ جي وچ ۾ جيڪا وڏي جهل ۽ رڪاوٽ آهي سو ماڻهوءَ جو پاڻپڻو ۽ ان جي انانيت آهي. سو جيستائين پاڻ پڻي ۽ معتبريءَ جو وهم نہ نڪرندو تيستائين زندگيءَ ۾ وڏي حاصلات ممڪن ڪونهي.

’پــاڻُ‘ پَــردو پــاڻ کــي، طالِــبَ سُــڃِجُ تــون
نَڪـا ’هـان‘ نـہ ’هـون‘، پَـردا سَـڀِ پاسـي ٿِـئا.

پنهنجي ’پاڻ پڻي‘ ۽ ’انانيت‘ وارو وهم ئي تنهنجي زندگيءَ جي اصلي منزل آڏو هڪ حجاب آهي: اي طالب! تون اها ڳالهہ سڻ ۽ سمجهہ. جيڪڏهن پنهنجي اندران ”مان“ واري هان ۽ هون ڪيي ڦٽي ڪرين ۽ شڪ شبهن مان

نڪري اچين ته پوءِ توڪي اتم حاصلات ۾ اعليٰ انساني سچايون حاصل ٿي پون. اندر ۾ ڪو به شڪ شبهو ڪونهي ايمان پختو ۽ يقين ڪامل آهي ته پوءِ سڀ حجاب هٽي وڃن ٿا ۽ حاصلات جا دروازا کلي وڃن ٿا.

## وائي

سَيَڪا پرِيان ڪوُن پُوڄي
نِيهُ نيٽَين، ڳُڻُ ڳالِهيين

١- جا چِتايَمِ چِتَ ۾، سَڄَڻُ سا تو ٻُجهي
٢- لاتِ جا لَطيفَ جِي، سَڏُ تَنهِين جو سُڄي.

هن جهان ۾ هر شيءِ هڪ ئي محبوب جي تلاش ۾ آهي. هر عاشق، هڪ ئي محبوب جي پرستش ڪري ٿو. جتي نيٽن جو نيهن اٽڪي ۽ جتي ڳالهيون ڳڻ واريون هجن ٿيون. ايئن ماڻهو هڪ ئي عقيدو ۽ نظريو رکي، پانت پانت جا عقيدا ۽ نظريا رولي خواريءَ ۾ وجهندا. پوءِ وري ماڻهوءَ جو اهو نظريو سندس سوز، درد ۽ عمل ۾ سمايل نظر اچي ۽ نيٽن مان ان مقصد جي جاکوڙ ۽ حاصلات جو نينهن بکندو نظر اچي. جڏهن ماڻهو اها ريت اختيار ڪندو ته پوءِ جيڪو مقصد ۽ حاصلات هُن دل ۾ سوچي آهي، اها هن جي لاءِ آسان بڻبي وڃي ٿي. لطيف جي ٻڌايل خدا پرستي ۽ انسان دوستيءَ جي اها لات يا پڪار سچي انسانيت جو ورثو آهي ۽ ان جي جاکوڙ، پڪار ۽ سوز پري پري تائين پهتل ۽ مچيل آهي.

عشق جو سوز ۽ آواز جيڪڏهن آفاقي آهي ۽ عالمگير آهي ته ان مان حاصلات آهي به آهي. باقي جيڪڏهن عشق جي نالي تي رڳو خواهشن جي پيروي ڪرڻ آهي يا رڳو سنگت جو سڏ پرتو آهي ته ڪنهن هُل ۾ شرڪت ڪري تفريح ڪرڻي آهي ته اهو پاڻ کي به ڏوکي ۾ رکڻ آهي، پاڻ کي اطمينان ۽ سلامتي واري زندگي کان به محروم رکڻو آهي ۽ پنهنجي ڌرتيءَ وارن ٻين

انسانن کي بہ ڏوکي ۾ رکڻ آهي. يا وري ناليِ ماتر صوفين وارو عشق بہ هڪ وڏو ڏوکو آهي تہ ڪنهن کي مرشد سان عشق آهي انهيءَ ڪري زماني جا سڀ حق ۽ فرض ڇڏي گيڙو الفي ڳچيءَ ۾ وجهي پاڻ کي عاشقن ۾ شمار ڪرائيندو وتي. اها تہ پاڻ غلاميءَ جي هڪ قبيح شڪل آهي.




## عشق جو ٻيون اصول

پنهنجي "مان" کي ڪڍي
ڦٽو ڪرڻ شاهه وٽ عشق جو
ٻيون اصول آهي.



ماڻھوءَ جي ”مان“ ان جي اندر ۾ موجود آھي. چار وڏا جبر ۽ قيد آھن، جن ۾ ماڻھو جڪڙيل ھجي ٿو. ھڪ فطرت جو قيد، ٻيو تاريخ جو قيد، ٽيون سماج جو قيد، چوٿون ذات جو قيد. ڊاڪٽر علي شريعتي چوي ٿو تہ پھرين ٽن قيدن مان نڪرڻ ماڻھوءَ لاءِ آسان آھي جوان جا خارجي محرڪ آھن. فطرت، تاريخ ۽ سماج جو علم حاصل ڪري ماڻھو انھن قيدن مان نڪري سگھي ٿو. فطرت جا قانون ڄا آھن ۽ اھي انسان تي ڪيئن اثرانداز ٿين ٿا. اھو علم ھينئر سائنس جي نالي سان ماڻھوءَ کي فطرت جي قيد ۽ جبر مان خلاصو ڪرڻ لاءِ وڏي وٿ ٻٽيو آھي. سخت گرمي فطرت جو قيد ۽ جبر آھي، پر ماڻھو تڏ جا سائنسي ذريعا اختيار ڪري ان قيد مان نڪري اچي ٿو. اھڙي طرح تواريخ جي جبر مان ڇوٽڪاري جو ذريعو تواريخ شناسي آھي. تواريخ جي فلسفي ۽ تواريخ جو محرڪن تہ اھي ڪھڙي ريت انسان جي سوچ، فڪر ارادي، جذبن ۽ اخلاق کي متاثر ڪندا آھن تہ پوءِ ھو تواريخ جي جبر کان ڇوٽڪاري جي واٽ ڳولھي سگھي ٿو. اھڙي طرح سماجي جبر جو مسئلو آھي. سماج شناسيءَ جي علم ان مسئلي جا حل بہ ڪيڍي ورتا آھن. انھن علمن جي ذريعي اجتماعي ۽ طبقاتي لاڳاپن جي حقيقت واضح ٿيندي پئي وڃي. مذھب، ملڪيتي سرشتو، خانداني اجتماعي حق ۽ فرض جن کي ماضيءَ ۾ ازلي ۽ ابدي ۽ تبديليءَ کان مٿانھون ڄاتو ويندو ھو ۽ جن کي مقدس ۽ غيب کان نازل ٿيل قانونن واري حيثيت حاصل ھئي، انسان ھاڻي انھن کي جبري حقيقت طور قبول نٿو ڪري. بلڪ ھو اھڙن معاملن تي پاڻ غور ۽ فڪر ڪري خود فيصلو ٿو ڪري. ھو سماجي ريتن رسمن ۽ عقيدن توڙي نظرين تي تنقيد ٿو ڪري، ھو انھن ۾ ترميم ۽ اصلاح ڪري سگھي ٿو ۽ ان کي بلڪل بدلائي بہ سگھي ٿو. اھي سڀ ڳالھيون ھن ڳالھہ کي ثابت ڪن ٿيون تہ انسان گھٽ يا وڌ، پنھنجو پاڻ کي پنھنجي چوڌاري سماجي جبر مان آزاد ڪري چڪو آھي ۽ آھستي آھستي انھيءَ آزاديءَ ۾ اضافو ٿيندو پيو وڃي.

باقي انسان جو چوٿون قيد ھي آھي تہ ھو پنھنجي ذات جي خول ۾

گهيريل آهي. ڊاڪٽر علي شريعتي چوي ٿو ته: ”هن قيد ۾ ٿي انسان وڏ ۾ وڏ عاجز ۽ مجبور ٿو ملي. جو ته هن قيدخاني جو وجود انسان کان الڳ ناهي، بلڪ ان ڪوٺڙيءَ جون ڀتيون خود سندس وجود اندر آهن. هي اهو قيدخانو آهي جيڪا داخلي حقيقت آهي. هي سندس انا جو بنديخانو آهي ۽ خوديءَ جو پيرو آهي، جتي بنديخانو ۽ باندي هڪ آهن. مرض ۽ مريض ٻئي هڪ آهن. ان ڪري ان مرض منجهان شفا حاصل ڪرڻ سڀ کان ڏکي ڳالهه آهي. انسان ٻين ٽن بنديخانن مان علم جي ذريعي آزادي حاصل ڪري سگهي ٿو، پر ذات جي بنديخاني مان آزادي علم جي ذريعي ممڪن نه آهي. ڇاڪاڻ ته هتي حالت خود قيد جي آهي. ان ڪري انسان جيڪڏهن پنهنجي ذات جي بنديخاني مان آزادي چاهي ٿو، ته ان جو ذريعو علم نه پر عشق آهي. عشق جي سگهه مصلحتن، حسابي عقل ۽ منطقي توجيهن کان مٿانهين هوندي آهي، اها عظيم قوت انسان جي باطن ۾ هوندي آهي. جيئن ”انا“ باطن جو اُپار آهي، تيئن باطن مان ٿي اپريل عشق ان ”انا“ جو ترياق آهي. اها اندروني سگهه انسان جي نفس جي براين خلاف بغاوت ڪري ٿي. نفس جي خواهشن تي غلبو پائي ٿي.“

نفس جون خواهشون ماڻهوءَ کي الائي ڪتي ڪتي وڪٽائي ٽيون ڇڏن ۽ چڱن ڀلن ڏسڻ وائسن کي وڪٽائي ٽيون ڇڏن. ڪيترا ماڻهو جيڪي علمن جي ترقيءَ جي نتيجي ۾ فطرت، تاريخ ۽ سماج جي قيد مان ته پاڻ کي آجا ڪرڻ جهڙا ٿي ويا پر ذات جي قيد انهن کي پاڻ وڪٽائي ڇڏيو. ماڻهن جي ذهانتن ۽ قابليتن جي جيڪا ضرورت قومي مقصدن کي گهربل هوندي آهي، ماڻهو اها ذهانت ۽ قابليت نفساني لونجهه ۽ خواهشن هيٺ واڪن تي وڪڻندا آهن. اين جي اوز جو ڪلچر اٿيو ته سماج جي ذهين ترين ماڻهن اتان اٿندڙ واڪن تي پنهنجي پيشڪاري شروع ڪئي. پيڪيج ۾ هيترو پئسو، هيتريون گاڏيون، هيترا بونس، هيتريون سهولتون، اهي سڀ چڱن ڀلن کي ڪائي ويون. انهيءَ خواهشن ۾ پوئتان اهو به خيال نه رهيو ته انهن جي ديس جي ماڻهن جو ڇا ٿيندو جيڪي نسل در نسل غلاميءَ جا سور سهي آخرڪار پنهنجي سڄاڻ ۽ ذهين هم وطنن جي سوچ ۽ فڪر عمل ۽ جاکوڙ جي نتيجي ۾ حالتن بدلجڻ جا اميدوار بڻيا ويٺا آهن. وڪري جي وکر طور ٻڌجڻ وقت جهٽ گهڙيءَ لاءِ انهن هي به نه سوچيو ته اهڙن واڪن جي نتيجي ۾ اسان کان ڪم کهڙو ورتو ويندو.

اهڙي طرح ذهين ماڻهن جو هڪ وڏو تعداد ديارغير ڏانهن هليو ويو. اهو پاهر ويل ۽ انهن اين جي اوز ۾ ڪپيل ماڻهن جو ذهانتن ۽ قابليتن وارو ايڏو وڏو تعداد موجود هو جيڪو سنڌ جي ندڻڪائيءَ ۽ پست حاليءَ جي زماني ۾ هڪ موثر جماعت بنديءَ سان ڌرتي ۽ ڌرتي واسين لاءِ مالڪي ۽ سڄٽائپ جو هڪ بهتر متبادل بڻجي پئي سگهيو، پر ان جي لاءِ جيڪا ايمان ۽ عشق تي آڌاريل پيش بندي ڪرڻي هئي ۽ جنهن ايثار ۽ قربانيءَ جي ضرورت هئي، ان جي اڻاٺ هئي. جيڪي باقي بچيل چڱا ڀلا نالي‌وارا ڏاها ۽ دانشور سنڌ جي سورن تي ٽڏا شوڪارا ڀريندي ٽڪبا ڪو نه هئا، پنهنجي لکتن ۾ نهال هئا پر عملي پيشبندي انهن ۾ به ڪا ورلي نظر آئي. چڱا ڀلا ڏسٽا وائسٽا ماڻهو عهدن ۽ مراعتن جي آسري تي وڏن قومي ڪمن ۾ هٿ وجهڻ جا روادار نه هئا.

انهيءَ ڪري هي ياد رکو ته عشق خودغرضي، مفاد يا مصلحت کان مٿانهون ۽ بي نياز هوندو آهي. عشق جي معنيٰ آهي هر شيءِ کي قربان ڪري ڇڏڻ ۽ ان جي عيوض ڪنهن به شيءِ جو مطالبو نه ڪرڻ. هي اها عظيم چونڊ آهي جتي انسان پنهنجي ذات جي خلاف چونڊ ٿو ڪري. هي ايثار ۽ قربانيءَ جي اها منزل آهي جتي هو پنهنجي مفادن ۽ مراعتن وڃائڻ ۽ ان جي بدلي پنهنجي لاءِ ولوڙ، تڪليفن، اهنجن جي چونڊ ڪري ٿو ۽ ان کان اڳتي وڌي پنهنجي لاءِ موت جي چونڊ ٿو ڪري ته جيئن سندس قربانيءَ جي نتيجي ۾ ٻين کي زنده رهڻ جو موقعو ملي سگهي. پر جيڪڏهن زنده رهندو آهي ته سندس زندگيءَ جو هڪ ئي مقصد هوندو آهي ته هو پنهنجي آدرشن جو تحفظ ڪري.

عشق جي اها سگهه ايمان ۽ يقين سان لاڳاپيل آهي، جيڪڏهن ڪو ماڻهو ايمان ۽ يقين جي دولت کان خالي آهي ته پنهنجي اندر جي عشق کي ٻارڻ واري چڻنگ عطا ڪري نه سگهندو. ان ڪري ماڻهو ايمان ۽ عشق وسيلي پنهنجو پاڻ کي ذات جي بنديخاني مان آزاد ڪرائي، خود غرضي، مصلحت شناسي يا مفادپرستيءَ جي بدلي قرباني ۽ ايثار جو رستو اختيار ڪري پنهنجي انسانيت کي دريافت ڪري سگهي ٿو. انسانيت جي تڪميل ۽ ترقيءَ جو رستو آهي ايثار جو رستو ۽ اها آهي عشق جي منزل جيڪا مذهب ماڻهوءَ کي عطا ڪري ٿو.

شاهه لطيف انسان اندر انهيءَ ”آئون“ ۽ ”مان“ جو وجود ماڻهوءَ جي جبلت ٿو ڀانئين، بلڪ شاهه سائين سڄي ڪائنات ۾ انهيءَ جي نشاندهي ڪري

ٿو ۽ چوي ٿو تہ اهو خدا جو جوڙيل پنهنجو نظام آهي تہ ان ماڻهوءَ کي اها جبلت ڏئي وري ان تي ضابطي جو بہ کيس ڏانءُ ڏنو آهي. حقيقت ۾ ان طريقي سان انسان کي بلند مرتبن تي پهچائڻ جو اهو مَنڊ پکيڙيل آهي. پيدا ٿيڻ وقت ماڻهوءَ کي جيئن تہ پنهنجي ٺهيل ٺڪيل شخصيت نٿي ملي، پر هُن کي اعليٰ انساني قدرن سان پنهنجي شخصيت ٺاهي جوڙي، وري پنهنجي اصليت ڏانهن رجوع ڪرڻو آهي ۽ پنهنجي مالڪ ڏي عود ڪرڻو آهي. انسان ”مان“ تي ڪنٽرول ڪري پنهنجي ايمان ۽ عشق سان (عشق ايمان جي عملي سرگرمي آهي) پنهنجي منزل مقصود تي خوبيءَ سان پهچي سگهي ٿو. شاهہ سائين سر ڪلياڻ جي هن داستان 3 ۾ اجهو هيئن فرمائين ٿا:

عـالَمُ ’آئُـون‘ سـانُ، پَرِئـو تـو پيـرَ ڪَـري
’پـانُ‘ نـہ آهـي ڄـانُ، مانـڊيءَ منـڊُ پَکَيڙِئـو.

”مان“ يا ”انانيت“ سڄي جهان جو مسئلو آهي ۽ جتي ڪٿي ماڻهن منجهہ پيريل واهن وانگر ٿي وهي. اها ماڻهوءَ ۾ ٻاهران يا خارج کان نٿي اوتجي پر اهو ماڻهو جي پنهنجي اندران ٺئي ان جي نفس جو ڪو منڊ منڊيل آهي ۽ ماڻهو ”پاڻ“ جي اُن ڄار ۾ اهڙو تہ وڪوڙجي ويو آهي جو پنهنجي هن حقيقت کي ڄاڻڻ بہ ڀلجي ويو آهي تہ مان ڪير آهيان، ڇو پيدا ڪيو ويو آهيان ۽ منهنجي منزل ڇا آهي؟

ڪِيـئن مائينـدا مَـنَ ۾، ’خـودي‘ ۽ خُـدا
ٻِـنِ تَـرارِنِ جـا، ڪـا آهـي هِـڪَ مِيـانُ ۾!

پنهنجي هستي جو ”آءٌ ئي آهيان“ وارو غرور، ۽ ”الله جي عبديت“ وارو عقيدو، يعني خود رخي ۽ خدا رخي رويا ساڳئي وقت ڪيئن دل ۾ جائگير ٿي سگهندا. اهو تہ ايئن ئي آهي جيئن ڪو شخص هڪ مياڻ ۾ هڪ ئي وقت ٻن ترارن کي ماپائڻ جي لاحاصل ڪوشش ڪري. وري جيڪڏهن سڄي زندگي ماڻهو اهڙي ڪوشش ڪندو رهي تہ ان کان وڌيڪ بيوقوفي ٻي ڪهڙي ٿيندي؟!

’آئُون‘ سِين اُنَ پارِ، ڪَڏهِن تان ڪونہ پئو
اِنَ اللّٰهَ وِترُ يُحِبُ الوِترَ، نيئي بيائِي پارِ
هيڪَڙائِيءَ وَتِ هارِ، هَنجهُون جي ’هُئَڻُ‘ جُون.

پنهنجي پاٽپٽي جو غرور پاڻ سان گڏ کڻي هُن پار يعني منزل مقصود تائين ڪو بہ نہ پهتو آهي. پاڻ الله تعاليٰ جيئن واحد ۽ هيڪائي هڪ آهي تيئن پاڻ بہ هيڪڙائيءَ کي پسند ڪري ٿو. انهيءَ ڪري دوئي ۽ ساڻس شراڪت کي ساڙي ٻاري ڇڏ ۽ ان ڪان بلڪل آجو ٿيءُ. جيڪڏهن تو وٽ پاٽپٽي ۽ دوئيءَ جي ڪا ڪار آهي تہ پوءِ توبهہ تائب ٿيءُ ۽ پنهنجي خلقڻهار اڪيلي الله جي حضور ۾ وڃي پنهنجي هستيءَ وارا ڳوڙها ڳاڙ ۽ پنهنجي هستيءَ کي هيڪڙائيءَ جي آڏو وڃي ڪيرائي پاٽپٽي ۽ دوئيءَ کي ختم ڪري ڇڏ.

’آئُون‘ اوريان جَهلِ تون، ڇَڏيمِ ’پاڻُ‘ پَچارَ
شِرڪَ ساڻُ سَتارَ، گهٽا گهارِيمِ ڏينهَڙا.

اڪيلي الله جي حضور ۾ عرض ڪر تہ اي منهنجا مالڪ! هن منهنجي ’آپي‘ ۽ انانيت کي مون کان پري ڪري جهل. مون پنهنجي ’پاٽپٽي‘ جي پچر ئي ڦٽي ڪئي. اي سڀاجها ستار! هاڻي مون تي اها مهر ڪر، جو منهنجو ماضي مون کان وساراءِ. مون پاٽپٽي ۽ دوئي سان گهڻائي ڏينهن گڏ گذاريا آهن، منهنجي دامن کي هاڻي ان کان پناهہ ۾ رک.

بَنِ بيائِي سُپِرين، ’پاڻان‘ اُتي پَلِ،
’آئُونَ‘ اوري جَهلِ، تہ توکي رسي تو ڏَٽي.

ٻن پوي دوئي ۽ شرڪ اي منهنجا پيارا سڄڻ! اهو عزم ڪري تون اتي پئہ پنهنجو پاڻ کي پنهنجي ’آپي‘ ۽ ’انانيت‘ کان پري ڪري جهل. ’آپو‘ ۽ ’پاٽپٽو‘ پاڻ کان هٽائي پري ڪر، پنهنجي نفس کي انهيءَ غلاميءَ مان آجو

ڪر تہ تنهنجو حقيقي مالڪ ۽ محبوبِ اچي توساڻ ملي ۽ تنهنجي نڌڻڪائي ختم ٿئي.

تــو ڪي رَسـي تــو ڏَٽـي، جُملــو ئــي جَمــالُ
ڪـونهي ٻِئو خيـالُ، جي شارِڪَ شَڪُ وِڃائيين.

پاڻپڻو، دوئي ۽ شرڪ ڇڏڻ جي نتيجي ۾ جيڪڏهن تنهنجو مالڪ حقيقي محبوب توکي ملي وڃي ۽ ان جي رنگ سان تون رنگجي وڃين تہ نسورو ئي جمال ۽ سونهن توکي پلئہ پئجي وڃي. جمال ۽ ڪمال پسڻ جو انهيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪو خيال ۽ صورت ئي ڪونهي. جيڪڏهن تون هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ جو پنهنجو شڪ ۽ گمان ڦٽو ڪري ڇڏين تہ پوءِ ڳالھ پڪ سان اها ئي اٿئي.

'مُون' مُونهِين ۾ سَپجي، مُون ڪـي مُون جُڳاءِ
مُونهِين جِي ساجاءِ، مُونهِين منجهان مُون ٿيي.

پاڻپڻي ۽ آئون آهيان وارو خيال، منهنجي پنهنجي اندر مان ئي سَرجي ۽ وجود وٺي ٿو. برابر هو جبلي طرح منهنجي اوسر سان سَرجي ۽ وڌي ٿو پر ساڳي وقت مون کي پنهنجي خود شعوري ۽ پاڻ سڃاڻڻ واري تميز بہ منهنجي پنهنجي اندر سمايل ۽ عطا ٿيل آهي. جنهن جي تقاضا آهي تہ منهنجي مان ۽ پاڻپڻو دٻجي. اهوئي تہ هن دنيا ۾ ماڻهوءَ جو امتحان آهي.

اهو انسان ئي آهي جنهن کي الله تعاليٰ ٽن وڏين امتيازي خاصيتن سان پيدا ڪيو آهي. هڪ هي تہ هن کي راءِ ۽ چونڊ جو حق مليل آهي، ٻيو هي تہ ماڻهوءَ کي خودشعوري حاصل آهي تہ هو ڪير آهي ۽ سندس منزل ڇا آهي؟ ٽيون هي تہ کيس تخليقي صلاحيت بہ حاصل آهي. انهن ٽنهي صلاحيتن جي موجودگيءَ ۾ پنهنجي جبلتن تي ضابطو رکڻ اهوئي هن دنيا ۾ ماڻهوءَ جو امتحان آهي. جيڪو ماڻهو هن دنيا ۾ پاڻ کي امتحان جي حالت ۾ سمجهي ٿو

۽ جاڻي ته ان امتحان جي نتيجي ۾ ئي منهنجي زندگيءَ کي حتمي ۽ دائمي سلامتيءَ ۽ خدا جي رضا ۽ محبوبيت واري زندگي ملڻي آهي ته پوءِ انهيءَ کي جبلتن ۽ عملن ۾ بظاهر نظر ايندڙ تضاد به انهيءَ خلقڻهار جا رنگيءَ وارا رنگ لڳن ٿا. پوءِ اهڙو ماڻهو ڪائنات جي هزارين رنگن جي وچ ۾ هئڻ جي باوجود يڪ رنگ رهي ٿو.

'ڏِسَڻُ' ڏِسين جي، تہ هَمہَ کي حَقَ چَئِين
شـارِڪَ شـڪُ مَ نـي، اَنـدَا اِنهِـين ڳالهِـ ۾.

هي ظاهري اک کي جيڪي شين جا ضد نظر اچن ٿا، تون جيڪڏهن رڳو ظاهري 'اک' سان نہ، پر جي صحيح فهم ۽ ادراک واري نظر سان ڏسين ته پوءِ شڪ ۽ اضِداد آهي ئي ڪانہ. تون جيڪر دانائيءَ جي ان شعور سان ڏسين ته سڀ کي اصل حق جو جلوو ڪري ڄاڻين. هي سڀ ان جي حڪمت جي جوڙ آهي. هي انساني جبلتن جا ضد به ان جي آزمائش واري حڪمت جي جوڙ آهن. اي شرڪ ڪندڙ دل جا اندا! تون انهيءَ ڳالهہ ۾ بالڪل شڪ ئي نہ آڻ.

وڏي تـــــان اِنَ واتَ ۾ ٻيلَـــــپَ 'ٻيـــــائِي'
آهـــي اُونـــداهِيءَ جـــو شِـــرڪُ سَـــهائِي
چِٽـــي چِٽـــائي، اَلـــفَ جـــي عَينَـــڪَ ۾.

سچ ۽ حق جي واٽ تي هلڻ ۾ يڪ رنگي بيحد ضروري آهي. ٻين سيني فڪرن ۽ رستن کي ٻيلپ ٻيائي ڄاڻي ان جو انڪار ڪبو. ان انڪارَ سان ئي اقرار ۽ اثبات اهڙي حقيقت آهي جيئن اونداهيءَ جي نفيءَ سان روشنائيءَ جي حقيقت جو اعتراف. جنهن پنهنجي اکين تي الف جي عينڪ چاڙهي، توحيد ۽ هيڪڙائيءَ کي پنهنجو فڪري سرچشمو بڻايو، ان جي سامهون اهي حقيقتون چٽيون ٿي وڃن ٿيون، ڪا به ڳالهہ منجهيل نٿيءَ رهي. پوءِ اهڙو انسان ذهني

غلامين، فڪري غلامين ۽ هر قسم جي سماجي غلامين مان پاڻ کي آسانيءَ سان آجو ڪري وٺي ٿو.

بي شِرڪُ ٿيائين پاڻَ کي، عينُ شِرڪَ اِيءُ
وڃائي وُجُودَ کي پاڻان پاسي ٿيءُ
هَڏَهن ڪونهي 'هِيءُ'، 'هُو' پُڻُ ڪونهي 'هِن' ري.

ظاهر ۾ تہ تون پاڻ کي شرڪ کان خالي ٿو ڀانئين. حقيقت ۾ شرڪ ٿي اهو آهي تہ تون پنهنجي وجود کي پاڙپٽي، غرضن ۽ مفادن جي هستي بڻائي ڇڏيو آهي پر دعويٰ ٿو ڪرين بي شرڪ هئڻ جي. ان ڪري تون خود رخي زندگيءَ جي لاڙن ۽ پاڙپٽي واري ڪرت کان آجو ٿيءُ، پوءِ هي يقيني ڳالهہ آهي تہ تنهنجو هي شرڪ رتو ظاهر، تنهنجي اقرار ڪيل باطن کان ڪٽيل ڪونهي. ۽ نہ هو وري هِن کان ڪٽيل آهي ان ڪري جيستائين پاڻ کي هر قسم جي شرڪ کان آجو نٿو ڪرين، تيستائين مالڪ حقيقي جي رحمت کان پري رهندين ۽ ايئن زندگيءَ جي اصل حاصلات کان تنهنجي محرومي قائم رهندي.

آڏو جو اِثبات کي سو شِرڪُ لاهي شَڪُ
هُئِي جَنه ۾ حَقَ، تَنه 'نَفِي' جهڙو ناه ڪِين.

حق جي اثبات يعني ثابتي ڏيڻ ۽ ايمان آڻڻ لاءِ اول ناحق ۽ باطل جي نفي بيحد ضروري آهي. نفي ۽ انڪار سان شرڪ ۽ شڪ ٽوڙي نهوڙجي ٿو. اهڙي طرح نفي جيئن پنهنجي مفادن ۽ غرضن جي ٿيندي تيئن ان ڏاڍ ۽ جبر جي بہ ٿيندي جيڪو فردن، طبقن ۽ قومن کي غلام بڻائي ويٺو آهي. انهن سيني غلامين جي نفي ۽ انڪار حقيقت پسندي آهي، جيستائين اهو انڪار نہ ٿيندو تيستائين اثبات يعني آزاديون ماڻي نہ سگهبيون. اهڙو 'نَفِي' ۽ اهڙو 'انڪار'

جيڪو حق تي هجي ۽ حق لاءِ اپاريندڙ هجي سو وڏي وٿ آهي ۽ تنهن جو ڪو مٽ ئي ڪونهي.

اِنَ پَرِ نہ اِيمانُ، جِئَن ڪَلِمي-گو ڪوٺائيين
دَغا تنهنجي دِلَ ۾، شِرڪَ ۽ شيطانُ
مُنهَ ۾ مُسلِمانُ، اَندَرِ آزرُ آهِين.

سچو ۽ مڪمل ايمان ائين ناهي جيئن تون پاڻ کي ظاهري طور ڪلمو پڙهندڙ ٿو سڏائين ۽ ايمان وارو هجڻ جي دعويٰ ٿو ڪرين. پر تنهنجي اندر ۾ مفاد پرستيون، ڏ پتايون ۽ دغابازيون، ٻيائي ۽ شيطان ويٺل آهن جيڪي تنهنجي ماٺيپي جا دشمن آهن. تون رڳو چوڻ ۽ ڏسڻ ۾ 'مسلمان' پيو سڏجين پر اندر ۾ آزر وانگر مفادن ۽ غرضن جا بت جوڙي ويٺو آهين، انهن جو رکوالو ٿيو ويٺو آهين.

ڪُوڙو تون ڪُفرَ سِين ڪافرُ مَ ڪوٺاءِ
هِندو هَڏِ نہ آهيين، جَٽيو تو نہ جُڳاءِ
تِلِڪُ تَنِي کي لاءِ، سَچا جي شِرڪَ سِين.

اي ڪفر کي مڃيندڙ ڪافر! جڏهن تون پنهنجي 'ڪفر' واري عقيدي ۾ به سچو نہ آهين ۽ اتي به منافقتون ڪندو وتين ٿو تہ پوءِ پاڻ کي 'ڪافر نہ سڏاءِ'. شاهه سائين هندوءَ لاءِ چوي ٿو تہ اي هندو! جيڪڏهن تون سچو هندو نہ آهين تہ پوءِ توکي هندو ڌرم وارو جٽيو پائڻ نٿو جڳائي. ماڻهو جتي به هجي اتي خالص ۽ پڌرو هجي. ڇاڪاڻ جو عقيدي جي منافقت ۽ ٺڳي به ماڻهوءَ کي سٺو انسان بڻجڻ نہ ڏيندي آهي. هندن وارو 'تلڪ' به انهن کي لڳائڻ جڳائي جيڪي 'شرڪ' سان سچا آهن.

کافرُ ٿيءُ تہ اُبھين باب شَرَعَ جا ڇڏِ
مَنُ مُشرِڪَنِ گڏِ، تہ ويجهو ٿِئين وِصالَ ڪي.

تون هي پڻ ٻيڙين جي سواري ڇڏ. جي توحيد ۾ هيڪڙائي تي تون يڪ رنگ نٿو بيهين تہ پوءِ پڌرو 'ڪافر' ٿيءُ تہ اتي توکي پڌرائي ملي. تون نڪاح، جنازي ۾ اتي وينيءَ جون اسلامي شريعت جون ڳالهيون ڇڏ. جي خدا وحده لاشريڪ لہُ جي اصل توحيد واري حاصلات تو وٽ ناهين تہ پوءِ رسمي مسلماني تو لاءِ ڪهڙي ڪم جي. نہ هِتان جون ڀلايون تنهنجي ڪم اينديون ۽ نہ آخرت جون، تنهن ڪري تون پنهنجو من، نيت ۽ عقيدو پوريءَ طرح مشرڪن سان ملاءِ، تہ پوءِ جيڪو تنهنجو پنهنجي مرضي ۾ مفادن لاءِ جيئڻ جو پنهنجو محبوب مقصد آهي، تنهن کي پورو ڪري سگهين. هيئَن منافقت جي زندگي جيئڻ تہ تنهنجي انسانيت جو ڪوس آهي.

مُنہُ آهيريان اُجرو، قَلبَ ۾ ڪارو
ٻَهران زيبُ زِبانَ سِين، دِلِ ۾ هَڇارو
اِنَ پَرِ ويچارو، ويجهو ناهہ وِصالَ کي!

خود رخي زندگي گهاريندڙ ماڻهو ظاهري طور تي سٺو ۽ ڏيک ويک ۾ ڀلو نظر ايندو آهي پر هُن جي اندر جو حال سندس صورت جي ابتڙ هوندو آهي. ظاهر ۾ آرسيءَ کان وڌيڪ صاف نظر ايندو پر اندر پليتائي ۽ دغا جي ڪاراڻ ڀريل هوندس. سندس زبان تي سهڻيون ۽ مٺيون ڳالهيون هونديون پر اندران ٺي اندران دغا خور ۽ نقصان رسائيندڙ آهي. پنهنجي ان مطلبي زندگيءَ جي نتيجي ۾ منڊئون محروميون حاصل ڪري پنهنجون بدبختيون پاڻ سان گهمائيندو وتندو آهي. اهڙن افعالن وارو اهو پتڪيل ۽ ڀليل، جيئن انسانيت جي قدرن کان پري آهي تيئن الاهي قرب ۽ مالڪ جي محبوبيت کان بہ گهڻو پري آهي.

مُنهُ تہ مُوسيٰ جهڙو، اَندرِ ۾ اِبليسُ
اهڙو خامُ خَبيثُ، ڪَدي ڪوهَ نہ ڇَڏيين.

اهڙن ماڻهن ۾ ڪو تہ وري ڏسڻ ۾ نيڪ نوراني صورت وارو، پر اندر ۾ شيطان هوندو آهي. جيئن شيطان انسان جي تعظيم، ان جي حق ادائي ۽ نفعي بخشيءَ جو اتي بہ انڪار ڪيو هو تيئن هتي بہ شيطان جي پوئلڳيءَ ۾ سندس ساڳي روش هوندي. اهڙي بيڪار بڇڙي شيطاني روش تي هلندڙ پنهنجي منافق نفس ڪي ڇو نٿو تڙي پاڻ ڪان پري ڪري ڇڏين!

مُنهُ تہ مُوسيٰ جهڙو، سِيرَتَ شَيطاني
بازِي بيرانِي، ڪَدي ڪوهُ نہ ڇَڏيين.

ڏسڻ ۾ صورت نوراني ۽ چڱن ڪمن جون فنڪاريون پر ارادا، افعال ۽ سيرت شيطان واري. يعني انسان جي تعظيم، ان جي حق ادائي ۽ نفعي بخشيءَ ڪان خالي، ماڻهن کي ڏوڪي ۾ وجهندڙ، ڪين پريشان ۽ برباد ڪندڙ. اي پرمتڙيا! اهڙي اٽڪل بازي ڇو نٿو ڪدين ڦٽي ڪرين!

سرُ نايو سَجِدا ڪَرِين، تَنُ تَواضع تو نَہ
هُو جو مَٽِڪو مَنَ جو سُوڏو سورِين سو نَہ
ڪُوڙا ڏِينڌءِ ڪونہ، ڦُوڪيي ڏوڀي فائدو.

ظاهري طور تون پنهنجو متو جهڪائي سجدا پيو ڪرين پر تون پنهنجي من کي تواضع ۽ جهڪائڻ جي ريت نہ ورتي آهي. تنهنجي طريقن مان عبديت اظهارجي ئي ڪونہ ٿي. تون خدا جي رضا کي ان جي بندن سان ڀلايون ڪرڻ ۾ ڳولهين ڪو نہ ٿو. تنهنجي هر گهڙي، ساهہ پساهہ ۾ من جو مٽڪو صحيح خدائي طريقي سان سُري ئي ڪو نہ ٿيو. اي ٻاهريون ۽ ظاهري رسمون پوريون ڪندڙ ڪوڙا! انهيءَ ٻاهرين وضع قطع ۽ رسمن جي ريت سان ڪو فائدو ڪو نہ

ٿيندئي. تنهنجي شخصيت جڙي ڪو نہ سگهندي ۽ مولا جي رضا ماڻي ڪو نہ سگهندين.

جانَ جانَ پَسِين پاڙَ ڪي، تان تان ناهِ سُجُودُ
وِڃائي وُجُودُ، تِهان پوءِ تڪبِير چَئُ.

جيستائين جو تنهنجي نظر پنهنجو ’پاڙ‘ تي آهي. پنهنجي مفادن جي زندگي جئين ٿو ۽ خدا رخي زندگيءَ جي بجاءِ خود رخي زندگيءَ جي ريت تي هلندو رهين ٿو، تيستائين تنهنجو ’سجدو‘ حقيقي معنيٰ ۾ سجدو ئي ناهي (ڌڻي وٽ قبول ئي ڪونهي.) پهريائين پنهنجي ”پاڙ“ وارو خيال ۽ پنهنجي ذاتي مفادن لاءِ جيئڻ جو رويو ختم ڪر، پوءِ نماز جي نيت ٻڌ ۽ ”الله اڪبر“ جي تڪبير هڻ تہ تنهنجو ’سجدو‘ ثابت رهي ۽ قبول پوي.

جان جان پَسِين پاڙ ڪي، تان تان ناهِ نمازَ
سَڀُ وِڃائي سازَ، تِهان پوءِ تَڪبِيرَ چَئُ.

جيستائين جو تنهنجي نظر پنهنجو ’پاڙ‘ تي آهي، تون پاڙ کي ئي سڀ ڪجهه سمجهين ٿو، پنهنجي مفادن جي زندگي جئين ٿو ۽ خدا رخي زندگي بجاءِ خود رخي زندگي جي ريت تي هلندو رهين ٿو، تيستائين تنهنجي ’نماز‘ حقيقي معنيٰ ۾ ڌڻي وٽ مقبول ئي ناهي. پهريائين ٻيا سڀ رسمي ديندارين ۽ مفادپرستين جا آواز ۽ ڍونگ بند ڪر. ”لا“ جي ترار سان ٻاهريان ساز، وسيلا ۽ واسطا ختم ڪري پوءِ ”الاالله“ جي اقرار سان نماز جي نيت ٻَڌُ ۽ ”الله اڪبر“ جي تڪبير جو وحدانيت وارو آواز بلند ڪر تہ تنهنجي نماز ٿئي.

جَن وِڃايو وُجُودُ، 'فاني' ٿِئا 'في الله' سان
نـ تَـنِ قِيـامُ، نـ قَعَـدو، نَڪـو ڪَـنِ سُجُودُ
جـيلاهہ ٿِئـا نَـابُودُ، تـيلاهہ رَسِـئا بُـودَ ڪـي.

جن پنهنجو "پاڻ" ڦٽو ڪري ۽ پنهنجي خود رخي زندگي ترڪ ڪري خدا رخي زندگي اختيار ڪئي ۽ خدا جي ضابطن ڪي پنهنجي زندگيءَ جو دستور بڻايو سي رسمي ديِنداري جي قيام، قعدي ۽ سجدن جي ڏيکاءَ واري ريت ڪان پري آهن. پر اهي خدا جي رضا ۽ حڪمن جا پوئلڳ بڻجي عبديت ۽ ذميواريءَ جي احساس سان جيئڻ ٿا. جڏهن هنن خدائي مقصدن جي لاءِ انسان دوستيءَ جي ڪرت سان پنهنجي هيءَ زندگي تياڳي ڇڏي، تڏهن ئي دائمي بقا جي اصل مقصد ڪي پهچي ويا.

'اَنَا عَبَدُ'، 'مَعبُودُ' تون، اِتِ شِرڪُ نَڪو شَڪُ
پَڇـارُون پـرِينِ جـون مَحَبَتـينِ مَـرڪُ
سـو سَـيوڙيِ حَـقُ، جَنـهِ ۾ پَسَـڻُ پـرِينءَ جـو.

زندگيءَ ۾ ماڻهوءَ جي اصل حاصلات اها آهي جو ڪيس هي خود آگاهي حاصل ٿئي تہ آءٌ عبد آهيان ۽ تون الله منهنجو معبود ۽ ڪارساز آهين. اها ئي حقيقي حاصلات آهي جنهن ۾ نڪو شرڪ آهي نڪو شڪ شبهو آهي. جنهن ڪي اها الله جي محبوبيت واري مايا ملي پوندي آهي تہ اهڙن محبتين جو مرڪ پنهنجي پرين ۽ مهربان مالڪ جون هر گهڙي پڇارون هونديون آهن. هر وقت وحدانيت جي وائي ۽ انساني ڀلاين جي ڪم جي ديوانگي هوندي آهي. ماڻهوءَ جڏهن انهيءَ ديوانگيءَ ڪي پهتو تہ لايو سجايو ٿيو ۽ انهيءَ وٽ سان ئي پرين جو حقيقي پسڻ ٿئي ٿو.

نــابُودي نِيئِـي عَبۡـدَ کــي اَعۡلــيٰ ڪِئــو
مُــورَتَ ۾ مَخفِــي ٿِئَــا، صُــورَتِ پُـڻ سِـيئِي
کَبيِ اِتِ ڪِيهي، ڳالهِ پِريان جي ڳُجهَ جي.

مالڪ ۽ خالق آڏو پنهنجي هستي وڃائڻ واري ڪيفيت عبد کي اعليٰ درجي تي پهچائي ٿي ڇڏي. ماڻهوءَ جي وجود ۾ الله تعاليٰ جي صفتن جو اوتيل رنگ مخفي آهي، اهي صفاتي ڪم انسان هن ڌرتيءَ تي ڪري وڃهي ته اشرف المخلوقات آهي. خدا پنهنجي صفتن جو ظهور ماڻهوءَ کان ڪرائڻ ۾ جيڪو ڳجهه سمايو آهي، انهيءَ راز کي بيان ڪري نٿو سگهجي.

نَڪــا اِبتَــدا عَبــدَ جِــي، نَڪــا انتِهــا
جَـنِ سُـڃاتو سُـپرين، سـي وَڃَـڻَ کـي وِئَــا.

الله جي فرمانبردار ٻانهي جو درجو ايڏو ته وڏو آهي ۽ ان جو مرتبو ايترو بلند ۽ اعليٰ شان وارو آهي جو نڪو ان جي شروعات ڪٿي سگهجي ٿي ۽ نه وري ان جو انت، ڇيهه ۽ سَندو آهي، پر اهي ٻانها جن پنهنجي شخصي روين ۽ عملن ۾ ان مالڪ حقيقيءَ جي صفتن جو رنگ اوتي انسانن سان ڀلايون ۽ ڀال ڪيا سي ان جي محبوبيت ۽ مهربانيون ماڻيندا ويا ۽ ان ۾ مٿاهين منزلن کي رسيا. جن ٻانهن پنهنجي حقيقي محبوب ۽ مالڪ کي سڃاتو، سي (سندس وصال لاءِ اڳتي وڌيا) اڃا اڳتي.... اڃا به اڳتي وڌندا ويا.

وائي

وَڃَهَ مَنجهه خَلِيلُ، اَندَرِ آزَرُ آهيين
١. سَڌَ مَ ڪَرِ صِحَتَ جِي، اِڃا تون عَلِيلُ
٢. مُنهَ ۾ مُسلمانُ تون، قَلبُ تان ڪَلِيلُ

٣. نالو ناهِ نفاقَ جو، جتي رَب جَليلُ
٤. وِترِ جي وِصالَ ۾، ڏُوئِي ناهِ دَلِيلُ.

تون ٻاهران صورت ۾ سهڻو پر اندر ۾ آذر جيان گمراه آهين. تون شرڪ جي بيماري مان صحتياب ٿيڻ جي خواهش نہ ڪر، جو اڃا تو پنهنجي بيماريءَ جا سبب ئي ختم نہ ڪيا آهن. تون ظاهري طور ايمان وارو مسلمان ٿو چوائين پر اطاعت کان وانجهو تنهنجو قلب ڪٽيل ۽ قريل آهي. يعني تنهنجي زندگيءَ جي عملن ۽ طريقن ۾ خدا رب جليل جي ضابطن جي پابندي ۽ لحاظ آهي ئي ڪو نہ، رڳو نالي ۾ مسلمانيءَ جي منافقت آهي. جي، تنهنجي حالت مان ظاهر آهي تہ تون اڃا شرڪ ۾ ڦاٿل ۽ توحيد کان پري آهين، ڇاڪاڻ جو جتي پاڻ ڏٺي آهي اتي نفاق، شڪ شرڪ آهي ئي ڪونہ. اِڪائي واري هڪ الله تائين پهچڻ ۽ ملڻ واسطي اهو دوئيءَ جو دليل يعني ٻين جي ٻڌايل دستگيري ۽ ضابطا هرگز رهبر ٿي نٿا سگهن.




# عشق جو ٽيون اصول

مقصد لاءِ سچائي جو هئڻ
شاهه وٽ عشق جو
ٽيون اصول آهي



جنهن انسان ۾ عشق جو جذبو جاڳندو آهي تہ هو ذات جي گهيري کان ٻاهر اچي زندگيءَ جي هڪ نئين سطح کي دريافت ڪندو آهي. هي قرباني ۽ ايثار جي سطح آهي جتي انسان پنهنجو سڀ ڪجهہ قربان ڪري ڇڏي. انهن اعليٰ قدرن جي لاءِ ۽ اُنهن آدرشن لاءِ جن سان هو محبت ڪري ٿو، انهن کي زندگيءَ جو ڀرپور مقصد ٿو بڻائي. سندس زندگيءَ جو هر عمل ان مقصد جي تڪميل لاءِ وڌندڙ وک طور هوندو آهي. هن جون سرگرميون، هن جون قربانيون، هن جو جيئڻ ۽ مرڻ سڀ ان مقصد جي لاءِ هوندا آهن. اهو مقصد ئي هن لاءِ ڪل ڪائنات بڻجي ويندو آهي. حضرت ابراهيم عليہ السلام جڏهن سچ کي پاتو تہ هو بيتاب ٿيو تہ سندس چوڌاري ماڻهو ان سچ کان پري ڇو آهن. انهن ماڻهن جي شڪ ۽ شرڪ ۾ وڪوڙيل داخلي ٽوٽي خارجي دنيا مضطرب ڏسي پاڻ بہ مضطرب ٿي پيو. هن ڏٺو تہ اهو شڪ ۽ شرڪ ماڻهن جي مٿان مسلط ٿيل آهي ۽ پوءِ وقت جي نمرود حاڪمن کي چيلينج ڪيو. ان ڪانپوءِ توحيد تي ٻڌل انساني وقار ۽ سلامتيءَ جو معاشرو اڏڻ لاءِ هن کي وطن ڇڏي سوين ميل ڪهي، اڻ ڳڻين آزمائشن مان گذري هڪ مرڪز تاهڻو پيو جيڪو لااللہ جي بنياد تي هر قسم جي انساني غلامين جي خاتمي ۽ الااللہ جي بنياد تي انساني آزادين ۽ وحدانيت جو محور بڻيو.

اهڙي طرح اوهان پيغمبرن، سڌارڪن، سائنسدانن ۽ انقلابين جون زندگيون پڙهي ڏسو تہ انهن جي سچائي جا مقامات اوهان کي معلوم ٿين. ڪيپلر، گليلو ۽ نيوٽن علم حرڪت ۽ علم طبعي جي بنيادي قائدن کي ڳولهڻ لاءِ زندگيءَ جا ڪيئي قيمتي سال ان جستجو ۾ تنهائي جو اڪيلو عذاب پيو ڀوڳيو. چون ٿا تہ نيوٽن سائنسدان شادي ويهن سالن جي عمر ۾ ڪري ورتي هئي، پر چاليهن سالن جي عمر تائين هو ڪشش ثقل، حرڪت جا قائدا، روشنيءَ جي ماهيت ۽ رياضيءَ ۾ ڪلڪيولس جي حقيقت جهڙن ڪمن ۾ اڪيلو رُڌو پيو هوندو هو. ان ڪري چاليهن سالن جي عمر تائين پنهنجي سڄي زال سان جماع بہ فقط هڪ دفعو ڪري سگهيو هئو! انهيءَ ڳالهہ ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي تہ جن

ماڻهن ۽ نظرياتي سائنس، عملي سائنس، فلسفي ۽ اهڙن ٻين علمن جي ميدان ۾ ڪم ڪيو آهي آهي ديوانا ماڻهو هئا، اندر جي اٿل پٿل هنن کي آرام سان ويهڻ کو نہ ڏيندي هئي. ڇاڪاڻ تہ معاشري ۾ موجود ۽ مروج علم ۽ رواجن مان هو مطمئن ڪو نہ هئا. هنن وڏيڪ سچائي ۽ حقيقت جي ڳولا کي ضرورت سمجهيو ۽ پنهنجو وقت اهڙين ڳالهين جي پٺيان لڳائي تحقيق ڪئي ۽ سچائي ڳولهي لڌي. پوءِ جيڪا ترقي اوهان ڏسو ٿا اها بہ اهڙن ماڻهن جي ڪري آهي. انهيءَ جي نتيجي ۾ کين وڏيون رڪاوٽون بہ پيش آيون، انهن کي بہ هنن منهن ڏنو. مذهبي قدامت پسندن بہ کين وڏا عذاب ڏنا جيڪي پڻ هنن سٺا ۽ اهڙيءَ طرح انساني علم منجهہ واڌارو ٿيو.

عشق تہ وري هڪ اهڙي دريافت آهي جنهن سان ماڻهوءَ کي پنهنجي اندر ۾ هڪ قسم جو پچڻ پڄرڻ محسوس ٿيندو آهي. ڀٽائي وٽ اها ڪيفيت ڪامڻ، پچڻ، پڄرڻ، لڇڻ ۽ لوچڻ جي صورت ۾ موجود آهي. معنيٰ تہ اوهان طلب ۾ رڳو جلندؤ ۽ پڄرندؤ نہ پر ان ڪان اڳ ۾ اوهان ڪامندؤ. ناانصافين تي، ظلم تي، استحصال تي، غلاميءَ جي صورتحال تي، انسانن جي بي حرمتين تي، حقن جي پائمالي تي، اوهان جو شعور اوهان جي ذهن کي ۽ ضمير کي بيدار ڪندو. بيداريءَ جي اها ڪيفيت اوهان جو پچڻ ۽ پڄرڻ آهي. اوهان جي عشق جو انت ان پچڻ ۽ پڄرڻ تي نہ ٿيندو پر اوهان لڇڻ ۽ لوچڻ ٿيندو ۽ ان ۾ اوهان کي اهڙي ديوانگي گهربل آهي. طلب ۽ تات جون اهي سڀ ڪيفيتون ديوانگيءَ جو ڪمال آهن. هاڻي ان ديوانگيءَ جا صاحب پنهنجي خدا جي محبوبيت ۽ رضا کي پنهنجي ڌرتي ۽ ان تي رهندڙ انسانن جي سک ۽ سلامتيءَ واري ولوڙ ۾ پيا تلاشين. ڇاڪاڻ تہ انهن جي خدا انهن کي ايئن ڪرڻ لاءِ چيو آهي. انهن جي خدا کين ٻڌايو آهي تہ مان ڌرتيءَ جي مٿان انسانن کي پنهنجو خليفو بڻايو آهي. اشرف انسان بڻايو آهي. انسان کي تڪريم عطا ڪئي آهي. انهن عطائن ۽ انهن آدرشن جي سنڀال ڪيو، اهوئي منهنجي عشق جو اظهار آهي.

عشق جو ذڪر جڏهن ڀٽائي رحمت الله عليہ ڪري ٿو تہ ان جي شاعريءَ ۾ خدا، انسان ۽ ڌرتيءَ جو هڪ ٽڪنڊو جڙي سامهون اچي ٿو. اتي عشق هڪ ماڻهوءَ لاءِ پريڪٽيڪل حقيقت بڻيل نظر اچي ٿو. ايئن رڳو عشق مجرد شيءِ آهي. شاهہ لطيف حضرت محمد ﷺ جي انهيءَ مشن جو تسلسل هو تہ ڌرتيءَ

تي انسانن لاءِ آزادين ۽ سک ۽ سلامتيءَ وارو توحيدي ۽ فلاحي معاشرو خدا جي مشيت آهي. ان ڪري انساني آزادين ۽ انساني ترقيءَ جون جون سيئي صورتون ۽ ان جي لاءِ جاکوڙ خدا جي مشيت آهي ۽ اهوئي خدا سان عشق جو پلي ۾ پلو عملي اظهار آهي. ڪلياڻ جي داستان 4 ۾ ان جي اپٽار ڪئي اٿائين:

عاشِقَنِ اَللهَ جِي مَحَبَتَ رَکِي مَنِ
سَندِي سِکَ پِرِينِ، تَنِ ۾ آهي تَنِ کي.

جيڪي الله جا سچا مڃيندڙ آهن ۽ ان سان محبت ڪن ٿا، تن ان جي محبت پنهنجي مَنَ ۾ سانڍي رکي آهي. اهي رڳو محبت جو زباني اقرار نٿا ڪن پر ان جي رضا ۽ محبوبيت ماڻڻ لاءِ ان جي ٻڌايل ضابطن تي زندگي گهارين ٿا. اهي خدا ترسيءَ جي زندگي جيئن ٿا، جيڪو بہ ڪم ڪن ٿا تہ پنهنجي اندر ۾ ان جي رضا جي طلب ۽ تانگهہ رکي ڪن ٿا.

عِشقَ جِي اسبابَ کي پَر ۾ پُڇياٽُون
دارُون هِنَ دَردَ جو، ڏاڍو ڏَسياٽُون
"آخِرُ وَالعَصر جو" اِيهين اُتاٽُون
تِهان پوءِ آٽُون، سِکان تِي سَلامَ کي.

مالڪ حقيقي سان محبت ۽ خود سپردگي واري مٿين مقام جا ڏس پتا پڇيا. تڏهن هنن هدايت واري ڪتاب موجب هن درد جو ۽ عشق جي انتها جو علاج بہ عجب جهڙو خاص ۽ خاطر خواهہ ٻڌايو. ايئن چياٽون تہ ان درد جي دوا والعصر جي آخري آيت آهي. يعني حق جو ساٿ ڏيڻ ۽ ان تي استقامت سان ڄمي بيهڻ. جڏهن کان مون کي اهو راز مليو آهي تڏهن کان آءٌ ان مالڪ جي مهربانين ۽ سلامتيءَ واري نظام جي تڙپ ۽ سک ۾ آهيان.

عاشِقَنِ اَللهَ جي سَدا وائِي واتِ
"فَاذكُرنِي اَذكُركُم"، تَنِ ۾ اها تاتِ
اُنِي كي كَنهِ ساتِ، سَجَڻُ ويلُ نہ وِسَري.

سچن عاشقن کي سدائين الله جي پچار ۽ وائي زبان تي آهي ۽ ان جي رضا ۽ هن دنيا ۾ ان جي مشيت جي تڪميل لاءِ ان جي تات ۽ جستجو ۾ رهن ٿا. هنن وٽ خدا جو اهو قانون پهتل آهي تہ اوهان منهنجي پچار ۽ ذڪر ۾ رهو تہ مان توهان جي پچار ۽ حفاظت ڪريان. ان ڪري انهن سچن عاشقن کان ڪنهن بہ گهڙي مالڪ جي پچار، ان جي محبت ۽ ان جا ٻڌايل عمل جا ضابطا ڪو نہ ٿا وسرن.

عاشِقَنِ اَللهُ، ويرو تارَ وُجُودَ ۾
آهَ ڪَرِيندي ساهُ ڪَڏِهن ويندُن نِڪَري.

جن عاشقن پنهنجي رب کي سڃاتو آهي، ان جي مشيت، حڪمت ۽ رضا کي پروڙيو آهي، انهن عاشقن جي وجود ۾ اها پچار ويران وير چڙهندڙ آهي. سندن خود حوالگي ڪان ڪو پل خالي ڪونهي. ان جي رضا جي حاصلات لاءِ اهي خدائي ۽ انساني ڪمن ۾ پاڻ کي نهايت جنبيل رکندا آهن ۽ انهن ڪمن ۾ ڏوريندي ڏوريندي آهہ ڪندي ئي سندن دم پرواز ڪري ويندو آهي.

عاشِقَنِ اَللهَ جِي وائِي نَقد وَڙي
سائِي ڳالهہ سُڻِي، سو گهِي رَکيائون ساه سين.

سچن عاشقن جن کي الله سان اڻ مَٽي محبت ۽ اٿاھ عشق آهي انهن کي الله جي پچار ۽ ان جي دعوت جي ڳالهہ پختي يقين سان دل ۾ وڙي وئي آهي ۽ ان جي ٻڌڻ سان ئي اها ڳالهہ پنهنجي جند سان سانڍي رکي اٿائون ۽ ان کي پنهنجي دلي يقين ۽ عقيدي جو جز بڻايائون.

عاشِقَن آرامُ، ڪَڏِهن تان ڪونہ ڪِئو
طَعْنَي ڪِئا تَمامُ حَبِيباڻي هيڪَڙي.

هاڻي اهي ماڻهو مڙئي سادا انسان ڪونهن پر رباني انسان بڻجي ويا آهن. انهن رباني انسانن ڪنهن به وقت ۽ ڪنهن به حالت ۾، سک ۽ قرار ڪونہ ڪيو، آرام طلبيءَ کي زندگيءَ جو مقصد ڪو نہ بڻايو. سدائين سجاڳ ۽ فڪرمند رهيا. ڪين پنهنجي پالڻهار جي هڪ ئي گفتي تہ ”آءُ اوهان جو رب ناهيان؟“ هميشہ لاءِ بي حال ۽ بي آرام ڪري ڇڏيو. ان ڪري هميشہ ان جي ربوبيت ۽ پالڻهاريءَ جي عملي طريقن ۾ يعني ماڻهن سان ڀلائين ۽ نفعي بخشين جي ڪمن ۾ پالڻهار جي رضا ۽ محبوبيت تلاشيندا رهيا.

عاشِقَ اِيئَن نہ هُونِ، جئن تون سَڄي اگَڙين
وَڃِئو دَرِ دوستَنِ جي، رَتُ ڏِيهاڙِي رُونِ
ٻيءَ پَرِ ڪَنهِ نہ پُونِ، ماڪِرِ مَحبُوبَنِ سِين.

عاشق، رباني انسان ان طرح تلها متارا ۽ سُڄيل نہ هوندا آهن، جهڙيءَ طرح تون سُڄيل لڳين آهين. اهي سچا رباني انسان ڌرتيءَ تي پنهنجي جهد ۽ جاکوڙ ۽ سرگرم عملي ڪردار سان ڀيا لوچين ۽ وري روزانو پنهنجي محبوب جي در وڃن ٿا ۽ اتي رت جا ڳوڙها ڳاڙين ۽ ٻاڏائين ٿا. ڇاڪاڻ جو ڪين خبر آهي تہ هو سخت عملي زندگيءَ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن بہ حيلي حوالي سان پنهنجي محبوب وٽ مقبول نہ ٿي سگهندا.

انهن ازلي اقرار ڪيل سچن عاشقن جو حال اهوئي آهي. باقي جيڪي ماڻهو پنهنجي عملي زندگيءَ ۾ لوڇ، جهد ۽ جاکوڙ ۾ رهڻ بجاءِ رڳو زباني طرح عشق جون دعوائون ڪن ۽ عاشقيءَ جون ڪوڙيون حجتون پيا ڪن. ڀٽائي انهن کي ٻڌائي ٿو هي عشق جي منزل رڳو هامَ هڻڻ سان ڪو نہ ملندي آهي،

اها رَڪَّن راند تاهي پر پتنگ تي پچڻ ۾ آهي ۽ اها جيءَ، جُسي ۽ جان جو هيڪاند ختم ڪري ڇڏيندي آهي.

جانِ عاشِقَ مَٿَءِ ماسُ، تان دعويٰ ڪَرِ مَ نِيهَ جِي
سائو مُنهُ، سُونه ڳِئي، لَڳَنِ ڇَڏِئو لاسُ
ڏيِئي تَنَ تپاسُ، پُڇِجَ پوءِ پِريتَڙو.

اي نالي جا عاشق! جيستائين تنهنجي بت تي گوشت پريل آهي ۽ تون ٿلهو متارو آهين، تيستائين عشق جي هام نہ هڻ، عاشقيءَ جي حجت نہ ڪر. عاشقي واري حالت اها آهي جو منهن رت ۽ رطوبت ڳاڙهاڻ کان خالي هجي ۽ عضون تي تان ماس روڙجي وڃي. هن دنيا ۾ انساني ڪمن جي ولوڙ ۽ سرگرمين ۾ پنهنجي جسم کي اهڙي تپسيا، تڪليف ۽ آزمائش ڏئي پوءِ ان عشق ۽ پرينءَ جي ناتي جون پڇائون ڪر.

جانِ عاشِقَ مَتي رَتُ، تان دعويٰ ڪَري مَ نِيهَ جي
سائو مُنهُ، سُونه ڳِئي، سِڪَڻ اِيءُ شَرَطُ
نہ ڪِين گوڏِ گَرَتُ، مَتان سِرَ سودا ڪَري.

جيستائين ڪنهن عاشق تي رت چڙهيل آهي (بت تي رت چاڙهيو ڳاڙهو لال ٿيو پيو گهمي)، تيستائين هو محبت جي هام نہ هڻي. پنهنجي خود حوالگي ۽ مالڪ جي محبوبيت ماڻڻ لاءِ اهو لازمي آهي تہ هو جهد ۽ جاکوڙ ۾ اهڙو ۽ ايترو ڪاهوڙي هجي جو ان جي سختي سندس چهري تي ظاهر هجي، خود حوالگيءَ جو اهو شرط آهي. سچي عاشق جي اها نشاني آهي تہ جي هڙ ۾ پيو ڪي نہ هجيس، تہ پنهنجو سِر ڏيئي محبت جا سودا چڪائي.

اجـا تـو منجهـاءِ، ڪَـڪَ چُتـي رَتُ نِڪَـري
مُنـهَ ۾ معشُـوقَنِ جـا ڪِـيئَن جَهلِينـدين گهـاءَ
سو تون ڪُچاڙاءَ، سِڪَڻَ جـونِ سَڏُون ڪـرين.

اي سڏڙيا عاشق! اجا تہ تون اهڙو نازڪ آهين جو رڳو ڪک جي چُهڻ سان بہ تنهنجي جسم مان رت ٿو وهي، تہ پوءِ مالڪ جي محبوبيت ماڻڻ واري جهد ۾ جاڪوڙ جون آڏو ايندڙ تڪليفون ڪيئن سهي سگهندين. جڏهن تون پاڻ اهڙو نازڪ ۽ نفيس آهين تہ پوءِ اهڙي حال سان، تون ڇا لاءِ ٿو عشق جون سڏون ڪرين!

مَحبَـتَ جـي ميـدان ۾، عاشِـقَ تـيءَ آچـامُ
سـامُهان سَـلِ، سَـيدُ چَئـي، ڪنـدءِ تِيـرُ تَمـامُ
ڪَهِجُ ڪـو مَ ڪَـلامُ، جِمَ دوستَنِئُون دُورِ ٿيين.

عشق جي آزمائش واري ميدان ۾ سرخرو ٿيڻ لاءِ پهريان پاڻ چٽو نشانو ٿي بيهہ. ان ميدان ۾ اول تہ هر ڪنهن جا توڪي تير ڪاٽڻا پوندا. مقصد هيءُ تہ اول پنهنجو پاڻ کي قربانيءَ لاءِ پيش ڪر. لطيف توڪي انهيءَ آزمائش جي خبر ڏئي ٿو تہ پنهنجن پراون جي، الزامن ۽ ايذائن جا سنوان سڌا سپ تير توکي لڳندا. جنهن سان تنهنجي جسم ۾ زخمن جا سوراخ توکي ڇِستو ڪري ڇڏيندا. عشق ۽ عمل جي ميدان جو دستور آهي تہ توکي ٻڙڪ ٻاهر ڪڍڻي ناهي، جو متان انهيءَ غلطي ۽ ڪچائيءَ سببان دوستئون دور ٿي وڃين ۽ منزل تي پڄڻ کان رهجي وڃين.

محبـتَ جـي ميـدان ۾، رُڪَ جـو آهـي رَنـگُ
ڪـوڙيين مَنجهان ئِـي ڪـو، اِيءُ نبـاهي نَنگُ
عِشـقُ نانـگُ نِسَـنگُ، خَبَـرَ ڪـاڏَنِ ڪـي پَـوي.

محبت جي ميدان ۾ جهد ۽ جاڪوڙ واري واٽ تي رُڪ جي ترارن جي راند

آهي. اتي جا ڪوڙين جي سسين وڍجڻ جي ريت ۾ رنگ آهي. انهيءَ ميدان ۾ هزارن منجهان ڪو هڪ اهڙو هوندو جيڪو ناتو نباهيندو ۾ محبت جي لڄ رکندو. عشق جي نانگ تي ڪو بہ فتح حاصل ڪري نٿو سگهي. عشق ۾ نانگ جي گهاءَ جي صحيح خبر انهن کي ئي پوي ٿي جن کي اُن ڏنگيو آهي.

محبتَ جـي ميـدان ۾، اَچـي پيـرَ پيـاءِ
سِـرُ وَڍِڻُ، ڏَڙُ ڏارُ ڏَرڻُ، اِي سِـينگارَ سَـنداءِ
ڏِينـدا مُـون ڏِٺـاءِ، مَٿـا مَعَشُـوقَنِ لَئـي.

تون قربانيءَ جي جذبي سان محبت جي ميدان ۾ جڏهن اچي چڪو آهين. تہ پوءِ پنهنجو سر وڍائڻ ۾ ڏڙ کي سر ڪان ڏار ڪرڻ وارا عمل تنهنجا زيبائتا ۾ ٿهڪندڙ سينگار آهن. توکي ٿو ٻڌايان تہ مون سڄي انساني تاريخ ۾ سچا عاشق ايئن ئي محبوبن جي رضا خاطر سِر ڏيندي ڏٺا آهن.

محبتَ جـي مَيـدانَ ۾، ڪَـرِ پَـڙاڏو پَـٽُ
سِرُ سُورِيءَ، ڏَڙُ ڪُنگرين، مَتان ڪُڇين ڪَٽُ
عِشـقُ نانـگُ نِپَـٽُ، خَبَـرَ ڪـاڏَن ڪـي پَـوي.

اي عاشق! محبت جي ميدان ۾ ايڏي آواز سان هوڪو ڏي جو تنهنجي آواز سان پٽ مان بہ ان آواز جي گونج اچي ۾ چوڏس ان جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ اچي. توکي عملي جدوجهد جي دوران پيش ايندڙ ايذائن کان وٺي سوريءَ سيج بنجڻ تائين ڪيتري بہ قرباني ڏيڻي پوي تہ بہ توکان ڪا پڙڪ، دانهن ۾ آهہ ٻاهر نہ نڪري. جنهن کي ان عشق جي چوٽ لڳل آهي سو ئي ان جي خبر رکي ٿو ۾ وڏي کان وڏي قرباني ڏيڻ جي لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو.

محبتَ جي ميدانَ ۾، سِرِ جو سانگُ مَ ڪَرِ
لاهي سِرَ لَطيفُ چَئي، اَڳئان دوستَنِ ڌَرِ
وَڍيين تان واهُ ٿيين سَندي دوسان دَرِ
عِشقُ نانگُ اَپَرِ، خَبَرَ ڪاڏَنِ ڪي پِيوي.

محبت جي ميدان ۾ جنهن ايمان، نظريي ۽ نصب العين ڪي تو اپنايو آهي ۽ ان لاءِ محبت رکي آهي ته پوءِ ان لاءِ پنهنجي سر جو سانگو لاهي ڇڏ. لطيف ٿو چوي ته پنهنجي ساٿ ۾ پنهنجو سر قربان ڪرڻ جي حد تائين اعتماد ۽ يقين پيدا ڪر. ان جهد ۽ جاکوڙ ۾ تنهنجو سر قربان ٿيو ته ٻين جي لاءِ مشعل راهه ٿيندو ۽ پنهنجي محبوب مالڪ جي محبوبيت جو حقدار پڻ ٿيندين. پر اهو عشق جو مقام انهن کي حاصل ٿئي ٿو جيڪي پاڻ ان جا سٽيل هجن. جن کي ان فدائيت جي اعليٰ حاصلات جو ادراڪ هجي.

محبتَ جي ميدانِ ۾، سِرَ جو ڪَرِ مَ سانگُ
سُوري سُپيرِنِ جي، چَڙهُ ته ٿيين چانگُ
عِشقُ آهي نانگُ، خَبَرَ ڪاڏَنِ ڪي پَوي.

جنهن محبت جو ميدان تو پنهنجي لاءِ چونڊيو آهي اتي توکي سر جو سانگو لاهڻو پوندو. ڇو ته اتي تنهنجي محبوب توکان تنهنجي سر قربان ڪرڻ جي تقاضا ڪري ڇڏي آهي. ان ڪري محبوبن جي تو لاءِ مقدر ڪيل سوريءَ تي چڙهه ته ڪامياب سورهيه سڏجين ۽ سدا حيات ٿئين. اهو مقام عشق انهن کي حاصل ٿئي ٿو جيڪي ان جا سٽيل هجن. جن کي ان فدائيت جي اعليٰ حاصلات جو ادراڪ هجي.

محبتَ جي ميدانَ ۾، رَکَنِ ڪانهي راندِ
معشوقَنِ مهاندِ، لَکين لِيلائي مُئا.

عشق جي آزمائش واري ميدان ۾ خامَ، بي حس ۽ بي اثرن جي بيهڻ جي

جاءِ ئي ڪانهي! جن پنهنجي اندر طلب ۽ عشق جي اها جستجو ۽ فدائيت ئي پيدا ڪونہ ڪئي، تن ڪي تماشبين ٿيڻ ڪانسواءِ ڪجھ پلئہ نہ پيو. توڙي جو رواجي حيلا ۽ منٿون ڪيئون پر اها منزل نصيب ڪونہ ٿين.

محبتَ جي ميدان ۾، رَڪَنِ ناهي راندِ
حَبِيبَنِ هيڪاندِ، سَگھِنِ ٿِيي نہ سَيدُ چئي.

عشق جي آزمائش واري ميدان ۾ خامَ، بي حس ۽ بي اثر شخص جي بيهڻ جي جاءِ ڪانهي. شاهہ سائين هڪ حقيقت بيان ڪري ٿو تہ: محبت جي ٺلهي دعويٰ ڪندڙن ۽ عيش لاءِ جيئندڙن ٿلهن متارن جي محبوبن سان گڏجاڻي ممڪن ئي ڪانهي.

عِشقُ نہ آهي رانِدِ، نہ ڪِي ڪَنِسِ ڳيَرُو
جِيءُ جُسي ۽ جان جِي، پَجِي جو هيڪاندِ
سِسِي نيزي پاندِ، اُڇَلِ تہ اَدَہ ٿِئي.

عشق ڪا ٻاراڻي راند ناهي جو الهڙ ان کي راند ڪري سمجهن. عشق اهو آهي جيڪو ساهہ، بت ۽ جياپي جي يڪ جائي کي ٽوڙي ٿو سو، اي سچا عاشق! جي اها منزل ماڻڻ ٿو گهرين تہ پوءِ پنهنجي سِرَ کي نيزي جي چوٽيءَ تي چاڙهہ تہ سِر جو ۽ عشق جو حق ادا ٿئي.

عاشِقَ مَعشوقَنِ جِي وَنِي ويھُ گِري
جمَ ورچِي ڇَڏِيين سَندِي دوستَ دَرِي
ڏِيندَءِ ٻُڪِي ٻاجھہ جِي ويندَءِ ٽَپَ ٽَرِي
ساجَنِ توءِ سَرِي، اَسان سَرِي نہ اُنِ رِي.

اي عاشق! جيڪڏهن محبوب جي قريب ٿيڻ گهرين تہ محبوبن جي گهٽي

۾ وجي ويھ. ان جي مشيت ۽ رضا کي ماڻ ۽ ان جي ٻڌايل انساني نفعي بخشيءَ واري عملي زندگيءَ جي ضابطن کي اکين تي رک ۽ ان حاصلات کي پنھنجي زندگيءَ جو سرمايو بڻاءِ. متان ٽڪجي دوستن جو در ڇڏي ڏين ۽ پنھنجي تلاش کي ماٺو ڪرين. انھيءَ عملي زندگيءَ مان توکي محبوب جي رضا ۽ پيار جي شفا بخش ڦڪي ملندي. جنھن سان تنھنجي لڇ پڇ ۽ بي چيني وارا اندريان ڦٽ ۽ زخم ٺري پوندا. انساني ڀلاين واري انھيءَ عملي زندگيءَ جي توکي ئي ضرورت آھي. محبوب جي ذات بي نياز آھي، ان جي تہ سري سگھي ٿي، پر اسان طلبيندڙن جي ان جي مھربانين ڪانسواءِ ڪا ڪار ۽ گھڙي سولي نٿي گذري سگھي.

عاشــقَ معشــوقَنِ جــو وَنِــي ويھــجُ ســيرُ
اڄِــي پُڇَنــدَئي پــاڻھين، پرَتــان پَــري پيــرُ
ڀَــلان سَــندو پيــرُ، رَھبَــرُ ٿينــدُءِ راھَــہ ۾.

اي عاشق! تون محبوبن واري انھيءَ سڌي واٽ ”صراط مستقيم“ کي جھلي صبر سان ويھي رھج. اھا پرين جي عطا ڪيل ھدايت واري سڌي واٽ توکي ورن وڪڙن کان بچائي وٺندي. تون پاڻ صرف ان کي پختگيءَ سان جھلي وٺ. ھو پاڻھي، پيار مان پير پري اچي توکان تنھنجو حال پڇندا ۽ ان جا راز پاڻھي تنھنجي متان کلندا ويندا. ڀلن محبوبن واري اھا ڀلائي ۽ عطا توکي آزمائش واري اڻانگي پنڌ ۾ سنئين راھ سونھائيندي.

عاشــقَ معشــوقَنِ جــو، وَنِــي ويھــجُ دَرُ
پــرين پُڇَنــدءِ پــاڻھين، لَھنــدَءِ ســارَ سُــيَرُ
اُنِــي جــو اَثَــرُ، رَھَبَــرُ ٿِينــدَءِ راھَــہ ۾.

اي عاشق! محبت جي مشڪل راھ ۾ رھبري ۽ رھنمائيءَ لاءِ انھيءَ ھڪ ئي ھادي ۽ حڪمت واري فقط پياري محبوب جو ئي دروازو جھلي ويھج. ان جي

ٻڌايل حڪمت ۽ ضابطن ڪي تو اپنايو ته هو ٻاجهه ڀريو، مٺيادار سڄڻ پنهنجو پاڻ اچي تنهنجي سارسنڀار لهندو ۽ تنهنجي لاءِ سڌاين ۽ سلامتيءَ جا دروازا کوليندو ويندو. سندس انهيءَ محبت ڀري سار سنڀار ۽ رهنمائيءَ جو تاثير ۽ فيض تنهنجي لاءِ عشق جي انهيءَ اڻانگي پنڌ ۾ سونهون ۽ سهارو ٿيندو.

عاشقَ مَعشوقَنِ جو وَٽِي ويهُه ڏُڪانُ
پَئِجُ پيشَ پِرينِ جي پُٺِيءَ وِجهي 'پاڻُ'
تہ تون تَنِي ساڻُ، سدا هوئين سُرخُرُو.

اي عاشق! تون محبوبن يعني خدا پرستيءَ جو مرڪزي ماڳُ انسان دوستي ڪي سوگهو ڪري وٺ. هاڻي انسان دوستيءَ جي انهيءَ مايا ۽ حاصلات کي سڀ ڪجهه سمجهي، پنهنجو 'آءٌ' ۽ 'پاڻپڻي' وارو خيال پوئتي ڦٽو ڪري، سندن آڏو نماڻائي سان حاضر ٿج. تنهنجي ڪاميابي ۽ سرخروئيءَ جو اهوئي راز آهي ۽ انهيءَ سان ئي مالڪ جي محبوبيت جو حقدار بڻبين ۽ ساڻس هميشہ لاءِ گڏ رهندين.

عاشقَ معشوقنِ جو، وٽي ويهجُ گهَٽُ
جِمَ ورِچي ڇَڏِيين مَحَبتَ سندو مَٽُ
ڪَري سِرَ جو سَٽُ، پِيج ڪي پِيالِيُون.

اي عاشق! تون محبوبن جي وصال ۽ خداپرستي ماڻڻ لاءِ ان جو انسان دوستيءَ وارو لنگهه جهلي ويهي رهَج. انساني دوستيءَ ۾ ايثار، قرباني ۽ ڏيڻ ئي ڏيڻ آهي ۽ ان لنگهه جي ڏيڻ واري ريت کان متان ڪڪ ٿي، اهو نهايت مهربان محبوب جو 'محبت سندو مٽ' هٿان وڃائين. تون پنهنجي ايثار ۽ خود حوالگي سان انهيءَ اعليٰ حاصلات جون ڪي محبت جون پياليون پيئجانءِ.

عاشــقَ مَعشــوقَنِ جــو وَتِــي وِيهــجُ رَتــدُ
پيارِيتــدَءِ پــاڻهين مَيخــاني جــو مَتَــدُ
سِــرُ اُنِ جــو سَــڦرو سُــپَڪُ آهــي سَــنَدُ
مَتــان ڪَــڍين ڪَنــدُ، اوڏو تِــي اُنِ ڪــي.

اي عاشق، محبوبن جي ٻڌايل سڌي واٽ جهلي استقامت سان ان رستي تي ڄميو رهج. پوءِ هو پاڻمرادو توکي پنهنجي محبت جي سرڪي پياريندا ۽ تنهنجي لاءِ ان واٽ تي هلڻ سولو ۽ سرور وارو ٿي پوندو. ان محبوب حقيقي جي محبت وارو مشروب ۽ وڏي لذت وارو آهي ۽ سندس اطاعت جا طريقا ۽ قانون پورا توريل تڪيل ۽ سٺي جوڙ سان جڙيل آهن. متان تون ان جي الفت ۽ اطاعت مان ڪنڌ ڪڍيو آهي. تون سخت آزمائش جي باوجود سندن سامهون اچي قرب حاصل ڪج ۽ سر جو سانگو هرگز نه ڪج.

پَتَنــگُ چــائين پــاڻَ ڪــي، پَسِــي مَــچُ مَر مــوٺُ
سَــهائيءَ سُــپيرِينِ جــي ڳِهــڙُ تــہ تِيــين گهــوٽُ
اجــا تــون اَروٽُ، ڪُــوري خَبَــرَ نــہ لَهِــين!

جيڪڏهن تون پاڻ کي پروانو ۽ سچو عاشق ٿو سڏائين، ته پوءِ هر قسم جي لهس ۽ هر قسم جي جاني ۽ مالي قربانيءَ لاءِ تيار ٿي وڃ. اهو آزمائش وارو مچ ڏسي ڊچي پوئتي نه وَرُ. سپرين جي روشني ۽ شعاع ۾ اندر آءُ ته انهيءَ قربانيءَ جي نتيجي ۾ تنهنجي شخصيت پختي ٿئي، توکي مرتبا ملن ۽ تون رَچي لال ٿئين. پر جيڪڏهن تون اجا پچي پڪو نه ٿيو آهين ته پوءِ اها تنهنجي محرومي آهي. افسوس آهي جو تون محبت جي آڳ ۽ آڙاه يعني قربانين کان بي خبر آهين.

پَتَنگَ چائين پاڻَ کي، تہ جيري پَؤ جاڻِي
تان تان تاڻج تاءَ ڏي، جان آگ نہ اُجهاڻِي
وِسِهُ وِهاڻِي، اَتُ نہ ڏِجي عَامَ کي.

جيڪڏهن تون پاڻ کي پروانو ۽ سچو عاشق ٿو سڏائين تہ پوءِ پنهنجي مقصد جي حاصلات لاءِ پکو پھ ڪري اچي پاڻ کي تڪليفن ۽ اهنجاين جي ٻرنديءَ آگ ۾ هڻ. تيسين پيو پاڻ کي تئو ڏي ۽ تڪليفون برداشت ڪر، جيستائين باھ وساڻي ناهي. پڪ ڪري ڄاڻ تہ اها تڪليف واري رات وهامي ويندي پر پنهنجو پاڻ کي سڄي رات ان ۾ جلائڻ ۽ آزمائش ۾ ڪامياب ٿيڻ وارو اهو راز اهڙن عام ماڻهن کي نہ ڏيڻ گهرجي جن کي عظيم مقصدن لاءِ عظيم قربانين جي لطف ۽ نهايتن جي سُڌ ئي ڪانهي.

پَتَنگَ چائين پاڻَ کي، تہ اَچي آگ اُجهاءِ
پَچَڻَ گهَٽا پَچائِيا، تون پَچَڻَ کَي پَچاءِ
واقِفُ تِي وِساءِ، اَتُ نہ ڏجي عامَ کي.

جيڪڏهن تون پاڻ کي پروانو ۽ سچو عاشق ٿو چوائين، تہ پوءِ پنهنجي جهد، جاکوڙ ۽ قربانين سان ۽ پنهنجي عاشقيءَ واري وجود سان ان باھ کي وساءِ. اُڏامي اچي پاڻ کي باھ ۾ هڻ ۽ 'باھ' کي وساءِ. باھ جي ان 'جلڻ' گهڻن کي جلائي ختم ڪري ڇڏيو، پر تون ان 'جلڻ' کي جلائي ختم ڪر. قرباني ۽ فدائيت جو جيڪو راز، شعور ۽ جذبو توکي حاصل آهي تون ان جو ڄاڻُو ٿي ان باھ کي وساءِ. پر اهو پاڻ کي جلائي، 'جلائيندڙ' کي جلائي ڇڏڻ وارو راز، اهڙن عام ماڻهن کي نہ ڏجي، جن کي عظيم مقصدن لاءِ عظيم قربانين جي راز جي ڄاڻ ناهي.

پُــڄُ پَتَــنگَنِ کــي، سَـــنديُون کـــامَڻَ خَبَـرُون
آڻيـــو وِجَهـــنِ آڳِ ۾، جِـــيءُ پنهنجـــا جـــي
جيـــري جَنِـــي جـــي، لَڳــا نيـــزا نِيـــهَ جـــا.

اي عاشق! عظيم مقصدن جي لاءِ عظيم قربانين سان جلڻ واريون ڳالهيون تون وڃي انهن پروانن کان پڇ، جيڪي انساني تاريخ ۾ پنهنجي مقصدن لاءِ ٻلهار ٿي جلندا ۽ قربان ٿيندا رهيا آهن. جيڪي انهن وڏن انساني مقصدن جي لاءِ پنهنجو پاڻ کي پنهنجي جان ۽ مال جي سمورين قربانين سان آڻي ٿا ٻرنديءَ باهہ ۾ هڻن تہ جيئن انهيءَ باهہ جو انت آڻي ڇڏجي. اها هر کنهن جي وس جي ۽ سَڌ جي ڳالهہ ڪانهي. جن جا اندر اڌ آهن ۽ جن جي جيري تي نيزا نينهن جا لڳل آهن، سي اهڙي قربانيءَ لاءِ تيار هجن ٿا.

پُــري پَتنــگَ آئِيـــا، سُــري سُــهائي جَهــلَ
کَنــدا کانَـــ اُڇَــلَ، مَتــو ڏِينــدا مَــڇَ کــي.

پتنگ پروانا پري کان پاڻ هلي اچي باهہ جي ويجهو ٿيا آهن. هو هاڻي سِر جي سَٽ ڏيندا ۽ پنهنجا سِرَ گهوري پنهنجي محبوب مقصد کي ٻليدان ڏيندا تہ جيئن سندن قربانيءَ جي نتيجي ۾ انهن جا پنهنجا سک ۽ سلامتيءَ جي زندگي جيئن.

پُـــرِي پَتَنــگَ آئِيَـــا، سُـــرِي سَـــهائي وَتِ
کَنــدا کانَــ گهتِ، مَتــو ڏِينــدا مَــڇَ کــي.

پتنگ پروانا پري کان پاڻ هلي اچي باهہ جي ويجهو ٿيا آهن عشق جي آزمائش ۾ هو ڪابہ ڪوتاهي ڪا نہ ڪندا، ۽ اُوس پنهنجا سر پنهنجي محبوب مقصد لاءِ قربان ڪندا.

پُـرِي پَتَنــگ آئِيَــا، سُــرِي سَــهائِي ســاءِ
ڪَنـدا ہِـي نــہ ڪـاءِ، مَتـو ڏِيـنـدا مَـچَ ڪـي.

پتنگ پروانا پري کان پھ ڪري، پاڻ هلي اچي آگ کي ويجها ٿيا آهن. هو محبت ۾ سر قربان ڪرڻ تي قائم رهندا ۽ بهاني واري ہي ڪا بہ ڳالھ ڪا نہ ڪندا ۽ پنهنجا سِرَ گهوري پنهنجي محبوب مقصد کي بقا ڏيندا.

پَتَنــگَ، رَءِ رَچنــگَ، آگَ پَسِــي آيَــا
اُهــي عبــدُاللطِيفُ چَئــي، ڪُــورِي ڪَپايــا
جــيلاءَ لَنُئُــ لايــا، مَــرَنِ مــوتَنِ ڪِينڪِــي.

محبت ۾ رچي راس ٿيل پتنگ پروانا، پنهنجي عمل جي ميدان کي ڏسڻ ساڻ اچي اتي پهتا. عبداللطيف ٿو چوي تہ: انهن ان مقصد لاءِ سڄي زندگي تياڳي ڇڏي، ان راهہ جي تڪليفن کين جلائي ختم ڪري ڇڏيو. ڇاڪاڻ جو هو لنئُ لڳا ۽ عشق پيا، انهيءَ ڪري اتي ئي مُئا پر پوئتي ڪونہ موٽيا. پنهنجي مقصد لاءِ سڙي سر ڏنائون پر پوئتي نہ هٽيا.

چَڙهِئــو چَڪاسـنِ چــاهِ، آگَ پَرنــدي آئِيــا
وهُسَــنِ واڙِيءَ ڦُــلَ جــئَنِ مَحَبَتــي مَــچَ لاءِ
ڪَامَنَـــدَنِ ڪَتِئــو، اُجهـــاٽَنِ اُونـــداهِ
جَنِ اَنـدَرَ ہَـري بـاهِ، اِيءَ سُدِ سَيَڪا اُنِ ڪـي.

پنهنجي عظيم مقصد جي لاءِ چاهہ ۽ جستجوءَ جي حد تہ ڏسو جو اهي پتنگ پروانا متي اُڏامي پاڻ پچڻ لاءِ واجهائين ٿا ۽ باهہ جي ڳولا ڪن ٿا ۽ ڪتي ہہ ڪنهن باهہ جي ٻرڻ ساڻ، اچي ٿا اتي رسن. ڇاڪاڻ تہ اهي سمجهن ٿا تہ پچڻ سان هو پختا ۽ عظمت وارا ٿيندا. اهي پنهنجي عظيم مقصد سان محبت ڪرڻ وارا پتنگ باهہ جي مچ کي ڏسڻ ۽ ان ۾ پوڻ خاطر، خوشيءَ وچان واڙيءَ جي گل وانگر ٽڙن ۽ ٻهڪن ٿا. انهن جي اندر ہہ مچ آهي ۽ مچ مچ سان ملڻ جي آنڌ

مانڊ ۾ رهي ٿو. جيڪي پاڻ پچائڻ تا سي ئي ڪتن ٿا. باقي ان جذبي کان خالي ۽ وسامي ويل دلين لاءِ اونداهي ئي اونداهي آهي. ڀٽائي رحه تمثيل سان سمجهائي ٿو ته جن سچن عاشقن جي اندر ۾ خدا پرستيءَ ۽ انسان دوستيءَ جو مچ ٻريل آهي تن کي ئي انهيءَ محبت يا جلڻ واري راز جي خبر آهي.

اَچي اُجهانيو آگ کي، پَتنگَنِ سين پَرواز
ڪَامِي خاڪَ ٿَيَڻَ جو اِنَي وَٽِ اَنداز
رَمز پَرَوڙيَئُون راز، ڇيري جِي ڇِيئَ جو.

ان پچڻ ۾ ڪين پنهنجي پختگي ۽ عظمت جو ايترو يقين ۽ اعتماد آهي ته جيستائين شعلو ٻرندڙ آهي تيستائين پتنگن جي پرواز ڏري نتي ٿئي، تان جو آگ اجهامي وڃي ٿي. وٽن محبت جي مچ ۾ سڙي رک ٿيڻ واري انهيءَ راز ۽ ڳالهه جي ڳَڻَ ڳوت به آهي ته سليقو ۽ انداز به آهي. انهن باهه جي هن ڄَر واري رمز ۽ راز کي پوريءَ طرح پر ڪيو پروڙيو آهي.

پَتنگَنِ پَهُ ڪري، اَچي اُجهائَي آگَ
ڪِيَنئَن کي قُربَ جِي ڪا جا لَڳِي لاڳَ
مَرِي پِئا سَپ ماڳِ، ڪامِي ڪُوڙي وِچَ ۾.

پروانن پڪو ارادو ڪري اچي پاڻ کي باهه ۾ سٽيو ۽ انهيءَ سٽڪي سان باهه کي وسايو. انهن پنهنجو پاڻ کي آگ ۾ راس ٿيڻ ۽ ريتو رت ٿيڻ جو مرتبو ماڻيو. اها اندر جي آنڊ مانڊ آهي. ڪين محبت ۽ قرب جي اهڙي ڪا عجيب لنؤ لڳي ٿي جو سڀ اتي جو اتي محبت واري مچ ۾ سڙي جلي پيا ۽ ڪوريءَ جي وچ ۾ ڪامي پيا پر پوئتي ڪين هٽيا.

پَتنگَنِ پَهُ ڪِئو، مِڙئا مَتي مَچَ
پَسِي لَهَسَ نه لِچئا، سَڙئا مَتي سَچَ
سَندا ڳِچين ڳَچَ، ويچارَنِ وِڃائِيا.

پروانن سچن عاشقن پنهنجي محبوب مقصد تان سر گهورڻ جو پڪو ارادو ڪيو ۽ اچي مچ مٿان گڏ ٿيا. باهہ جو سيڪ ۽ تڪليفون آين تہ بہ پنهنجي اصولن، مقصدن ۽ جاکوڙ ۾ ذري جي لچڪ بہ نہ آين ۽ سچي محبت ۽ حاصلات جي جستجوءَ سان پنهنجي محبوب مقصد خاطر اُتي جو اُتي سڙي ويا. هنن آگ اجهائڻ جي پرعزم پتنگن پنهنجي ان جهد ۽ جاکوڙ ۾ پنهنجين ڳچين جا ڳچ وجائي ڇڏيا.

اَصُــلِ عاشــقَنِ جــو، سِــرُ نـــ ســانديَڻُ ڪَــمُ
سَــئو سِســيان ئِـــي اڳِــرو، سَــندو دوســان دَمُ
هِــيءُ هَــڏو ۽ چَــمُ، پِــڪَ پِريــان جِــيءَ نـــ پَــڙي.

انساني تاريخ جي ڊگهي سفر ۾ ڏسنديؤ تہ اصل کان وٺي سچن عاشقن جو اهو دستور رهيو آهي جو محبت جي ميدان ۾ پنهنجي سر جو بچاءُ ئي ڪو نہ ڪن (هميشہ سر گهوري قربان ٿين). هو ايئن ٿا سمجهن تہ پنهنجي محبوب مالڪ خدا جي رضا ۽ ان جي نتيجي ۾ ان جي ديدار جو هڪ لمحو بہ سندن سوَن سِرن کان وڌيڪ قيمتي آهي. هيءَ هڏ ۽ چم جسم ۽ جان پنهنجي خلقڻهار جي ڏنل عطائن ۽ ان محبت واري لقاءَ جي مقابلي ۾ ڪا بہ حيثيت نٿا رکن.

اَصُــلَ عاشــقَ پــانهنجيون سِسـيُون نـــ ســانڍِينِ
لاهيــو سِــرَ لَطِيــفُ چَئـــي، ســاهَ سَــلهاڙِيو ڏِيــنِ
ڪُلَهنئُــون ڪـــاتِينِ، پُڇَـــنِ پــوءِ پِرِيتَڻــو.

اصل کان وٺي اها سندن ريت آهي جو سچا عاشق پنهنجن سرن جو ڪو بچاءُ ۽ سانگو ئي ڪو نہ ڪن. هو پنهنجو سر وڍي، ان سان گڏ پنهنجو ساهہ بہ سلهاڙي محبوبن آڏو نذر ٿا ڪن هو پهريائين پنهنجا سر ڪلهن وٽان ڪوري ٿا ڏين ۽ پوءِ ٿا نينهن نڀائڻ جو نالو وٺن.

## وائي

دِل ماهي دي نال لوڪو
دل رانجهي دي نال لوڪو
١. مَئن رانجهن دي رانجهن مَيڏا
ٻِئو سَڀ ڪُوڙو ٿوڪو.
٢. مَحبتَ جي ميدان ۾،
سِرُ وَڍِي ڪو ڪو.

اي ماٺهؤ! منهنجي دل ماهي ساڻ آهي ۽ منهنجو جيئڻ مرڻ ان جي لاءِ آهي. اي لوڪو! منهنجي دل رانجهن ساڻ آهي ۽ منهنجو جيئڻ مرڻ ان جي لاءِ آهي. آءٌ رانجهن جي آهيان اها منهنجي طلب ۽ تات آهي ۽ رانجهن منهنجو آهي ٻي سڀ شيءِ ڪوڙي آهي. محبت جي (مشڪل) ميدان ۾هر ڪنهن جي وَسَ جي ڳالهه ڪونهي پر وري ڪو پنهنجو سر وڍي ڏئي ٿو.

## وائي

عِشق ساجن دا لَڳا مَئن نُون مائِي!
بره ڍولڻ دا لڳا مئن نون مائي!
١. راتِيان دَردَ، ڏِينهان دَرماندِي، لوڪان ڪَلَ نہ ڪائِي
٢. مونڪي مَرض ماريئو، سيٽِن هَٿِ سَگهائِي
٣. دارُون هِنَ دَردَ جو، آهِيين يا اِلاهِي!

اي ماءِ! مون کي پياري پرينءَ جو عشق وڪوڙي ويو آهي! ساجن جي الستي عشق ۾ ورتل آهيان، منهنجي ماءُ! اهو عشق برهہ جي باهہ ٻٽجي ويو آهي. منهنجي ماءُ! انهيءَ ڪارڻ رات جو فڪرمندي واري درد جو سور سهان ٿو ۽ ڏينهن جو هورا ڪورا ۾ بي حال آهيان. عام ماڻهن کي منهنجي هن حال جي کهڙي خبر! مون کي (فراق جي) مرض مُئن جي مثال ڪري ڇڏيو آهي! هاڻي منهنجي چڱيلائي پيارن سڄڻن جي ئي وسَ آهي. اي الله سائين، آخر ۾ تون ئي منهنجي هن سور لاءِ علاج (شفا بخشيندڙ) آهين.




## عشق جو چوٿون اصول

جان جي قربانيءَ لاءِ
تيار رهڻ شاهه وٽ عشق جو
چوٿون اصول آهي.



عشق جيئن فنائيت ۽ خود حوالگيءَ جو نالو آهي، تيئن اهو جان جي قربانيءَ لاءِ عاشقن کي هر وقت تيار رکي ٿو. شاهه سائين چوي ٿو ته سِڪڻ ۽ سوري ہئي هڪڙائي اکر آهن رکو پڙهڻي ٻي آ. ٻنهي جي جيءَ ڏني ڪانسواءِ ڳالهه نه جڙندي آ. اهو عشق جي وات تي جيءُ ڏيڻ ۽ پنهنجي جندجان حوالي ڪرڻ جي معنيٰ آهي زندگيءَ جي سيني ساهن کي ۽ سيني لمحن کي ڪنهن به مقصد، ڪنهن به مشن جي اهڙي طرح حوالي ڪري ڇڏڻ جو اهو مقصد ۽ مشن ماڻهوءَ جو نصب العين بڻجي وڃي. اها عشق جي ريت نياهڻ ماڻهوءَ جي چوڏاري ميسر حالتن موجب آهي. غلاميءَ ۾ قاتل قوم کي ان حالت مان نڪرڻ لاءِ قربانيءَ جون شڪليون ۽ آزاد قوم جي ترقيءَ ۾ حصيدار بنجڻ لاءِ قربانيءَ جون صورتون، ٻنهي صورتن ۾ قرباني قدر مشترڪ آهي.

ابن خلدون چيو هو ته اوهان کي پنهنجي قوم کي متحد رکڻو آهي ته ان کي هميشه ويڙهه ۾ رجهائي رکو. هتي ويڙهه مان مراد صرف جنگ جو ميدان ناهي. ويڙهه جا ميدان مقابلي جا آهن. مقابلي جون ڪيتريون ئي صورتون ٿي سگهن ٿيون. تهذيبي ترقيءَ جو مقابلو، اقتصادي ۽ فني ترقيءَ جو مقابلو، ڪارپوريٽ ۽ سماجي ترقيءَ جو مقابلو- اهي سڀ مقابلا ڪنهن به قوم کي متحد رکڻ جو وڏو ڪم ڏئي سگهن ٿا. اهڙي طرح قومي ترقيءَ ۾ پنهنجي جند جان حوالي ڪري ڇڏڻ، پنهنجي قوم ۽ ماڻهن سان مڪمل وابستگي ۽ ڪميٽمنٽ ۾ سبقت حاصل ڪرڻ جو مقابلو ته انهيءَ عشق جو اصلي محاذ آهي. يعني اوهان ڪنهن به خوف الڪي ۽ مفاد ڪان آجا پنهنجو پاڻ کي قومي بقا ۽ ترقيءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو ته اوهان جي لاءِ اها ئي عشق جي ريت آهي. اوهان جي ديوانگي هر حالت ۾ اوهان کي انالحق جي اعلان تي رسائيندي ۽ اهو انالحق سوريءَ کي سينگار بنائڻ جو آواز ۽ اعلان آهي.

حسين بن منصور حلاج چيو هو ته:

”جيڪڏهن اوهان ۾ حق سڃاڻڻ جي شناس ڪونهي ته پوءِ سندس اهڃاڻ ۽ علامتون سڃاڻو،

مان بہ انهن جو اهڃاڻ آهيان.
انالحق
۽ اهو ان لاءِ جو مون حق کان منهن نہ موڙيو!
مون کي قتل ڪيو!
سوليءَ تي لٽڪائي ڇڏيو!
منهنجا هٿ پير ڪپي ڇڏيو!
پر مان پنهنجي حق تي هٽڻ واري دعويٰ تان نہ ڦرندس.“

اهو عشق رتن ماڻهن جي مٽي ۽ سرشت ۾ سمايل آهي تہ اهي قالوابليٰ جي ڪيل اقرار کي سوريءَ تي چڙهي پنهنجي عشق ۽ ديوانگيءَ کي ثابت ڪن. ان ڪري هو نيزي نروار تي ڪسڻ جو قرار حاصل ڪرڻ لاءِ بيتاب هوندا آهن. انهن عاشقن جي سڄي تلاش ۽ جستجو هستيءَ سان يڪجائيءَ لاءِ هوندي آهي. عاشقن کي دوئي ۽ علحدگي ايذائيندي آهي. انهيءَ ڪري سوريءَ چڙهڻ ۽ سيج پسڻ انهن جو مرڪ بڻجي پوندو آهي. اهي عاشق جيڪڏهن زندگيءَ ۾ ماڻهوءَ سان محبت ڪن ٿا، ڌرتيءَ سان محبت ڪن ٿا تہ ان ۾ ان هستيءَ جي هم آهنگيءَ کي ڳولهي رهيا هوندا آهن. هو ان ۾ بہ ان خلقڻهار جي رضا ۽ محبوبيت تلاشيندا آهن جو ان ئي ڪين پنهنجي رضا ۽ محبوبيت جو اتي ڏس ڏنو آهي. شاهہ سائين سُر ڪلياڻ جي داستان 5 ۾ اجهو هيئن فرمايو آهي:

سِڪَڻُ ۽ سُوري، ٻَئِي اَڪَرِ هيڪَڙي
ويهَڻُ وانِٽِڙيِنِ تي، ڪارَڻُ ضَرُورِي
ٻنهِينءَ جي پورِي، جِيءَ ڏِني ري نہ جُڙي.

عشق ۽ سوري، ٻئي سور ۽ سختي جي لحاظ سان ساڳي ڳالهہ آهن. گهر ويٺي اهو ماڳ ملڻ محال آهي. جيئن عشق واري حالت ۾ محبوب لاءِ واٽون جهلي ويهڻ هڪ لازمي حيلو آهي تيئن خدا جي رضا ۽ محبوبيت ماڻڻ لاءِ ان جي ڏسيل رستي تي هلڻ جيڪو انساني عظمتن جي لاءِ ويڙهہ وڙهڻ ۽ غلام ڌرتيءَ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد وٺان گذري ٿو. اها واٽ وٺڻ هڪ ضروري ڪارڻ آهي. سڪڻ ۽ سوري ٻنهين جي لاءِ جند جان قربان ڪرڻ کان سواءِ پورائي نہ ٿيندي.

سُــورِيءَ سَــڏُ تِـئـو، ڪـا هَلَنــدِي جيــڏِيُون!
وَجــڻُ تَــنِ پِـئــو، نــالو نِيــهَ ڳِــنَهِنِ جــي.

محبوب / اعليٰ مقصد لاءِ جدوجهد جي واٽ تي سوريءَ تي چڙهڻ جو سڏ ٿيو . مون کي ته اوس وڃڻو آهي پر اي ساٿيو! اوهان مان ڪو هلندو! جيڪي محبوب سان سچو نينهن جو ناتو رکن ٿا، تن کي پنهنجي جان ۽ مال جي قربانيءَ لاءِ ضرور وڃڻو پوي ٿو.

اُيــي عاشــقَنِ کــي سُــوري سَــڏَ ڪَــري:
”اَتِــي سَـڏَ سُـرڪَ جِـي، تـہ ڪَئُـہَ مَ پيـرُ پَـري
سِـسِــي ڏار ڏَرِي، پُڄِــجُ پــوءِ پِرِيَتَڻــو.“

سوري عاشقن لاءِ هميشہ تيار آهي، ۽ عشق جي پانڌيئڙن کي پئي سڏ ڪري تہ: ”جيڪڏهن محبت واري سُرڪي پيئڻ جي سچي سِڪ اٿوَ تہ پوءِ ذرو بہ پير پوئتي نہ ڪيو ۽ اڳتي وڌي سوريءَ تي چڙهو. جيستائين اوهان کي پنهنجي هن محبوب مقصد جي لاءِ پنهنجو سر ڪاٽي جدا ڪرڻ جي همت آهي تہ پوءِ عشق ۽ پريتڻي جي ڳالهہ ڪيو ۽ عشق جو نالو وٺو.

سُــورِي تِــي سِــينگارُ، اَصُــلُ عاشِــقَنِ جــو
لُــڏِئا ڪِــينَ لَطِيــفُ چِئـي، نيــزي تِئـا نِـروارُ
ڪُسَــڻَ جــو قَــرارُ، اَصُــلُ عاشِــقَنِ سِــين.

اصل کان وٺي سوري عاشقن لاءِ سونهن سينگار رهي آهي جڏهن بہ انسانن کي غلامين وڪوڙيو آهي تہ عشق رتن پاڪباز ماڻهن انهن جي غلاميءَ جو ڳٽ لاهڻ لاءِ جهد ۽ جاکوڙ ۾ سوريءَ کي سينگار بڻايو آهي. لطيف چوي ٿو تہ اهي سچا عاشق ذرو بہ نہ هبڪيا ۽ اڇي ڀالي جي سامهان ٿيا. اهو انهيءَ ڪري آهي جو انهن جي خلقيندڙ ايمان وارن انسانن سان انهن جي جانين ۽ مالن

جو سودو ڪري ڇڏيو آهي، ان ڪري اهو ڪسڻ جو قرار ڪندڙ ئي اصل عاشق ۽ ايمان وارا آهن.

سُــورِي سِــينگاري، اَصُــلُ عاشِــقَنِ ڪــي
لُـڏِئا ڪِـينَ لَطيـفُ چئـي، تَئـا نيـزيِ نظـاري
ڪونِئـو ڪِنـاري، آٽِئـو چـاڙهي اُنِ ڪــي.

اصل ڪان وٺي سور سختيون ۽ تڪليفون عاشقن لاءِ ئي سونهن سينگار آهن تہ جيئن انهن جي شخصيت جي تڪميل ٿئي ۽ خدا جي محبوبيت ڪين حاصل ٿئي. لطيف ٿو چوي تہ اهي عاشق ازلئون ڪسڻ جو قرار هئڻ ڪري سوريءَ تي چڙهڻ کان ذرو بہ نہ هٻڪيا ۽ اچي نيزي سامهان ٿيا. انهن عاشقن کي سُوري پتنگن وانگر ڪشش ڪري ۽ نيزن ڀالن تي چاڙهي ڪسڻ جو قرار بخشي ٿي. ڪنهن شاعر ان لاءِ هينئن چيو آهي :
سور سختيون عاشقن لئہ، محب مهماني مُڪي.

سُـورِيءَ مَـٿـي سـيڻَ، ڪِهَـڙي ليکـي سَـٻَرا:
’جو لَئہ لَڳا نـيڻَ، تہ سُـورِيان ئـي سيجَ ٿِـي.‘

اهو ڪيئن ۽ ڇاجي ڪري آهي جو پنهنجي مقصد سان سچا عاشق جڏهن سخت جهد ۽ جاکوڙ ۾ ايذائجن ٿا ۽ سوريءَ تي چڙهڻ لاءِ اچن ٿا يا سوريءَ تي چڙهيل آهن، تہ خوش ڀيا لڳن ۽ ٻهڪن! حقيقت هيءَ آهي تہ انهن عاشقن جون اکيون اتي ئي ان آئندي جو مشاهدو ڪن ٿيون، جيڪو سندن قربانيءَ جي نتيجي ۾ پونيرن کي نصيب ٿيندو. ان جي نتيجي ۾ پنهنجي خلقڻهار جي رضا ۽ محبوبيت ماڻڻ جي سِڪ انهن جي اکين ۾ اوسيئڙو ڪيون ويٺي هوندي آهي. تڏهن تہ انهن کي اهنج ايذاءَ ۽ سوري بہ سيج پئي لڳندي آهي.

سُورِيءَ چڙهڻُ، سيجَ پَسَڻُ، اِيءُ ڪَمُ عاشِقَنِ
پـاهُون ڪِـين پَسَـنِ، سـائُو هَلَـنِ سـامُهَان.

سوريءَ تي چڙهڻ ۽ ان کي شادي ۽ شاماني جي سيج ڪري ماڻڻ، اهو ڪم ازلئون اقرار ڪيل عاشقن جو ئي آهي. اهي عظمت وارا انسان سانگا ۽ بهانا ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي پوءِ جا فڪرات ڇڏي جهد ۽ جاکوڙ جي رستي تي ايذائجن ٿا ۽ سڌو سوريءَ کي سامهان هليا اچن ٿا.

سُورِيءَ جي سَئو وارَ، ڏِيهاڙِئُون چَنگِ چَڙهِين
جِـمَ وِرِچِـي ڇَـڏِيين، سِـڪَڻَ جِـي پَچـارَ
پِـرِينِ پَسِـين پـارَ، نِيـهُ جِئَـائِين نِڳَئُـو.

عشق جي جنهن راڳ جو تون پانڌيئڙو آهين، ان واٽ تي توڙي جو روزانو سؤ ڀيرا تون سُوريءَ جي ڀالن تي ٽنگجين، تہ بہ متان بي حال ۽ هيٺو ٿي، پنهنجي پيشقدمي روڪي محبوب مقصد جي حاصلات کان مايوس يا بيگانو ٿئين. سڪ قائم رک تہ من حقيقي محبوب جي محبوبيت ماڻي، دائمي ۽ ابدي زندگيءَ ۾ هميشہ ان جو حقدار رهين ۽ اهو ماڳ ڏسين جتان محبت جو سلو انگوريو ۽ عشق جي ابتدا ٿي.

سـڪَڻُ سَـيوئِي سُـورُ، مَحبـتَ وڏو مـامِرو
'اَنَئِي پَهَرَ مَلُورَ، ساعتَ نـہ سِـڳهو جِنـدَڙو.'

سڪ ۽ اُڪير هر حالت ۾ درد ۽ ايذاءَ واري آهي ۽ اهو سڪڻ جڏهن وري خدا، انسان ۽ ذرتيءَ لاءِ هجي تہ هڪ وڏو مامرو آهي، پوءِ تہ ماڻهوءَ جا اٺ ئي پهر ڏينهن رات سرگرداني ۾ ولوڙ آهي ۽ خلق خدا جي ڀلاين لاءِ پنهنجو آرام قُربائجي ٿو پوءِ ماڻهوءَ جو جيڪو بہ دم غافل گذري ٿو سو ڪافر هجي ٿو ۽ سندس جند جان ڪابہ گهڙي موج ۾ ڪونهي، هردم پنهنجي مقصود جي طلب ۾ تات آهي.

سڪَ نہ آهي سُتري، ڪَنُ پَرُوڙي پيرُ
ڪُسَڻَ ڏاران ڪيرُ، ڪَري سَڌَ سِڪَڻَ جِي!

سڪ (عشق) جي واٽ سولي ۽ ستري ناهي، تون ان راهہ ۾ پيش ايندڙ اهنجن، ايذائن ۽ سوريءَ کي سامهون رکي سوچي سمجهي قدم کڻ. هن رستي تي موت قبولڻ تہ هڪ عام رواجي ڳالهہ آهي، ان ڏاران ڀلا ڪير ٿو عشق جي تمنا ڪري سگهي!

ڪَنهِ چيئي تہ پاءِ، پيرُ پِريان جي پيرَ ۾
تُون سُکَنِ جون سَڌُون ڪَرين، سيٽَنِ سُورُ سُهاءِ
اَنگَهَنِ جِيءُ اَڙاءِ، جان نالو ڳِيَڙءِ نِيہَ جو.

اي سڌڙيا عاشق! تو ڪي ڪنهن چيو تہ تون عشق واري واٽ ۾ قدم رک ۽ ان جي واٽ جي پانڌيئڙن جي جتيءَ ۾ پير پاءِ. تون فدائيت ۽ قربانيءَ جو اهو جهان ڇاتوئي ڪونهي، رڳو ٻاهرين ٻنين پيو سکن جون آسون اميدون رکين، عشق جي هن جهان ۾ محبوبن کي تہ راحت ٿي پنهنجي عاشق کي درد ۽ ايذاءَ ڏيڻ ۾ ٿي اچي ٿي. هاڻي جڏهن عشق جي هام هڻئي اٿئي، تہ پوءِ پنهنجو پاڻ کي ڀالن تي ٽنگاءِ تہ جيئن توکي حاصلات جي حضوري ملي وڃي.

سِڪَڻَ اِيءَ نہ حَدَ، جِئَن لِکِئو لِياڪا پائِيين
پَئي پِريان جي نہ تِيسين مَتي اَگَڻَ اَڌَا!
اِيءُ پُڻِ ڪُوڙي سَڌَ، کِلِئو ڪايو سُمَهِين.

عشق ۽ وابستگي جي دعويٰ بہ ڪرين ٿو پر پنهنجي وقت، وسيلن ۽ جان کپائڻ کان سواءِ ٺلهي وابستگي تي وقت پيو گذارين. سچي محبت ۽ سڪ جي پوري بجاآوري ۾ ايترو ڪافي ناهي. پڌرو ۽ نروار ٿي پنهنجو پاڻ محبوب جي پڌر ۾ پاڻ کي قربانيءَ لاءِ تيار ڪر. اها تہ تنهنجي ڪوڙي سڪ آهي جو جاڪوڙ

۽ قرباني جي واٽ تي هلڻ بجاءِ تون بنا ڪنهن فڪر فراق جي موج واري زندگي پيو گذارين ۽ خوشيءَ مان ڪايو پيئو نندون پيو ڪرين.

چـاڙي ٻُجهـي جَـنِ، توسِـين سُـورَن سَـج ڪِـي
تُون ڪئن سَنديون تَنِ، پَرِ سِين پَچارُون ڪرِين!

تنهنجي سمجهه ۽ ساڃهه، همت ۽ جذبي ڪي آزمائڻ خاطر توکي سُور سَڃيا، توڏانهن ٺي موڪليا تہ تون خوشيءَ ۽ صبر سان سهندين پر تون ويٺو پين ڪي دانهون ۽ فريادون ڪرين، تن پيارن جون تون ٻين ڏارين سان کهڙيون ٿو شڪايتون ڪرين!

جيڪِـي سِـڪَڻُ سِـڪُ، نـا تـہ پَسُ سِـڪَنديُون
پاسـي تَنِـي مَرِ لِـڪُ، نِيـهُ نـہ سُـڃاڻَنِ جـي.

تنهنجي اندر ۾ جيڪا طلب جي تات آهي تہ تون عمل جي ميدان ۾ اهو نينهن نڀائڻ جا طريقا پاڻ ٺي سک يا تنهنجي چوڌاري ان واٽ جا پانڌيئڙا سڏيندڙ آهن تہ انهن جو ساٿ ڏي. باقي (اهي ٻئي ڳالهيون ڇڏي) تون اهڙن حوالين جو پاسو نہ وٺ ۽ پيروي نہ ڪر جيڪي ان عشق جي عملي اظهارن ڪي سمجهن ٺي نہ ٿا، جن جي وڙ وڪڙن واري واٽ آهي ۽ انهن جي منزل تي پهچڻ جو آسرو ٺي ڪونهي.

جي تـون سِـڪَڻُ سِـڪَئو، ڪـاتِيءَ پَئي مَر ڪَنجُهہ
سُـپيريان جي سُـورَ جـو، مـاڙُهِنِ ڏِجي نـہ مَنجُهہ
اَنـدرِ اِيءَ اَهَـنجُ، سـانيڄ سُـڪائُون ڪَـري.

جيڪڏهن نينهن نڀائڻ لاءِ عملي ميدان ۾ لٿو آهين تہ ان واٽ تي تڪليفون، اهنج ۽ ايذاءَ اچن تہ انهن تي دانهون نہ ڪر پر صبر سان

سيڪجھ سَھ. وڏن خدائي ۽ انساني ڪمن ۾ مليل تڪليفن ۽ درد جو راز دانھون ڪري عام ماڻھن کي نہ ٻڌائجي. اھي تڪليفون، اھنج ۽ ايذاءَ ھڪ طرف تنھنجي موجود ۽ ايندڙ نسلن لاءِ زندگي بخش ھوندا ۽ ٻئي طرف تنھنجي شخصيت جا مرتبا مٿانھا ڪري توکي مالڪ جي محبوبيت عطا ڪندا. تنھن ڪري انھن کي سڪائون ڪري سانڍ ۽ وڏي محبت سان انھن کي محفوظ ڪج.

جان وَڍيين تان ويھُہ، اَڻ- وَڍيو تان واٽَ ٿِيءُ
ھِيءُ تَنِي جو ڏيھُہ، ڪاتِي جَنِي ھَٿَ ۾.

جيڪڏھن تون (محبت جو) گھايل آھين ۽ خدا، انسان ۽ ڌرتيءَ سان نينھن نياھڻ جي ھورا ڪورا ۽ تڙپ موجود آھي تہ پوءِ عمل جو آغاز ڪر ۽ ڪنھن وڏي جھد ۽ جاکوڙ جي واٽ تي ويھ. پر جي اجا تون محبت ۾ وڍيل نہ آھين تہ يڪدم پنھنجي واٽ وٺ ۽ ٿيءُ راھي. ڇاڪاڻ جو جھد ۽ جاکوڙ جي ھن جھان ۽ ڏيھ ۾ ايذاءُ ۽ موت انسانن سان ھميشہ ساڻ ھلندو آھي.

پھرين ڪاتِي پاءِ، پُڇج پوءِ پرِيَتڙُو
ڏُکُ پريان جو ڏِيلُ ۾، واڄَٽَ جِئَن وَڄاءِ
سِيخُن ماہُ پَچاءِ، جان نالو ڳيڙُءِ نِيہَ جو.

پھريائين قربانين جي لاءِ ذھني طور تي تيار ٿي وڃ، پوءِ عشق ۽ پريتڙي جون پڇائون ڪر. عظيم مقصدن جي وڏي حاصلات کي پنھنجو درد ٻڌاءِ ۽ ان درد کي پنھنجي جان ۾ وڏي واڄي وانگر ٻُراءِ تہ جيئن تو ۾ سور سھڻ ۽ دانھن نہ ڪرڻ جي قوت پيدا ٿئي. جڏھن تو نينھن نياھڻ جو عزم ڪيو آھي تہ پوءِ پنھنجي جسم جي ماس کي سيخن ۾ وجھي باھہ تي پچاءِ يعني ايڏو وڏو سور سھہ، وڏي سور سھڻ جي عادت پيدا ڪر.

ڪــاتِي ڪــونهي ڏوهُ، ڳَــڻُ وِڍِيـنـدَڙَ هَــٿَ ۾
پَــسـئو پَــرِ عَجيــبَ جِـــي، لِڇَئــو وَڃـــي لـــوهُ
عاشِـــقَنِ اُنــــدوهُ، سَـــدا مَعشـــوقَنِ جـــو.

ڪاتيءَ جو تہ ڪو ڏوهہ ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ ڪاتيءَ جو مُنيو وڍڻ واري جي هٿ ۾ آهي. عظيم مقصدن لاءِ جيڪو قربانين جو عزم ڪري ٿو سو مالڪ جي رضا ۽ محبوبيت جي حاصلات لاءِ پاڻ پيش ڪري.ٿو. قرباني ۽ ايثار اهڙا عجيب بہ هوندا آهن جو ڪاتي پڻ نہ وهي ۽ سير واري جاءِ تان لوهہ لچڪيو وڃي، جيئن حضرت اسماعيل جي قربانيءَ وقت ٿيو هو. اها محبوب مالڪ جي ان رضا ۽ محبوبيت جي موٽ هوندي آهي جيڪو ان قرباني جي جذبي ۽ حضور کي قبول ڪري وٺي ٿو.

ڪــاتِي تِکيـائِي مَ ٿِيـي، مَــرُ مُنيــائِي هــوءِ
مــانَ وِرِمَــنِ تــوءِ، مُــون پِريــان جــا هَٿَــڙا.

حق ۽ حقيقت جي حاصلات لاءِ جاکوڙيندڙن جي مٿان اها تڙپ مسلط تہ ٿيندي آهي پر اها انهن جي پنهنجي اندر جو اهاءُ هوندي آهي. ان ڪري حق جي واٽ تي هلندڙن لاءِ قرباني جي ريت بہ آسيس ڏيندڙ هوندي آهي. جيئن جيئن قرباني ڏيندو ويندو تيئن محبوب جي هٿن جي لمس ۽ ڇهاءُ پنهنجي مٿان محسوس ڪندو آهي. ان سرهائيءَ لاءِ چاهيندو آهي تہ شل ڪاتي تکي ٿي نہ وهي تہ جيڪا پوشيده هٿن وارو اهو مهربانين جو ڇهاءُ بہ هميشہ محسوس ڪريان.

هِــڪُ جــو هَٿــي هَــٿُ، ٻِئــو جــو جهَلــي گهــاءُ
اِنهــينَ سُــورَ سَــماءُ، آهــي ٻِــنِ ڄَــڻَنِ کــي.

هڪ اُهو محبوب جيڪو اها جهد ۽ جاکوڙ جي تڙپ ۽ جستجو پيدا ڪري هٿ هٽي ديوانگي اپاري ٿو ۽ ٻيو عاشق جيڪو ايڏي وڏي ذميواري جو اهو

گهائيندڙ ڏک ٿو جهلي. انهيءَ گهاءَ واري ايذاءَ جي پوري خبر ٻاهرين کي کهڙي پوندي، اها خبر تہ رڳو انهن ٻن ڄڻن کي ئي آهي.

تـو جَنـي جِـي تـاتَ، تَـنِ پُـڻ آهـي تُنهنجِـي
”فَـاذكُرُونِي اَذكُـركُم“ اِيءَ پَـرُوڙِج بـاتِ
هَـٿِ كـاتِي ڳُـڙُ واتِ، پُڇَـڻُ پَـرِ پـرِينِ جِـي.

توهان جڏهن حق ۽ سچ جي واٽ تي جهد ۽ جاکوڙ ڪيو ٿا تہ خدا جي بندن جي غلامي ۽ انهن جا اهنج ۽ ايذاءَ دور ٿين تہ اهو خدا بہ توهان جي تات ۽ تذکرو ۽ پچار ڪري ٿو، اها ڳالهہ پڪي طرح دل سان هنڊائي ڇڏيو. قرآن ۾ صاف چئي ڇڏيو اٿائين تہ ”پوءِ اوهان منهنجي پچار ڪريو تہ آءٌ اوهان جي پچار ڪريان.“ جهد ۽ جاکوڙ ۾ هٿ ۾ هٿيار ڪٺو، پرچار سهڻن ۽ مٺن لفظن ۾ ڪيو. پنهنجي منزل ۽ پرينءَ کي پائڻ جي اها وٽ ۽ پار آهي.

كـاتِي جَـنِ ڳِـرِي، مـان لَـنئُـون لَڳـو تَـنِ سِـين
مَحبَــتَ جــي ميــدان ۾ وَجــان پيــرَ پَــرِي
اَڏِيءَ سِــرُ ڏَرِي، مــان كُهَــنِمِ سُــپِرِين.

جن جاکوڙين وٽ هٿيار هميشہ موجود آهي، ۽ اهي خدا جي ڌرتيءَ جي مٿان خدا جي جوڙيل اشرف المخلوقات کي ڌارئي تسلط، ظالماڻي نظام ۽ استحصال مان نجات ڏيارڻ جي لاءِ سرگرم آهن، منهنجو نينهن بہ تن سان ئي لڳو آهي. آءٌ پاڻ ان جهد ۽ جاکوڙ واري محبت جي ميدان ۾ جاکوڙين وٽ هلي وڃان تہ من منهنجي سر جي قرباني قبول ڪري مون کي پنهنجو پيارو ڪن ۽ آءٌ سندن هٿن ۾ ساهہ ڏيان.

اڳيـــان اَڏيـــنِ وَٽِ، پـــويَنِ سِـــرَ سَـــنباهيا
كـاٽِ تـہ پـوءِ قَبُـولَ ۾، مَڃُـڻِ پـانيين گهَـٽِ
مَتـــا مَهـــاڻِنِ جـــا، پئـــا نـــہ پَسِـــين پَـــٽِ
ڪَلاڙَڪـي هَـٽِ، ڪُسَـڻَ جـو ڪـوپُ وَهـي.

جهد ۾ جاكوڙ جي ميدان ۾ اڳين صفن ۾ بيٺل سچا عاشق اڳتي وڌي اڇي اَڏين کي ويجها ٿيا آهن، تہ انهن جي جذبي پوين کي بہ حوصلو بخشيو آهي ۽ انهن پويان بيٺلن پنهنجا سِرَ وڍائڻ لاءِ سنڀرايا آهن. اڳين جون قربانيون پوين لاءِ مشعل راهہ بڻجن ٿيون. اي سچا عاشق! پنهنجو سِر وڍ تہ محبوبن وٽ قبول پوي، ان ۾ متان ڪو گهٽتائيءَ وارو گمان آڻين تہ پهرين جون قربانيون ڪٿي رائيگان تہ نہ وينديون؟ وڏن وڏن جانبازن جا سِر وڍيل ۾ پٽ تي پيل نٿو ڏسين جيڪي پونئيرن جي لاءِ مشعل راهہ بڻيا آهن! هتي جهد ۾ جاکوڙ جي ميدان ۾ وڍيندڙن وٽ، رڳو وَڍِ وَڍان واري ڪار آهي.

مَتـــي وَٽِ مِـــڙَن، تـــہ سَـــيَڪَهين سَـــدَ ٿِيـــي
سِـــرِ ڏِنـــي سَـــتِ جُـــڙي، تـــہ عاشِـــقَ ايـئَن اَڇَـــنِ
لِـــدا تـــي لَـــيَنِ، مُـــلِ مَهانگـــا سُـــپِرين.

سر قربان ڪرڻ جي لاءِ بہ ويڙهہ جي حڪمت عملي ۾ فدائيت جو جذبو گهرجي. جيڪڏهن رڳو ويڙهہ جي نالي ۾ ڪنڌ ڪٽائڻ جي ڳالهہ آهي تہ اها خواهش ڪيترن کي ئي ٿئي ٿي. ٿلهو سر ڏيڻ سان جيڪڏهن عشق جو سؤدو ٿِهي وڃي تہ هوند ڪيئي عاشق سر ڏيڻ لاءِ تيار ٿي اچن. ان ڪري ئي سچا فدائي عاشق حڪمت عمليءَ سان وڙهڻ وارا ورلي ٿا پيدا ٿين. محبوب مقصد، ايئن رڳو هرويرو جي ڪنڌ ڪپائڻ سان بہ ڪونہ ملندو آهي. ان جيْ لاءِ پوري نظرياتي تياري بہ هجي.

نـاٽِي نـاهِ ڪَڪـوهُ، ڪِـينَ مُـلِ مَهـانگو مَنـڌُ
سَنُباهِيجِ، سيدُ چئـي، ڪـاڻَ ڪـارڻِ ڪَنـڌُ
هِـيءُ تَنِـي جـو هَنـڌُ، مَـٽَنِ پـاسِ مَـرَنِ جـي.

پنهنجي پرين مالڪ حقيقيءَ جي عشق وارو سرور ناٽي تي ملڻ وارو ناهي، ان جي حاصلات جو سڪ وارو سَرو وڏي ۾ وڏي ملهه ڪان بہ وڌيڪ مهانگو آهي ۽ ملهه وٺي نٿو سگهجي. سيد عبداللطيف ٿو چوي تہ ان شهادتن جي سلسلي ۾ شموليت واسطي تون پنهنجو مٿو وڍڻ ۽ وڃڻ واسطي سينگاري هلج. هيءُ محبوبن جي ميخاني وارو ماڳ مڪان انهن ئي سچن عاشقن لاءِ آهي جيڪي محبت جي شراب سان ڀريل مَٽن وٽ مرڻ لاءِ تيار آهن.

مُــــلِ مَهــــانگو قَطَــــرو، سِـــڪَڻُ سَـــعادَتَ
اَســـانِ عِبـــادَتَ، نَظَـــرُ نـــازُ پِـــرينِ جـــو.

پنهنجي پرين مالڪ حقيقي جي سچي سِڪ جي نشي واري شراب جو هڪ ڦڙو بہ ايڏو مهانگو آهي جو ملهه وٺي نٿو سگهجي. تنهن هوندي بہ سِڪ ۾ رهڻ وڏي سعادت ۽ خوش بختيءَ جي ڳالهہ آهي. اسان جو ڪم آهي ان جي ٻڌايل طريقي تي عبديت جو اظهار ڪيون. باقي پنهنجن عاشق ٻانهن تي شفقت ۽ ڪرم جي نظر ڪرڻ سو تہ پياري پرينءَ جو ناز آهي جيڪو ابدي زندگيءَ ۾ پنهنجي عاشق ٻانهن سان روزانو نيٽن نهار ڪري پاڻ پسائيندو ۽ انهن سان ڳالهائيندو.

**وائي**

سُپيريان جي سُونهَ جي، ڳالهِ ڪِيئَن نہ وَڃي!
١. وَڃي دَر دوستنِ جي، سُورِيءَ سِرُ سَرهڄي
٢. عاشِقَ اَنگُهنِ چڙهئا، ٻِئو سَيُڪو ٻَڄي

٣. پُڄجُ پوءِ پرِيَتَڻُو، پِهرين سِرُ سَنڄي
٤. عاقِلَ ئِي اوجُهون ٿِئا، پِورو ڪوهُ نہ لَڄي.

سپرين جي سونهن ۽ حسن جي هاڪ ڇو نہ هُلي، سندن سونهن جو ڇو نہ غوغاءُ ٿئي. جڏهن عشق جي انهيءَ نينهن جو آواز پهچي وڃي تہ پوءِ سچن عاشقن جو اهو مرڪ آهي تہ هلي وڃي محبوبن آڏو پنهنجي سر کي سوريءَ جو سينگار بڻائجي. دنيا جو اهو دستور رهيو آهي تہ سچا عاشق سدائين سوريءَ چڙهيا آهن ۽ باقي ٻين ٻچي وڃي جان بچائي آهي. هي راز پروڙڻ وارا عاشق هاٽي تون بہ پهريائين سوريءَ لاءِ پنهنجو سِر سامهون ڪري، پوءِ عشق جي پڇار ڪجانءِ. عشق جي هن راز کي سمجهڻ ۾ جڏهن وڏي عقل وارا ئي منجهي ويا تہ پوءِ ويچارو اڻ ڄاڻ ٻيلا ڪيئن نہ ٻلجي ۽ پنهنجي سادگيءَ تي پشيمان ٿئي!




# عشق جو پنجون اصول

محبوب سان نج ۽ نبار
عشق ڪجي، اهو شاھ وٽ
عشق جو پنجون اصول آهي.



شاهه سائين هيڪڙائي ۽ وحدت جو پرچارڪ آهي. هو خدا سان عشق ۾ ان جي هيڪڙائي مڃڻ کي بنياد قرار ڏئي ٿو.

”وحدہٗ لاشريڪ لہٗ هي هيڪڙائي حق.“

پنهنجو رب، پنهنجو سڀ، پنهنجو ڪارساز ۽ پنهنجو حبيب، سڀ ڪجهه خدا جي ذات کي مڃيو. پنهنجي درد جي دوا ۽ پنهنجي پيڙائن جي شفا اُن اڪيلي خدا کان طلبيو. درد، ايذاءُ ۽ اهنجن جو لاهيندڙ ۽ انهن مان نجات جي رهنمائي ڪندڙ اهوئي الله آهي. اوهان جڏهن پنهنجي دردن، ايذائن ۽ اهنجن ۾ ان جي شفا ۽ رهنمائي نٿا طلبيو ۽ ٻين جي ڪارسازيءَ کي ڪارگر سمجهو ٿا. اوهان جڏهن ان سان ڪيل قالوابليٰ جي ان عهد کي ته ”هائو تون ئي اسان جو رب آهين ۽ تون ئي اسان جو ڪارساز آهين“، کي ٽوڙيو ٿا ته پوءِ اوهان جو عشق نج ۽ نبار نٿو رهي. ٻين جي ڪارسازي، ٻين جي دستگيري، ٻين جي رهنمائي طلبڻ کي شاهه دوئي سڏي ٿو. هو چوي ٿو ته: جيڪڏهن دوئيءَ جو ڪتر اڪين ۾ رکبو ته پرين پسي ڪو نه سگهبو. شاهه ڪريم جو بيت آهي:

مورک مامر نه پجهٽا، هيڏانهن هوڏانهن ڪن
سي ڪين پرين پسن، ڪتر جن جي اک ۾.

جڏهن اوهان پنهنجي شخصيت ۾ نج ۽ نبار ٿيندؤ، پنهنجي دردن جي درمان لاءِ ٻيا در واجهائڻ ڇڏي ڏيندؤ ته اوهان جي شخصيت کي استحڪام ملندو. اوهان جي اندر ۾ زندگيءَ کي هڪ نصب العين ۽ وڏي مقصد سان گذارڻ جا آواز اٿندا. اوهان جي ان لاءِ سوچ ۽ ويچار شروع ٿيندي. اوهان هزارين سالن کان هڪ وڏي مقصد ۽ نصب العين سان زندگي گذاريندڙ ماڻهن جي نقش قدم تي رشڪ ڪندؤ ۽ پنهنجي اندر ۾ امنگ پيدا ڪندؤ ته اوهان به انهيءَ قافلي جا پانڌيئڙا بڻجو. پر اهو سڀ ٿيندو تڏهن آهي جڏهن اوهان سچ ۽ حق جي واٽ تي ڄمت سان هلڻ شروع ڪندؤ. پنهنجي خلقڻهار کي پنهنجو حبيب ۽

طبيب ۽ پنهنجي دردن جي دوا سمجهندؤ ۽ ان سان وفا ۽ محبوبيت جو تعلق جوڙيندو. ان صورت عشق اوهان جي اندر مان اُپامندو، اوهان جي سوچ بڻبو ۽ اوهان جي عملن ۾ شامل ٿيندو ويندو.

عشق هڪ مهمان وانگر هوندو آهي. اهو ماڻهوءَ ڏي ايندو ضرور آهي، ان جو اچڻ اڻٽر آهي پر اهو مهمان ايندو انهن وٽ ئي آهي جيڪي ان جي ميزبانيءَ لاءِ تيار هوندا آهن. پر جيڪڏهن اوهان ان کي سڃاڻڻ لاءِ ئي تيار ناهيو تہ پوءِ ان کي پاڻ وٽ رهائي ڪيئن سگهندو؟ عشق جڏهن ايندو آهي تہ پوءِ اوهان جي صفت بڻبو آهي، اوهان جو ڪردار بڻجي ويندو آهي، اوهان جي هستي بڻجي ويندو آهي، اوهان جي روشني بڻجي ويندو آهي. بلڪل سج وانگر روشني بڻجي ويندو آهي. جيئن سج جي روشني ڪنهن خاص فرد لاءِ نہ هوندي آهي، ايئن اوهان جون وفائون اوهان جو خلوص ۽ اوهان جي فدائيت بہ ڪنهن فرد لاءِ مخصوص نہ هوندي آهي، پر اهي سڀ شيون اوهان جي چوڌاري انسانن جي امانت هونديون آهن. اوهان جنهن بہ حيثيت ۾ هوندؤ، جنهن بہ شعبي ۾ هوندؤ، جنهن بہ ڪم سان هوندؤ، اتي پنهنجي ڪميٽمينٽ، اتي پنهنجي محنت ۽ پنهنجي شخصيت جو خلوص پنهنجي ڌرتيءَ واسي ماڻهن لاءِ وقف ڪري ڇڏيندؤ. اوهان ڊاڪٽر آهيو تہ پنهنجي مريض جي درد ۽ ڪرب کي پنهنجو درد ۽ ڪرب سمجهي ان کي لاهڻ جي پٺيان هوندؤ. اوهان انجنيئر آهيو تہ توهان جي پروفيشن جو محور ۽ مرڪز انسانذات جي ڀلائي ۽ ان جو سک هوندو. اوهان استاد آهيو تہ شاگردن کي تعليمي ميدان ۾ پڙ بنائي انهن کي پنهنجي سماج لاءِ هڪ نئين قالب جو انسان تخليق ڪري ڏيندؤ. جيڪڏهن سروسز ۾ آهيو تہ اوهان جون خدمتون انسانيت جي امانت ٿي نڀائيبيون. جيڪڏهن هوند وارا آهيو تہ اوهان سڄي مخلوق کي الله جو عيال سمجهي محرومن ۽ سوالين کي انهن جو حصو ونڊيندؤ. مطلب تہ عشق اوهان کي اهڙو سچيت ۽ سپتيو انسان بڻائي ڇڏيندو جيڪو نامي انسانن جي روش کان باغي هوندو. هو وطن جي محبت سان ٽمٽار هوندو، ان جي آزاديءَ جي هر وقت اُڪير ۽ تمنا ۾ هوندو. هو پنهنجي هم وطنن لاءِ محبت ۽ سک جا جذبا رکندو. هو خلق ۾ خدا جي رضا ڳولهيندو. هو پاڻ کي فطرت جي آخري

سرحد تي بيٺل سمجهندو. هو هيءَ ڳالهه ڄاڻي وٺندو ته هن زندگيءَ جي پڄاڻيءَ تي جيڪا ابدي زندگي ڪيس ملڻي آهي، اها اصل ۾ خدا، انسان ۽ عشق جي وچ ۾ هڪ رٿا Project ڪولڻ جي ابتدا آهي. هڪ اهڙي رٿا جيڪا نئين دنيا جي تخليق ڪرڻ جي آهي.

وطن جي محبت، ان جي آزاديءَ جي تمنا، ڌارين جي موهه ۽ لالچن کان پاڻ آجو رکڻ ۽ پنهنجي هم وطنن لاءِ محبت ۽ سڪ جذبا رکڻ لاءِ شاهه پنهنجي رسالي ڪي بيتن سان پيري ڇڏيو آهي. سُر يمن جي داستان پهرين ۾ هيئن فرمايو اٿائين:

سَـدا آهـي سُـورَ جـي، رَنجـورِنِ رُٺـڪَ
ڪَنـهِ جَنـهِ ڏُڪَ ڏَسـائِيا، لَتـين ڪِـينَ جهُٽـڪَ
اِنَ پَـلارِيءَ پُٺـڪَ، هيڪَـرَ حُضُـوري ڪِئـا.

شاهه سائين چوي ٿو ته محبوب مقصد لاءِ جاکوڙيندڙ عاشقن ڪي هر دم دردونديءَ جي ديس ۾ انهيءَ جي ماڻهن جي بيوسي ۽ بدحاليءَ تي ڪهڪاءُ روح ۾ جهوري آهي. اهي ڪنهن اهڙي وڏي درد آزاريا آهن جو سندن جهوري جهٽڪ لهي ئي ڪا نه ٿي. ان هورا ڪورا ۾ لڇ پڇ جي اثرائتي درد ۾ ڪرب ڪين وڃي محبوب جي حضور ۾ پهچايو. هاڻي سندن جيئڻ ۽ مرڻ انهيءَ مقصد جي لاءِ آهي. انهيءَ عشق ڪي نياهڻ لاءِ جيڪا اندر جي سگهه گهرجي، جيڪو يقين ۽ ويساهه گهرجي، شاهه لطيف ان ڪي هن ريت تنواري ٿو:

حَبيبُ تُون، طَبيبُ تُـون، تُـون دَردَ جي دَوا:
جانِـبَ مُنهنجـي جـيءَ ۾، آزارَ جـا اَنـوا
صـاحِبَ! ڏِئـين شِـفا، مِيـان! مَرِيضَـن کـي.

اي منهنجا خلقڻهار! سڀاجهو سڄڻ ۽ حقيقي ساٿاري تون ئي آهين، سڄٽاٿپ ۾ ساٿ جو تو کان ئي آسرو آهي. مان جن انيڪ مرضن ۾ قاتل آهيان، انهن مرضن ڪي لاهيندڙ سچو طبيب پڻ تون ئي آهين. تو مون ڪي خلقيو آهي ان

ڪري منهنجي مرضن جي نوعيت ۽ حقيقت بہ ڄاڻين ٿو، ان ڪري منهنجي درد جي دوا بہ تون ئي آهين. اي جاني! منهنجي جيءَ ۾ ڪيئي درد ۽ سور اپريل آهن. پنهنجي ذات جا، روح جا، قلب جا، ذهن جا ۽ ضمير جا ڪهڙا ٻڌائي ڪهڙا ٻڌايان؟ اي مالڪ! اي سائين! تون ئي هر قسم جي بيمارن ڪي صحت بخشيندڙ آهين ۽ مون ڪي منهنجي اندر جي دردن کان شفا ڏيڻ بہ تنهنجي ئي وس آهي.

حَبِيبُ تون، طَبِيبُ تون، تون دَردَ جو دارُون
دَوَا مُنهنجي دِلَ ڪي، تُنهنجون تَنوارون
ڪَريان تي ڪارُون، جِئَن ٻُڪي ٻِئَنئُون نہ ٿِئي.

اي منهنجا خلقڻهار! سڀاجهو ۽ حقيقي ساٿاري سڄڻ تون ئي آهين. درد، ايذاءَ ۽ اهنجن جو لاهيندڙ ۽ انهن مان خلاصگيءَ جي رهنمائي ڪندڙ سچو طبيب پڻ تون ئي آهين. هر قسم جي درد جي دوا بہ تون ئي آهين. منهنجي دل جي بي چيني ۽ اضطراب تڏهن ختم ٿئي ٿو جڏهن مان تنهنجي تنوار ۽ پچار ڪيان ٿو. ساهہ پساهہ تنهنجيون يادگيريون ۽ تنهنجا ٻڌايل زندگيءَ جا ضابطا منهنجي جيءَ ۾ موجود هر قسم جي پيڙائن جو علاج آهن. مون کان منهنجي ويسلائي هٽاءِ، مون مان منهنجو مون ڪڍي ڦٽو ڪر ۽ مون کي پنهنجي پاڪر ۾ آڻ. توکي مهر ۽ مدد لاءِ سڏ ۽ التجائون انهيءَ ڪري ٿو ڪريان جو پين وٽ منهنجي بيماري جي دوا آهي ئي ڪانہ.

حَبِيبُ تُون، طَبِيبُ تون، تون- هين ڏَرڻَن ڏَبُ
تون ڏِيہين، تون لاهِيين، تون- هين هادِي رَبُ
آهِمِ اِيءَ عَجَبُ! جِئَن وارِئو وِيجُ وِهارِيِن!

اي منهنجا خلقڻهار! سڀاجهو سڄڻ ۽ حقيقي ساٿاري تون ئي آهين. درد، ايذاءَ ۽ اهنجن جو لاهيندڙ ۽ انهن مان جند ڇڏائڻ جي رهنمائي ڪندڙ سچو

طبيب پڻ تون ئي آهين. سخت بيماريءَ ۾ مبتلا مريضن جو علاج بہ تون ئي آهين. درد ۾ فرحت، ڏک ۾ سک، اهنج ۾ سهنج جي لاءِ تنهنجا ئوس قانون جڙيل آهن، انهن قانونن پٽاندڙ ڏين بہ تون ٿو ۽ لاهين بہ تون ٿو. پر ساڳي وقت تون هادي هدايت ڏيندڙ ۽ رب آهين. يعني جيڪو بدلجڻ گهري تہ ان کي درجي بہ درجي بدلجڻ جا اسباب مهيا ڪري ڏيندو آهين. اي منهنجا رب! مان بہ تنهنجي رهنمائي، فرمانبرداري ۽ پالڻهاري طلبيان ٿو. اهو تنهنجو عجب نظام آهي جو تون ان درد ۾ اهنج جي دفع ٿيڻ لاءِ ويڇن کي بہ واريو ويهارين ٿو يعني هٽائي ويهارين ٿو ڇاڪاڻ تہ اصل شفا ۾ هدايت ماڻڻ تہ تنهنجي ئي وس آهي.

حَبِيب تون، طَبِيبُ تُون، تون دارُون ڪي دَردَن
تـون ڏِيـين، تـون لاهِيـين، ڏاتَـرَ! ڪـي ڏُکَنـدَن
تَڏِ ڦڪِيُون فرقُ ڪَنِ، جَڏِ اَمُرُ ڪَرِين اُنِ کـي.

اي منهنجا خلقڻهار! سڀاجهو سڄڻ ۾ حقيق ساڻاري تون ئي آهين. منهنجي درد، ايذاءَ ۾ اهنج جو لاهيندڙ ۾ انهن مان جان جند ڇڏائڻ جي رهنمائي ڪندڙ سچو طبيب پڻ تون ئي آهين. اهي درد ۾ مرض تنهنجي جوڙ آهن ۾ تنهنجي جوڙيل قانونن هيٺ ئي ماڻهوءَ کي ملن ٿا. پر اهي درد ۾ مرض لاهڻ لاءِ بہ تنهنجي جوڙ جڙيل آهي ۾ تنهنجا ئوس قانون موجود آهن. تون ڏکويلن جو ۾ مظلومن جو ڏاتار آهين ۾ انهن سان پلاين جو اونو رکين ٿو، اسان کي بہ پنهنجي پلاين جو اهو شعور عطا ڪر جو اسان انهن ڏکويلن جا ساٿاري بڻجون. اسان اهو سمجهون ٿا تہ اسان سيني جي دردن ۾ اهنجن جون دوائون ۾ ڪوششون بہ تڏهن اثر ڪنديون جڏهن تنهنجي رضا ۾ رهنمائي مطابق زندگي گهاريندا سون.

جـان ڪـي ڪـري طبيبُ، دارُون هـنَ دَردَ جـا
هَٿِئـو سـي حَبِيـبُ، اُڪوڙِئـو اَڌَ ڪَـري.

منهنجي دردن ۾ اهنجن جو انت ئي نٿو ٿئي. مان پنهنجي درد جا جيڪي

بہ درمان ڪيان ٿو انهن دردن کان آجي ٿيڻ لاءِ منهنجي طبيب وارا غيرفطري علاج جا طريقا ڪارگر ڪونہ ٿا ٿجن. ويتر هاڃيڪار ناسور بنجڻ ٿا نتيجي ۾ منهنجو پيارو پرين ان ناسور کان بچڻ لاءِ زخمن ۽ سورن تي پڌل لپريون ڇڪي ڇني ٿو ڇڏي.

پيا پوهي هيڪار، مون کي پُڇيو سَڄڻين
”اَلسْتُ بِرَبِكُم“، چيائُون جَنهِ وارَ
سَندِي سورَ ڪِنارَ، تَنَ تَڏَهانڪُون نہ لَهي.

هڪ ڀيرو جڏهن منهنجي حقيقي سڄڻ پنهنجي مهر ۽ پاڇهه وچان مون سان مخاطب ٿي مون کان پڇيو. هو تہ: ’ڇا، آءٌ اوهان جو مالڪ ۽ پالڻهار ناهيان؟‘ ان وقت وڏي نيازمنديءَ سان منهنجي ’روح‘ اقرار ڪيو هو تہ ’هائو‘ بالڪل. تنهن ويل کان وٺي جڏهن مان پنهنجي رب سان ڪيل ان اقرار ڪي پورو نٿو ڪيان تہ منهنجي روح جي بيتابي ختم ئي نٿي ٿئي ۽ منهنجي اندر جا درد ۽ اهنج اياماندا رهن ٿا. تنهن ويل کان روح ڪي ان ذات حق کان ويسلائي جي درد ۽ سوز واري سختي لڳي ٿي اچي.

پيا پوهيو پُڇَنِ، ڪِتِي هَتُ حَبيبَ جو
نيزي هيٺان نِيهَ جي، پاسي پانُ نہ ڪَنِ
عاشِقَ اَجَلَ سامُهان، اُنچي ڳاتِ اَچَنِ
ڪُسَڻُ قُربُ جَنِ، مَرَڻُ تَنِ مُشاهِدو.

جنين ڪي قابلو بليٰ جو اقرار ياد آهي ۽ دلئون چيائون تہ ”تون اسان جو مالڪ ۽ رب آهين.“ سچا عاشق سدائين خوشي ۽ سرهائي مان اهو پيا پڇن تہ: محبوب سڄڻ جي رضا ۽ محبوبيت وارو هٽ ڪٿي آهي؟ پوءِ هو ان رضا ۽ محبوبيت جي حاصلات لاءِ موت جي منهن ۾ هميشہ سينو ساهي ٿا بيهن. اهي

سچا عاشق بنا ڪنهن ڊپ ڊاءَ جي موت سامهون پنهنجو ڪنڌ ۽ ڪرُ مٿي ڪري ٿا اچن. جن عاشقن لاءِ 'ڪسڻ' محبوب ڪي ويجهو ٿيڻ برابر آهي، تن لاءِ 'موت' هڪ حبيب جو ٻئي حبيب ڏانهن وصل جو ذريعو ۽ محبوب جو دائمي ديدار آهي.

ڪـوٺي ڪُهـي سُپرِين، ڪـوٺي ڪُهَـڻَ سـاڻُ
نيـزي هيـٺـان نِيـه جـي، پاسـي ڪَـرِ مَ پـاڻُ
جُـلُ وِجـائي جـاڻ، عاشِـقَ اَجَـلَ سـامُهُون.

پيارو پرين پنهنجن عاشقن ڪي آزمائش ذريعي انهن جا مرتبا مٿاهان ڪرڻ واسطي پاڻ گهرائي ٿو ڪُهي يعني شهادت لاءِ سڏي ٿو. قرآن ۾ چيل آهي ته "الله ايمان وارن سان انهن جي مال ۽ جان جو سودو ڪري ڇڏيو آهي." جيڪو انهيءَ سڏ تي ڪسڻ لاءِ حاضر آهي ته پوءِ ان ڪي ڪسڻ شرط پنهنجي محبوبيت عطا ٿو ڪري. انهيءَ ڪري اي عاشق! تون مالڪ حقيقيءَ سان سودي نباهڻ جي لاءِ پنهنجي جاني قربانيءَ کان هرگز نه ڪيٻاءِ. اي عاشق! تون عشق جي واٽ ۾ ڏاهپ ڪي ڇڏي، ديوانگي اختيار ڪر ۽ محبوب مقصد جي لاءِ مرڻ سامهون وک وڌاءِ.

ڪــــوٺَنَ قَـــريبَنِ جـــو، عَـــينُ تَـــڙَنُ آهِ
ايءَ اُلِـتــي ڳـالِهڙِي، ســڪَ وَرَنــدي ســاهِ
آسَـــرَ هَـــڏِ مَ لاهِ، ڇِـــنَڻ ڳَنَـــڍَڻُ اُن جـــو.

ان شانائتي محبوب جو جاني قربانين جي نتيجي ۾ ڪنهن ڪي سڏڻ ۽ پنهنجي حاضري ۾ آڻڻ هن دنيا جي خفتال کان تڙي آجو ڪرڻ آهي. دنيا جي سک ۽ آرام ڪي ڇڏائڻ واري التي ڳالهڙي جي حقيقت ڪي دم اندر هاٿي جو هاڻ پڇي پوريءَ طرح پروڙ. اي سچا عاشق! تون محبوب جي مهر ۽ قرب مان اميد هرگز نه لاهه، چاڪاڻ جو پياري پرينءَ جو ڪنهن کان جدا ڪرڻ حقيقت ۾ پنهنجي ويجهو ڪرڻ ئي آهي.

کُهِنِ تان کَرَ- گهُرا، کَرَ لَهِنِ تانِ کُهَنِ
سيئِي مُون مُهَنِ، سيئي راحَتَ رُوحَ جِي.

اهي سڄڻ شهادت جو رتبو بخشين ٿا تہ ڇڻ گهٽو ٿا گهرن، ڇاڪاڻ جو ان قربانيءَ جي نتيجي ۾ پنهنجي رضا ۽ محبوبيت جا دروازا کولي ٿا ڇڏين. اهو ساڳيو سڄڻ مون کي شهادت جون سختيون سهائي، ان جي بدلي جنت جي ابدي نعمتن واري زندگي عطا ڪري ٿو ۽ منهنجي لاءِ روح جي راحت ٿو بڻجي.

کُهي سو کَرَ لَهي، ڪوٺي سو کُهي
سوئي مُون مُهي، سوئِي راحَتَ رُوحَ جِي.

حقيقت ۾ اهو سڄڻ جيڪو شهادت لاءِ سڏي ٿو، شهادت پڄاڻان سوئي حال پڇي ٿو ۽ پنهنجون قربتون عطا ڪري ٿو. مومنن سان سندن جانين ۽ مالن جي حوالگي جو سودو ڪندڙ اهوئي ساڳيو سڄڻ جيڪو مون کي شهادت جون سختيون سهائي ٿو، سو ئي ان جي بدلي منهنجي لاءِ پنهنجي ابدي نعمتن واري جنت جي زندگي عطا ڪري روح جي راحت بنجي ٿو.

کُهي سو کَرَ لهي، ڪوٺي سو قَرِيبُ
اهِا عادَتَ سِڪئو هَرِ زَمانِ حَبِيبُ
تَڇي سو طِبيبُ، سوئِي راحَتَ رُوحِ جِي.

جيڪو سڄڻ شهادت لاءِ سڏي ٿو سو شهادت پڄاڻان پنهنجي قربت ۽ حضور ۾ حاضري بخشي ٿو. جيئن قرآن ۾ چيو ويو آهي تہ "جيڪي الله جي راهہ ۾ ماريا وڃن ٿا تن کي مئل نہ چئو پر اهي زنده آهن ۽ پنهنجي مالڪ وٽ کين ڀلو رزق عطا ڪيو وڃي ٿو." پياري سڄڻ پنهنجي عاشقن لاءِ هر وقت ۽ هميشہ لاءِ اهو ئي طور طريقو اختيار ڪيو آهي. طبيب جي وڍ ڪاٽ درد کان

نجات ڏياري روح کي راحت ڏيارڻ جي لاءِ ئي هوندي آهي.

ڪُهَـنِ ۽ ڪـوٺِينِ، اِيءَ پَـرِ سَـنڌِي سَـڄَڻين
سُوريءَ چاڙِهئو سُپِرين، ڏَنبَ ڏِينَهاٽئو ڏِيـنِ
ويـنـا وِرِهُ وَٽِـيـنِ، واڍوڙِئـا! وِهـاءِ تُـون.

حق ۽ انصاف جي قرباني جي سچي تاريخ ۾ اهو سلسلو هلندو ٿو اچي ۽ پياري سڄڻن جو طور طريقو اهو ئي آهي جو پنهنجن سچن عاشقن مان هڪڙن کي شهادت جو رتبو پيو بخشي ته ٻين کي شهادت لاءِ پيو سڏي. اهو سهڻو سڄڻ انسانيت جا اهنج دور ڪرڻ لاءِ فڪرمندي ڪندڙ پنهنجن عاشقن مان هڪڙن کي پيو سوريءَ تي چاڙهي ۽ ٻين کي جدوجهد ۽ جاکوڙ جي واٽ تي ڏهاڙي ڏنب ۽ تڪليفون پيو برداشت ڪرائي. اهو محبت ڀريو سڄڻ سدائين وينو محبت ۽ درد ورهائي ۽ چوي ته: اي گهايل ۽ محبوبيت جا طالب عاشق تون آءُ ۽ اچي پنهنجي لاءِ ان محبوبيت جي ابدي ورچ وٺي ڇڏ.

رَهِـي اَچِـي راتـڙِي، تَـنِ واڍوڙِيـن وَٽـاءَ
جَنِ کـي سُور سَرِير ۾، گَهڻَ مَنجهارا گهاءَ
لِڪـائي لوڪـاءَ، پـاڻِهين پَـڌَنِ پَٽِيُـون.

جيڪي ماڻهو جهد ۽ جاکوڙ ۾ سرگرم ۽ مصروف آهن، ڪا هڪ رات وچي انهن سان گڏ گذاري اچجي. جيڪي عشق ۾ گهايل آهن، جن جي جند جان کي درد لڳل آهي، ۽ جن کي اندران اندر ظلم جي خاتمي جي لڇ پڇ ۽ پيڙا جا ڦٽ ۽ زخم آهن. جيڪي محبت جي راهه تي هلندي پنهنجي تڪليفن ۽ اهنجن کي لوڪ کان لڪائي پنهنجو پاڻ پيا پنهنجيون پٽيون ٻڌن. تن سان سڪ ۽ رابطي ۾ رهڻ سان ماڻهوءَ جي عزم ۽ حوصلي کي سگهه ملندي آهي.

پـاڙهين پـڌَنِ پَٽيـون، پـاڙهين ڏڪَ ڏُکَـنِ
ويڄَـنِ وِرچِـي ڇَـڏِئا، اَڄُ ڪِ ڪالَهـ مَـرَنِ
ڪَنهِ ڪي ڪِينَ چوَنِ، تـ دَرَدُ اسان جي دِلِ ۾.

انهن جاڪوڙي انسانن جي گهائن جي ڪيفيت ئي نرالي آهي. اهي خود پاڻ ئي پنهنجن ڦٽن جون پٽيون پيا ٻڌن، ۽ پاڻ ئي پنهنجا زخم ۽ ڦٽ پيا صاف ڪن، ڪنهن جي آسري ۽ سهاري ڪان بي نياز آهن. طبيبن ڪان بہ انهن جو ڪم چڙهيل آهي. طبيبن انهن کي علاج ڪان جواب ڏيئي پاڻ ڪان پري ڪري ڇڏيو. سندن مرض جي حالت اها بيٺي آهي جو هو اڄ يا سڀاڻي مرن. باوجود پنهنجي نازڪ حالت جي، هو وڏي صبر سان جاڪوڙ جو راز ڍڪين ٿا ۽ پنهنجي دل جي اندر واري درد ۽ پيڙا جو ڇلولاين سان اظهار ڪو نہ ٿا ڪن.

سِـر جُـدا، ڌَڙَ ڌارَ، دوکَ جَنِـي جـا ديـڳِ ۾
سي مَـرُ ڪَنِ پَچارَ، هَڪيا جَنِ جي هَٿَ ۾.

جن جاڪوڙين جي ڪيفيت اها آهي جو اهي جهد ۽ جاڪوڙ جي واٽ تي وڍيا پيا آهن ۽ پنهنجا سر پنهنجي ڌڙ ڪان ڌار سمجهي ديوانگيءَ سان ويڙهہ جاري رکيو اچن. وفا جي راهن تي جن جي جسم جو ماس ديڳن وانگر پڪو آهي، سي ڀل تہ پنهنجي عظيم مقصدن جي حاصلات جون پچارون ڪن. جن جا سرتريءَ تي رکيل آهن، انهن کي اها پچار سونهين ٿي.

ديڳيين دوکَ ڪَڙهن، جِتِ ڪَٺِيءَ ڪَٺِڪو نہ لَهي
تِتِـي طَبِيـبَنِ، چـاڪَ چِڪَنـدا ڇَـڏِئا.

عشق جي آزمائش ۾ سور سختي وارو اهو ماڳ جت عاشقن جو ماس ديڳين وانگر پيو ڪڙهي ۽ مٿانهن سختين ۽ ايذائن جو ڪٺاهيءَ وانگر واڄٽ پيو پوي. انهن وڍيل چاڪن ۾ چڪيل عاشقن جا گهاءَ ايذا تہ گهرا هئا جو طبيبن بہ انهن کي لاعلاج چئي ڇڏي ڏنو.

اَڄُ پُـڻ دانهـو دانـه، واڍوڙَڪِـيءَ مَنَهـينَ
ويـجَ وَرائـي ٻانـهَ، چـوڙي چـاڪَ نِهارِئـا.

محبت ۾ گهايلن جي ديري ۾ اڄ ٻه اهڙا وساريل ماڻهو وڃي ڏسو جيڪي حق ۽ سچ لاءِ ڏنل قربانين ۽ سور سختين جي نتيجي ۾ مليل درد ۽ سور سببان مَنهن هيٺان ويهجي ويا آهن. طبيب آيو جنهن اچي وڍيلن جي ٻانهن کي موڙي جهلي نبض ڏني ۽ پڻ چڪندڙ وڍن ڦٽن کي سُوئي صاف ڪري جانچي ڏٺو ته انهيءَ جون ٻه دانهون نڪري ويون.

اَڄُ پُـڻ ڪَنجهـو ڪَنجهـَ، واڍوڙَڪِـيءَ مَنَهـين
جو پُڻِ پِيئَنِ سَنجهـَ، ته هوءِ پِنيُون هوءِ پَٽِيُون.

محبت ۾ گهايلن جي ديري ۾ اڄ ٻه جهد ۽ جاکوڙ ڪندڙ سپوتن کي ڏسو جيڪي پنهنجي ڏنل قربانين جي سور سختين جي نتيجي ۾ مليل درد ۽ سور سببان ويهجي ويا آهن جيئن جو رات ٽڙي ٿي، ۽ سور جي سختي وڌي ٿي ته لُپريون ۽ پٽيون پيون ٻڌجن ته انوقت ڪانئن درد جون آهون ۽ ڪنجهه نڪريو وڃي.

ويچـارا واڍوڙ، سَـدا شـاڪِرَ سُـورَ تـي
تـاڻِنِ مَتـي تـوڙَ، اوري ڪَـنِ نـه آسَـرو.

عشق جا ماريل حقيقي محبت ۾ گهايل ويچارا سچا جاکوڙي، پنهنجي جهد ۽ جاکوڙ واري وات تي ملندڙ درد ۽ سور تي سدائين سرها آهن ۽ ڪين ڪا شڪايت يا ناشڪري آهي ئي ڪانه. سندن ڏيان عظيم مقصد جي حاصلات آهي، جنهن سان سندن درد وندي ديس جي ماڻهن جا ڏکِ ۽ ڏوجهڙا دور ٿين ۽ ان جي نتيجي ۾ ڪين پنهنجي پالڻهار حقيقي محبوب جي رضا ۽ محبوبيت ماڻي وٺن. ان تات ۽ طلب منجهن اهڙي عظيم مقصد جي لاءِ جيئڻ ۽ مرڻ جي ديوانگي اوتي آهي. اها ئي سندن آخري منزل مقصود آهي؛ ان ڪان اورتي ڪين

ٻئي ڪنهن مقصد حاصل ڪرڻ جي ڪا تمنا ۽ مراد ڪانهي.

سَـــدا آهـــي سُـــورَ جـــي وادوڙِنَ وائِـــي
جيڪـــا اَتَـــنِ مَـــنَ ۾ سـلِن نـــ سـائِي
اوڙَڪِ اُهـــائِي، ڳولِئـــو ڏِسـن ڳـــالهَڙِي.

حقيقي محبت ۾ گهايلن ڪي جهد ۽ جاکوڙ جي ميدان ۾ جيڪي سور مليا آهن انهن جي تہ ڪا پرواهہ ئي ڪونهي. انهن ڪي تہ هر وقت درد وندي ديس جي درد ۽ سور جي ڳالهہ زبان تي آهي، جن ڪي هنن عظيم مقصد بڻايو آهي. ان عظيم مقصد جي حاصلات ماڻڻ جي مراد ئي سندن سڀ ڪجهہ رهي آهي. جيڪا سندن دل ۾ آهي سا هو ٻين ڪي سڻائي هرگز پڌري نٿا ڪن. جڏهن تڏهن بہ ڪشالا ڪري هو ان جاکوڙ جو ميدان ۾ حڪمت عمليون ڳولي وچي هٿ ٿا ڪن ۽ پنهنجو مقصود ماڻي ٿا وٺن.

سَگهَنِ سُڌِ نہ سُورَ جِي، تہ گهايَلِ ڪيئن گهارِينِ
پِئَـلَ پاسَـو پَـٽَ تـان، وَڍِيـلَ نـہ وارِيـنِ
پَـرِ ۾ پَـچِي پـرينءَ ڪـي، هَئـي هَنجهُـون هـارِين
سَـجَـڻُ جي سارِينِ، سيَ نہ رُونِ نہ چُونِ ڪِين.

چگن پلن ڪي ان سور جي ڪل ئي ڪانهي تہ عشق ۾ گهايل انسان ڪيئن ٿا سخت سور ۾ گهڙيون ڪاٽين. اهي عشق جا گهايل جاکوڙ جي عملي ميدان جون سور سختيون سهي جڏهن پٽ تي پاسو ڪوڙيو پيا آهن، پر پوءِ بہ هنن جو جذبو ماٺو نہ ٿيو آهي. هو پنهنجي پر ۾ ئي محبوب مقصد جي حاصلات لاءِ ڪامي پچي درد پريا ڳوڙها پيا ڳاڙين. سچا عاشق جيڪي پنهنجي محبوب مقصد لاءِ جيئڻ جو اونو رکن ٿا سي ظاهريءَ طرح ٻين آڏو نڪي روئڻ جي واويلا ڪن ٿا ۽ نڪي ڪجهہ ڪڇن ٿا.

سَگھنِ سُڌ نہ سُورَ جِي، تا رُڃڪَنِ رَنجُورِي
پئا آھِن پَٽَ ۾، مَتِنِ مامُورِي
لَگِينِ لَنئُ لَطِيفِ چئي، سَدا جي سُورِي
پِرتِ جَنِ پُورِي، تَنِ رويو وِهامي راتڙِي.

چگن پلن کي تہ غلاميءَ جي درد، پيڙا ۽ سور جي خبر ئي ڪانھي، جيڪي ان جي درد ۽ تڪليفن جا گھايل اگھا آھن سي ئي تا ڪنجھن ۽ آھون ڪن. اھي درد وارا اگھا پٽ تي ڪريا پيا آھن ۽ مٿن درد، ڪرب ۽ محرومين جي غشي طاري آھي. لطيف ٿو چوي تہ انھن کي وساريو نہ. انھن کي غشيءَ واري حالت مان ڪڍي اچو. ڪين محبت واري لؤن لڳل آھي پر ڇا ڪن جو سدائين سور واري حالت ۾ آھن. انھن جي پريت پڪي آھي ۽ ڪين پنھنجي محبوب مقصد جي حاصلات جو درد دامنگير آھي. سندن حالت اھا آھي جو رئندي رئندي سندن رات وھامي ٿي.

سَدا آھي سُورَ جِي، رَنجُورِنِ رُڃڪَ
ڪَنهِ جَنهِ ڏُکَ ڏَسائِيا، لَتين ڪِينَ جھُٽَڪَ
اِنَ پَلارِيءَ پُڙِڪَ، ھيڪَرَ حُضُورِي ڪِئا.

محبوب مقصد جي حاصلات لاءِ جاکوڙيندڙ دردمندن کي ھر وقت ۽ ھردم دردونديءَ جي ديس ۽ انھن جي ماڻھن جي بيوسي ۽ بدحاليءَ تي کھڪاءُ روڄ ۽ جھوري آھي. اھي ڪنھن اھڙي وڏي درد آزاريا آھن جو سندن جھوري ۽ جھٽڪ لھي ئي ڪانہ ٿي. ان ھورا ڪورا ۽ لڇ پڇ جي اثرائتي درد ۽ ڪرب کين وڃي محبوب جي حضور ۾ پھچايو. ھاڻي سندن جيئڻ ۽ مرڻ انھيءَ مقصد جي حاصلات سان ئي ٻڌجي ويو آھي.

آيَــلِ! آن نَــ وِسَــهان، هَنجُــون جــي هــارِينِ
آٽِڻُــو آبُ اکِــينِ ۾، ڏيهــَ کــي ڏيکــارِينِ
سَجَڻُ جي سارِينِ، سي نہ رُونِ نَہ چُونِ کِين.

اي ماءُ، منهنجا ديس واسي درد ۽ پيڙا جي جن عذابن مان گذرن ٿا، انهن عذابن جي مٿان ظاهري طرح ڳوڙهن تي ڳوڙها ڳاڙيندڙن جي مٿان آءٌ کهڙو ويساهہ ڪريان. اهي ائين ئي روئي اکين ۾ پاڻي آڻي سڄي ڏيهہ کي پيا ڏيکارين تہ کين بہ وڏو درد آهي. جيڪي سچا عاشق پنهنجي محبوب مقصد جي لاءِ جيئن ۽ مرن ٿا ان مقصد جي حاصلات لاءِ پنهنجي خلقڻهار سان السِتي نينهن نياڻ کي ياد ڪن ٿا، سي نہ ظاهر ۾ بين آڏو رئن ٿا ۽ نڪي ڪجهہ ڪڇن ٿا اهي تہ پنهنجي جهد ۽ جاکوڙ واري عملي زندگيءَ سان پنهنجي درد کي ثابت ڪن ٿا.

اَکِهــي اکهــائِي، رَنــجُ پريــان کــي رَســئِو
چِکَــيمِ چِکّــائِي، ســورانگهي سُــورِيءَ تــان.

درد ونديءَ جي ديس ۽ انهن جي ماڻهن جي بيوسيءَ ۽ بدحاليءَ تي منهنجو اضطراب، رنج ۽ جهوري مقبول پئي، منهنجي انهيءَ درد ۽ ڪرب جو حال محبوب تائين پهتو ۽ منهنجي درد جي سڄڻ تائين رسائي ٿي. ائين هڪ نصب العين لاءِ پاڻ پتوڙي، سور ۽ سختي اورانگهي هاڻي جڏهن آءٌ مرندس تہ نهايت اطمينان سان مرندس ۽ منهنجو مالڪ نيڻن نهار ڪري مون کي سڏيندو تہ منهنجي رضا واري ابدي زندگيءَ جي قبول پيل ٻانهن ۾ شامل ٿيءُ، ۽ منهنجي جنت ماڻ.

هُــو جــي مَنجها هــيجَ، وَهَــمَ پريان جــي وَڍِئا
ٻُڪــي ڏيئــي تــن کــي، کــوهُ ڪَرِيندا ويــجَ
نَڪــا پِــچَ نــ پــيچ، پَسَــڻ ڏاران پِــرينءَ جــي.

اهي محبوب مقصد لاءِ جاکوڙي ۽ سچا عاشق جيڪي وڏي اتساهہ ۽ چاهہ

مان، محبوب جي رضا جو خدا پرستي ۽ انسان دوستيءَ وارو نظريو اپنائي ان کي عملي شڪل ڏيڻ واري خيال ۽ ويچار ۾ گھائجي ويا. تن کي طبيب ڀُڪي ڦڪي ڏيئي چا ڪندا. اتم اعليٰ انساني نظريو ملي وڃڻ ڪان پوءِ انهن کي ڀڪي ڀئون نه تي تئي. پرينءَ جا حڪم، ان جا ضابطا ۽ پرينءَ جي رضا پسڻ بنا، نه ڪائي ستي اثر ڪندي نه ڪي ٻيا ويڻ ڪم ايندا.

وڍي جَنِ وَڍِياسِ، وَرِي ويجَ ئِي سي ٿِئا
پِرتِ پَڌائون پٽِيُون، رُوح ڪَئائُون راسِ
هِنيَڙا تَنِي پاسِ، گھارِ تہ گھايَلُ نہ ٿِيين.

جن منهنجي اندر ۾ تڙپ پيدا ڪري مون کي محبوب مقصد ۽ زندگيءَ جو نصب العين عطا ڪيو، وري ان جي لاءِ جهد ۽ جاکوڙ ۾ منهنجا طبيب بہ سي ئي سچڻ ٿيا. اعليٰ انساني قدرن جي رهنمائي ۽ انهن کي عمل ۾ آڻڻ جو شعور ۽ چاڻ عطا ڪري خود پاڻ پيار سان ويهي منهنجي درد تي پريت جون پٽيون ٻڌائون ۽ منهنجي روح کي پڻ پوري راحت ۾ آندائون. اي منهنجا هِيانوَ! اِي منهنجا من! تون سدائين تن محبوبن ساڻ گڏ گذار تہ هوند ڪڏهن بہ گھايل نہ رهين.

ويجَنِ وينـي ئِي، دوستُ پيهي دَرِ آئِيو
صِحَتَ جِي سَرِيرَ ۾ ڪَلَ ڪَڙِيين پيئِي
پِيڙَ پَري ويئِي، اَچَڻَ ساڻُ عجِيبَ جي.

منهنجي درد ۽ پيڙا جي ختم ڪرڻ واسطي ٻين ڀڪين ۽ ڦڪين وارا آيل طبيب ويٺائي هئا جو منهنجو اصل هادي پيارو پرين پاڻ مون وٽ منهنجي گھر آيو. ان جي ٻڌايل علاج ۽ اصولن ذريعي منهنجو جسم صحتياب ٿيو زخم پرجڻ لڳا ۽ انهن جون ڪڙيون پڪيون ٿيڻ لڳيون. ان پياري پرينءَ جي ايندي ئي درد ۽ پيڙا جي سختي ختم ٿي وئي ۽ ان جا ٻڌايل ضابطا منهنجي زخمي ۽ وياڪل زندگيءَ لاءِ اڪسير بڻجي ويا.

ڪارائِيان قَرِيبُ، وَنِيِنِ— ٿُون ويجهو گهَڻو
دارُون سَبَ دَرِدَ ڪي، طَبعَ جو طبيبُ
ايهي حالِ حَبِيبُ، ساهان اوڏو سُپِرِين.

مالڪ حقيقي پيارو پرين مون کي منهنجي اکين جي تارن جي ڪاراڻ کان بلڪ ماڻڪين کان بہ وڌيڪ ويجهو آهي. هو منهنجي هر درد جي دوا آهي، بلڪ هو منهنجو خلقڻهار آهي تنهن ڪري منهنجي جوڙيل جوڙ کي ڄاڻي ٿو. اها عليم ۽ ڪريم ذات مالڪ حقيقي پنهنجي جوڙيل جهان جي جوڙ ۽ پنهنجي ٻڌايل ضابطن جي ذريعي منهنجي طبعي سرشت جو طبيب آهي. اهڙي بندوبست ڪرڻ وارو اهو پيارو سڄڻ مون کي پنهنجي ساهہ کان بہ وڌيڪ ويجهو آهي. مان پنهنجي هر ساهہ پساهہ ۾ ان جي جوڙيل جوڙ مان لطف اندوز ٿيان ٿو.

## وائي

وِرِسِئا وِيجَ وِيچارا، پُليا وِيجَ وِيچارا
دل ۾ دَرِدُ پِرِين جو
منَ ۾ مَرض پرين جو
١. اُٿيو ويڄا، مَ وِهو، وَجو ڏَرِيَ ڪَٽي
اُٿيو ويڄا مَ وِهو، ڪَٽو ڏَرِيَ تَمارا
٢. ٻُڪِي ڏِيندا ٻاجهَ جي، آيا سُورَ ڏَٽِي
ٻُڪِي ڏيندا ٻاجهہ جي، آيا جِيءَ جِيارا.

ويچارا اڻ ڄاڻ ويڄ ۽ طبيب منهنجي درد ۽ ڪرب جو پتو لڳائڻ ان جي علاج ڪرڻ ۾ پلجي پيا. هو بدن جي ٻاهرين بيماري ڳوليندا رهيا ۽ ٻاهرين تڪليف جو علاج ڪندا رهيا، پر ڪين منهنجي اندرين عذاب ۽ ڪرب جي ڪل ئي ڪانہ پئي، مون کي حقيقت ۾ محبوب حقيقيءَ جي رضا ۽ تسليم جو اُلڪو

آهي. منهنجو روح بي چين آهي، مان الست بربڪم جو قالوا بليٰ سان اقرار ڪيو هو ۽ هاڻي جيستائين پنهنجي انسان دوستيءَ واري عملي زندگيءَ سان ان اقرار کي نہ پاڙيندس تيستائين منهنجو روح بي چين رهندو. اي طبيبو! ٻاهرين ٻڪين سان وڏيڪ نہ ويهو، اُتو ۽ ٻُڪيون ڦڪيون ڪٽي روانا ٿيو: اٿو ۽ ڪٺو پنهنجون دوائون، وڏيڪ نہ ويهو! مان پنهنجو مرض ڳولهي ورتو آهي منهنجي سُور جا مالڪ پاڻ اچي ويا آهن ۽ اهي ئي مون کي پنهنجي پيار جي دوا ڏيندا: اهي جيءَ جيارينڌڙ ئي ان انسان دوستيءَ جو ڏانءُ ڏيندا ۽ پنهنجي حڪمن ۽ ضابطن واري ٻاجھ جي ٻُڪي ڏيندا تہ مون کي نجات ۽ چڱيلائي ملندي.




# عشق جو ڇهون اصول

تلاش ۽ تڙپ
شاهه وٽ عشق جو
ڇهون اصول آهي



زندگي گوناگون آهي. ماڻهوءَ کي زندگيءَ جي انهيءَ گوناگونيءَ مان پنهنجي ڪاميابي بہ تلاش ڪرڻي آهي، پنهنجي لاءِ حق ۽ سچ جي تلاش بہ ڪرڻي آهي. دنيا ۾ سچ ۽ حق جون وري ڪيتريون ڏسائون آهن ۽ ڪوڙ دعوائون آهن، اتي پنهنجي لاءِ بهتر کان بهتر جو انتخاب ان تلاش جو اصل حاصل آهي. شاهہ صاحب ان لاءِ تلاش ۽ تڙپ کي بيحد ضروري سمجهي ٿو. پنهنجي رسالي ۾ شاهہ سائين سر سسئي جا پنج سر انهيءَ تلاش ۽ تڙپ جي ضرورت، ڪيفيت، انداز ۽ ان جي صورتن کي ورائي ورائي بيان ڪيو آهي.

انهيءَ تلاش ۾ ڪيتريون بہ تڪليفون برداشت ڪرڻيون پون، ڪهڙا بہ ڏونگر ڏورڻا پون پر تلاش کي ڇڏڻو ناهي.

منڊ نہ منجهان تن، پسي لڪ لُڏن جي،

جا پر ڪاهوڙين، سا پر سکي سسئي. *(سُر سسئي آبري)*

”سسئي انهن عورتن منجهان نہ آهي جيڪي جبلن جا ڏکيا لڪ ڏسي ڏکي ۽ ڪنبي ويهي رهن، پر سسئي تہ ڪاهوڙين وانگر سخت تڪليف ۽ مشقت ڪرڻ واري آهي. هن شروع کان ئي اهو طريقو سکيو آهي.“

شاهہ لطيف وٽ حاصلات کان وڌيڪ تلاش ۽ تڙپ کي اهميت حاصل آهي. هو چوي ٿو تہ مان اهڙي حاصلات کي گهوري ڇڏيان جيڪا منهنجي تلاش ۽ تڙپ کي ماٺو ڪري ڇڏي.

تلاش ۽ تڙپ هر ماڻهوءَ جي ضرورت آهي. علم جي تلاش، روزگار جي تلاش، ڪاميابين جي تلاش، مهارتن جي تلاش، سچ جي تلاش، اعليٰ انساني قدرن جي تلاش، سڪون ۽ سلامتيءَ جي تلاش، سڪون ۽ سلامتيءَ واري مذهب جي تلاش، اهي سڀ انسان جون فطري ۽ سماجي ضرورتون آهن. انهيءَ ڪري ماڻهو انهن لاءِ تلاش ۽ تڙپ بہ ان پيماني جي رکي. شاهہ لطيف اسان جو نباض شاعر هو. هُن جتي جتي بہ اسان جي ڪمزورين کي ڏٺو، اتي ان جو علاج ٻڌايو. هُن اسان ۾ تلاش ۽ تڙپ جي بيحد کوٽ محسوس ڪئي، ان ڪري اوترو

ئي زور ڏئي هُن سچا سارا پنج سُر تلاش ۽ تڙپ تي تخليق ڪيا.

هُن ڏنو تہ اسان جا ماڻهو سخت روايت پسند ۽ نسلي طرح هلندڙ طريقن جا پابند آهن. جنهن مذهب تي وڏڙا رهيا آهن، اسان ڪي بہ هر حال ۾ ان تي هلڻو آهي، پوءِ ڇو نہ ڏيڏ ڪائڻا پون، ڪنڊين ۽ ڪانئين جي آڏو اونڌو ٽيڻو پوي، انساني شرف ڪان هيٺ لهڻو پوي ۽ ماڻهن جي پيرن تي جهڪڻو پوي. صرف ان لاءِ تہ اهو خانداني مرشد آهي ۽ پيڙهين ڪان هلندو پيو اچي. مرشد وٽ نہ وحدانيت جي تعليم آهي نہ انسان دوستيءَ جا عملي مظاهر آهن، پوءِ بہ پيري مريدي هلندي پئي اچي. صدين جون فرسوده ۽ مدي خارج روايتون ۽ رسمون هلنديون پيون اچن. ملان ڪيترو بہ پيشہ ور ۽ فرقيواريت جو علمبردار بڻجي، پر ان جي سماجي رتبي ڪي چيلينج نہ ٿو ڪجي. شاھ لطيف پنهنجي فڪر ۾ انهن سيني روايتن، رسمن ۽ طريقن جو پوسٽ مارٽم ڪيو. هن نہ صرف انهن خرافات ڪي ننديو پر ماڻهن ڪي ان جو باغي بڻايو ۽ انهن ڪي سيڪاريو تہ هو پنهنجي زندگيءَ جي سيني معاملن ۾ يلي طريقي ۽ يلي ڳالھ جي حاصلات لاءِ تلاش ۽ تڙپ جي روءِ تي رهن. هن سيڪاريو تہ تلاش ۽ تڙپ برابر تڪليف ۽ قربانيءَ جو رستو آهي پر انسان ڪي سچ سان نينهن نياهڻ جي لاءِ تڪليفون سهڻيون پونديون ۽ قربانيون ڏيڻون پونديون. شاھ سائين انهن تڪليفن لاءِ هڪ عورت سسئي جي ڪردار ڪي نمونو ڪري پيش ڪيو ۽ هي خاموش پيغام ڏنو تہ هاڻي جيڪڏهن مَرد تلاش جي اهڙي ريت تي نہ هلن تہ پوءِ انهن جي مردانگيءَ تي حيف آهي.

اهڙي طرح ماڻهو پنهنجي اڳواڻن ۽ رهبرن جي ڪڏ هلن ٿا. سالن ۽ ڏهاڪن جي ڏکي سفر ڪانپوءِ بہ قوم ڪي ڪا هڙ حاصل نٿي ٿئي، اهنج ۽ ايذاءَ ختم نٿا ٿين، تبديلي ۽ انقلاب نٿا اچن. ڏسجي وائسجي پيو تہ نہ فڪري سگھہ آهي ۽ نہ عملي طريقا آهن سو انقلاب اچي تہ آخر ڪٿان اچي پر ماڻهو اتي بہ انقلاب جا سائنسي ۽ رياضياتي طريقا اختيار ڪرڻ بجاءِ روايتي رهبرن پويان پنهنجون جوانيون ۽ زندگيون پيا تلف ڪن. شاھ لطيف انهن لاءِ صاف لفظن ۾ چيو تہ:

هارِئا ويـڄَ! مُيـاسِ، سُـڌ نـہ لَهـين سُـور جِـي
پِرِيـان ڪـي چُونـدِياسِ، تَـہ تَـرسُ طَبِيـبَنِ ڇَـڏِئو. *(سَريمن)*

”اي نادان طبيب: آءُ تہ پنهنجي درد ۾ تنهنجن ڪويچ ۾ مدي خارج نسخن سببان مرڻ جهڙو ٿي ويو آهيان، پر تون اجان تائين منهنجي سور جو سبب نٿو سمجهين. آءُ پنهنجي پياري پرين جي بارگاهہ ۾ دانهين ٿيندس تہ يار رب! هنن ڪويچن پنهنجي نفساني خواهشن پٺاندڙ بي مقصد وانن تي هلائي اسان جو وقت وڃائيو ۽ اسان جي درد ۾ ڪرب تي هنن ڪهل ۾ قياس ڇڏي ڏنو هو.“

استاد جي، سڄاڻ جي، تخليقڪار جي ۽ هڪ علم واري ماڻهوءَ جي علم جي تلاش زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ ماني ٿيڻ نہ گهرجي. حضرت محمد ﷺ جنهن جي فڪر جو آغاز ئي اقراء سان ٿيو هو تہ ”پڙهو، پڙهندا رهو، خلقٺهار اوهان تي سڀ کان وڏو اڪرام ئي اهو ڪيو آهي جو اوهان کي قلم جو علم ڏنو اٿائين.“ هن چيو تہ پڙهڻ ۽ سکڻ لاءِ اوهان جي زندگيءَ ۾ عمر جي ڪابہ سرحد ڪونهي، ”پينگهي کان وٺي قبر ۾ وڃڻ تائين سکندا رهو“، تان جو مالڪ حقيقي جي حضور ۾ پيش ٿي ڪري ٻڌايو تہ مان سکڻ ۽ سچ پائڻ جي لاءِ سڄي زندگي تڙپ ۽ جستجوءَ سان گهاري هتي پهتو آهيان.

هي اسان جو سڀ کان وڏو الميو آهي ته اسان رسمي ڊگريون وٺي عقل جا اڪابر ۽ آپي خان ٿا بڻجي وڃون. هي ڊگريون تہ استعداد جو سرٽيفڪيٽ هونديون آهن تہ هي ماڻهو هاڻي هن شعبي ۾ ڪم ڪري سگهي ٿو. سکڻ جي رسوخ جو آغاز تہ ٿيندو ئي ڊگرين کان پوءِ آهي. اهڙي طرح زندگيءَ جي ٻين شعبن ۾ بہ، پوءِ اهو پورهيو هجي، سروسز هجن، ڪاروبار هجي، سيني هنڌن تي اسان جو ساڳيو رويو آهي. انهيءَ ۾ بہ گهٽو ڪري موجود ۽ ميسر حالتن تي اڪتفا ڪري اسان جو گاڏو پيو گهلجي. پلان پليءَ جي تلاش ۽ ترقيءَ جي تڙپ اسان جي عشق ۽ ايمان جو حصو نہ رهي آهي. پنهنجي پنهنجي شعبن ۾ پنهنجي خدمتن ۽ پنهنجي ڪم سان عشق ۽ ان کي پنهنجي لاءِ پنهنجي چوڌاري ماڻهن جي لاءِ مفيد بنائڻ جي تڙپ ناهي تہ پوءِ ڪنهن بہ ڪم واري ماڻهوءَ کي مجرد عشق ڪهڙي حاصلات ڏيندو.

پَسِي ڏُونگَرَ ڏاهَ، جِمَ هَلَڻَ ۾ هِيٺي وَهِين
لانئِجي لَڪَ لَطِيفُ چَئي، پُنيءَ ڪيچِينِ ڪاهِ

پُڇـــي پُـــورِج سَسُـــئِي، بَلوچـــاڻِي بـــاهِ
اِن وَڙائِـــتِ وَرَ جِـــي، آسَـــرِ هَـــڏَ مَ لاهِ
جـو اَکِينَڻُـون اوڏو آهِ، سـو پـرين پَرانهُـون مَ ڄاڻُ. (سُر آبري)

”اي سسئي! وڏا جبل ڏسي متان هلڻ ۾ سستي ڪرين. دل نه لاهجانءِ. تون چيلهه ڪي سندري سان ٻڌي ڪيچين جي قافلي پٺيان هلندي وڃ. اي سسئي! تون قافلي جا هر منزل تي باهه جا ڇڏيل نشان پڇائيندي اڳتي وڌندي وڃ، تون ان قربائتي ڪانڌ ڪان ڪنهن به صورت ۾ نااميد نه ٿيءُ، اهو سڄڻ جيڪو اکين ڪان وڌيڪ ويجهو آهي، انهيءَ لاءِ ايئن نه سوچ ته هو ڪو توکان پري آهي.“

اها تلاش ۽ جستجو پنهنجي محبوب سان وصل جي لاءِ آهي ڇو ته آخري منزل اهو وصل ئي آهي. سسئي چوي پئي ته آءٌ وينديس ۽ جبلن ۾ ڳوليندیس، جتي به هوندو ان کي ڳوليندیس. شاهه جي هن تعليم تي اوهان به زندگيءَ ۾ اهڙي ريت تي هلو ۽ عشق جي اثرن ۽ فائدن جو لطف وٺو. سُر يمن جي داستان 2 ۾ هيئن فرمائي ٿو:

جـان جـان نـاهِ ضَـرورُ، تـان تـان طَبِيبُ نـاهِ ڪـو
جُـه سـو سَـرِئُو سُـورُ، تـه ڪَـرَ ويـڄُ وَرِ پِئُـو.

ماڻهوءَ جي زندگي ته ايئن معمول مطابق گذري ٿي پر سوچ ۽ علم وارن انسان کي وري وري پنهنجي اندر جا اڌمان جاڳندا آهن ۽ اندر جو انسان بيدار ٿيندو آهي ته آخر هو ڪير آهن؟ ڇو پيدا ڪيا ويا آهن؟ ۽ سندن منزل ڪهڙي آهي؟ پوءِ سليم فطرت انسانن ۾ بامقصد زندگي گذارڻ جي تڙپ پيدا ٿيندي آهي. جيستائين اندران اها تڙپ ۽ ضرورت پيدا نه ٿيندي تيستائين ٻاهر به ان درد ۽ پيڙا جو ڪو ويڄ ۽ طبيب ڪونه ملندو. ماڻهوءَ جي اندر جو درد ۽ سور ايرندو ته پوءِ ان درد جي نجات ۽ راحت جي منزل تي رسائڻ وارا ويڄ به جهٽ ملي ويندا.

سُورُ جَنِي کي سَرِئو، سَرِي تَنِ صِحَتَ
مِنِي مُصِيبَتَ، آهِي عاشِقَنِ کي.

جن کي اندرَ جي پيڙا آهي، عشق آهي ۽ اڌمان آهن تہ ان جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل تڙپ ۽ عملي زندگي انهن کي ئي صحت ۽ راحت عطا ڪري ٿي. انهيءَ ڪري سچن عاشقن جو اهو دستور آهي تہ سور واري سختيءَ کي پنهنجي جاڪوڙ ۽ انسان دوستي واري عملي زندگيءَ سان هو حياتيءَ جو جيڪو لطف حاصل ڪن ٿا، سان انهن جي وڏي حاصلات آهي.

اُتيارِي، اُتِي وِئا، مَنجهان مُون آزارَ
حَبيب ئي هَٽِي وِئا، پيڙا جي پَچارَ
طِبيبَنِ تَوارَ، هَڏُ نہ وَٽِي هانِ مون.

منهنجي اندر ۾ هي درد ۽ ڪرب جو سور جاڳائي، پاڻ پرين هليا ويا. اهي پيارا محبوب ئي منهنجي اندر ۾ سليم فطرت سمائي ۽ منهنجي روح کان الستي اقرار وٺي نينهن نياڻ جي واٽ تي لڳائي ويا ۽ مون کي سور سختي جي جهوري لائي ويا. انِ جي نتيجي ۾ مون منجهہ جيڪا تڙپ ۽ جستجو پيدا ٿي آهي سا منهنجو سرمايو آهي. هاڻي مون کي پنهنجي چڱيلائي بابت ويڄن جي ڳالھ ئي نٿي وڻي.

اَور ڏُکَندو اُو تِيي هادي جَنهِ حَبِيبُ
تِرُ تَفاوَتُ نہ ڪَري تَنهِ کي ڪو طَبِيبُ
رَهَنُما رَقِيبُ، ساٿَرِ آهي سُپِرِين.

اهو پاڻ وڏيڪ ڏکوئجي ٿو، جنهن جو سڄڻ ۽ سونهون خود پيارو پرين آهي. ان ڪري جو پرين ان جي اندر کي تڙپائي ٿو ۽ ان تڙپ جي نتيجي ۾ عمل جون سور سختيون سهائي ٿو. سندس پيڙا جي ڪيفيت هي آهي جو سور ۽ درد

کي لاهڻ ۾ بہ وري سواءِ پياري سڄڻ جي ٻئي ڪنهن بہ طبيب جو علاج ذرو بہ فرق نٿو ڪريس. انهيءَ ڪري جو ان تڙپ ۾ عمل جي وٿن، حقيقتن ۾ زندگيءَ جي ضابطن جي رهنمائي ڪندڙ خيرخواه، سپرين جهڙوڪر سندس ساٿاري بڻيل آهي.

سَــاٿَرِ صِــحَتَ سُــپِرِين، آهِــي نَـــ آزارُ
مَجلِسَ ويــرَ مِنـو ٿِيــي، ڪاٽِينـدي ڦَهـارُ
خَنجَرُ تَنـه خُـوبُ هَڻِــي، جَنهِ سين ٿئي يـارُ
ساجَن مُـون ستارُ، سوجهي رَڳُـون ساهَ جـون.

جڏهن منو محبوب ساٿي ۾ ساٿي آهي جو ان جا ٻڌايل رهنما اصول منهنجي درد جا دارون آهن تہ پوءِ ان جي نتيجي ۾ سور يا آزار آهي ئي ڪونہ. اهو پيارو پرين ويجهڙو ٿيڻ تي منو مهربان ۾ غفار آهي، پر وڏن ۾ گهائڻ وقت بلڪل بي قياس. جنهن جو بہ هو يار ٿئي، تنهن ڪي آزمائش لاءِ تڪليفن مان پار ڪرائي ٿو. پيارو سڄڻ نهايت پاجهارو آهي جو پنهنجي محبوبيت جو نهايت مٿانهون مقام ڏيڻ لاءِ سوجهي ساهہ جي رڳن جي قرباني ٿو ڏياري، اها قرباني ڪيترن ئي انسانن جي ايندڙ سک ۾ سلامتيءَ واري زندگيءَ جو ذريعو بڻجي ٿي.

رَڳُــون ٿِيـون رَبــابُ، وَڄَــنِ ويــلَ سَــيَڪَهين
لُڇَــنِ، ڪُڇَــنِ نَـــ ٻِئـو جانِــبَ ري جَـوابُ
سوئِي سَنڌِيندُم سُپِرِين، ڪِيَسِ جَنهِ ڪَبابُ
سوئِي عَيـنُ عَـذابُ، سوئي راحَـتَ رُوحَ جِـي.

جڏهن ڪان مون محبوب حقيقيءَ جي رضا لاءِ ان جي ٻڌايل محبوب مقصد واسطي جيئڻ شروع ڪيو آهي منهنجون نسون رباب جون تارون ٿي

پيون آهن، جيڪي منهنجي دردونديءَ ديس جي مظلوم ماڻهن سان ٿيندڙ نانصافين تي لڳاتار وڃن ٿيون ۽ ان سور جي سختي ڪان لرزن لڇڪن پيون پر صبر ۽ ماٺ ۾ پيون سور سهن ۽ سواءِ محبوب جي ٻئي ڪنهن سان ڪا ڀڙڪ به ڪين ٿيون ڪن. هاڻي اهو محبوب ئي منهنجو رهنما بڻبو. ان جا ٻڌايل حڪم، ضابطا ۽ قومن جي عروج ۽ زوال جا قانون رهنما بڻجي منهنجي وکريل وجود کي سڌو ۽ سنڌائتو ڪندا. سڌاري ۽ خرابيءَ بابت فطرت جا جوڙيل قانون آهن. انهيءَ جي جوڙيل قانون جي انحراف تي افراد ۽ قومن کي عذاب ملن ٿا ۽ ان جي ٻڌايل حڪمن ۽ ضابطن جي پوئواريءَ تي ئي افراد ۽ قومن جي راحت واري زندگي مقدر بڻجي ٿي.

اَنـــڌا اُونـــڌا ويـــجَ! ڪَـــلَ ڪُجاڙِئـــا ڪـــانئِيِنِ
اســـان ڏُکنـــدو ڏِيـــلَ ۾، تُـــون پيـــارِيين پـــيجَ
سُـــورِي جَنِـــي ســـيجَ، مَـــرڻُ تَـــنِ مُشـــاهِدو.

اي عقل جا انڌا ۽ مت جا موڙها طبيب! جڏهن تون ماڻهوءَ جي اندر جي بيمارين جي ڄاڻ ئي نٿو رکين ته پوءِ اجايو علاج ڪري منهنجي ڪل کي پيو ساڙين! اسان کي محبوب مقصد لاءِ اندر ۾ تڙپ ۽ لڇ، ۽ تون پيو ٻاهريون ڦڪيون ڪرين ۽ سُتيون پيارين! ان محبوب مقصد جي لاءِ جاکوڙي ۽ ويڙهاند ڪري سوري تي چڙهڻ جن جي لاءِ سيج برابر آهي، تن لاءِ موت ته هڪ عجب لقاءُ آهي.

تَـــنَ طبِيـــبُ نـــه تـــون، سُـــڌ نـــه لَهـــين سُـــورَ جـــي
ڏَکِ پنهنجـــا ڏِرَيـــڙا، کَـــڏَ کُٽِـــي ۾ يُـــون
ڪانَـــه گُهرجـــي مـــون، حَيـــاتِيِ هـــوتَنِ ري.

تون منهنجي بيتاب ۽ قالوا بلىٰ جو اقرار ڪيل جندجان جي بيماريءَ جو جو ڄاڻو طبيب ئي ڪو نه آهين، (انهيءَ ڪري) مون کي جيڪو درد ۽ پيڙا آهي، تنهن

ڪي تون سمجهي نٿو سگهين. تون پنهنجون هيڏانهن هوڏانهن جون دوائون ستيون جيڪي مون کي تو ڏئين سي موٽائي کڻ ۽ ڪا ڪڏ ڪٽي اُن ۾ پوري ڇڏ. منهنجو علاج محبوب جو وصال ۽ ان جي ڏسيل واٽ آهي ۽ منهنجو جيئڻ ان سان ئي آهي. باقي ٻين نظرين ۽ رمزن وارا حيلا هلائي پياري پرين کان پري نہ تو ڪري سگهين. انهن هوتن جي جدائي ۾ جيئڻ مون کي ڪيئي ئي ڪونہ.

هارِئا ويـڄ! مُيـاسِ، سُـڌ نـہ لَهـيَن سُـور جـي
پِريان کي ڇُونـدِياسِ، تَہ تَرسُ طَبيبَنِ ڇَڏِئو.

اي نادان طبيب: آءٌ تہ پنهنجي درد ۽ تنهنجن ڪويڄ ۽ مدي خارج نسخن سببان مرڻ جهڙو ٿي ويو آهيان، پر تون اڃان تائين منهنجي سور جو سبب نٿو سمجهين. آءٌ پنهنجي پياري پرين جي بارگاهہ ۾ دانهين ٿيندس تہ يار رب! هنن ڪويڄن پنهنجي نفساني خواهشن پٽاندڙ بي مقصد واٽن تي هلائي اسان جو وقت وڃائيو ۽ اسان جي درد ۽ ڪرب تي هنن ڪهل ۽ قياس ڇڏي ڏنو هو.

ڪُتِـيَـسِ ڪُـويڄِن، تَــنِ طَبيــبَ نــہ گَـڏِئا
ڏيئِــي ڏَنــبَ ڏَڏَنِ، پاٽــان ڏِيــلُ ڏُکوئِيــو.

اٽڪاڻ ويڄن منهنجي درد ۽ ڪرب جي تشخيص ئي نہ ڪئي. ابتن علاجن سان ماري ڇڏيو: منهنجي بيمار جسم کي سچا طبيب نہ ملي سگهيا. انهن نادانن لاحاصل مقصدن جي ڪِي ڊوڙائي ڏنين تي ڏنب ڏيئي، ويتر منهنجي جان کي وڌيڪ جهوريو ۽ آزاريو.

ڪُوماٽــا ڪَڙيــون ڪَــرِي، چــاڪَ اُپَرئــامِ
واري ويــڄَ ڏِنــامِ، ڏَنــبَ ڏِکنــدي ســامُهَان.

مان پنهنجي هوراڪورا سان پنهنجي محبوب مقصد جي لاءِ پنهنجي وت آهر ڪوشش سان هلندو رهيس ۽ منهنجا ڦٽ اندران ئي پرجي، مٿان ڇٽڻ واريون

ڪَڙيون ٻڌي، ڪمائجي ويا هئا. جو مٽان وريَ اٽڃاڻ ويڄن جي رهنمائي ويڳاڻپ جي ور چاڙهي ڇڏيو. تان جو منهنجا ڦٽ اڪلي پيا. انهن جي ڪويڄائي نسورو منهنجي زندگيءَ کي سور، آزار ۽ ڏنپ ڏئي ڇڏيا.

طنبُو طبيبَنِ، آڻي اگڻ ڪوڙيا
دارُون هِن دَردَ کي، ڦَڪِيُون فَرقُ نہ ڪَنِ
وِرِڇئو ويڄَ وَڃنِ، سُڌِ نہ پِيئِنِ سُورَ جي.

منهنجي بيماري ۽ لڇ پڇ ڏسي ويڄن پنهنجون پنهنجون ستيون ڪٽي پنهنجا طنبو پلاٽي اچي بالڪل منهنجي صحن تي آڻي ڪوڙيا. پنهنجي ستين تي هلائڻ جا وڏا وس ڪيائون پر سندن ڏنل ڦڪين منهنجي هن درد ۽ سور کي ذرو بہ گهٽ نہ ڪيو. ٽڪجي لاچار تي آخر اهي ويچ هليا ٿا وڃن پاسيرا تي ٿا وڃن پر ڪين منهنجي درد ۽ ان جي علاج جي ڪا خبر ئي ڪانہ ٿي پوي.

ايرينڊَڙا اي، جي مون کي ڏِنا سَڄَڻين
هارِئا تَنِي تي، ويڄَ وِڃاءِ مَ ڍِيَڙا.

طلب جي تات ۽ جستجوءَ جا اهي ڦٽ ۽ زخم جيڪي مون کي پياري پرين ڏنا آهن، سي ايرينڊڙ آهن ۽ محبوب مقصد لاءِ جاکوڙ ۽ جهد سان اهي ضرور ورندا ۽ ڇُٽندا. اي نادان ويچ! تون پنهنجن غيرمعياري نسخن واريون پنهنجون دوائون انهن تي ضايع نہ ڪر.

ويڄَ وِڃاءِ مَ ڍِيَڙا، ڪَندا ڪونہ فَرقُ
مُون کِي ٽِڻا مَرَڪُ، مُون پِريان جا ڏَڪَڙا.

اي طبيب! تون پنهنجي ڍِبن جي جهڙا پسارڪا ٽوٽڪا ناهي، اهي ٻڪيون ڦڪيون ضايع نہ ڪر، جو اهي منهنجو درد گهٽائڻ ۽ مون کي صحتمند ڪرڻ

ڇڙ ڪو بہ ڦيرو ڪو نہ آڻيندين. منهنجي لاءِ منهنجي مانائتي پريءَ جيڪو شفا جو فطري نسخو تجويز ڪيو آهي سو منهنجو مرڪ آهي. ان نسخي تي هلڻ سان جيڪي ڏک ۽ ڏاکڙا آهن سي بہ مون لاءِ سهڻا سيباڻا آهن.

ويـجَ وِجـائُون ڇَـڏِ، تـو کي سُـڌ نـہ سُـورَ جـي
آندِيئِي جي اگهِنِ لَئي، سي گورِيُون گورِينِ گَڏِ
سوئِي صـاحِبُ سَـڏِ، جـو پَرکـا لَهـي پيـڙَ جِـي.

اي طبيب! تون پنهنجون اهي اجايون حڪمت واريون ڳالهيون بند ڪر، جو توکي مرض جي اصليت ۽ سور جي سبب جي سُڌ ئي ڪانهي اهي نسخا ۽ گوريون جيڪي اگهائي ختم ڪرڻ لاءِ آنديون اٿئي پنهنجي اڳين ڀڏايل نسخن ۽ گورين سان رکي ڇڏ. مون پانت پانت جا نسخا ۽ علاج ڪري ڪافي پوڇيو آهي. هاڻي منهنجي درد جو ڇيهه ٿئي. تنهن ڪري تون انهيءَ صاحب ۽ سائينءَ کي سڏي آڻ، جيڪو منهنجي اندر جي هن درد ۽ پيڙا کي صحيح طور سڃاڻي ٿو.

ڏارِين دُنيا ڪارَڻ ڏَرِبيُون، تَنَ جو تُون نہ طَبِيبُ
ايـنـدو اَڄُ عَجِيـبُ، شـادِي ڏِيـنـدو صِـحَتَ جِـي.

اي ويڄ! تون رڳو پنهنجي ذاتي، انائن ۽ خواهشن لاءِ اجايون ڊپن جهڙيون دوائون ڪنيو وتين، پر حقيقت اها آهي تہ تون دلين جو اصل مرض ڄاڻين ئي ڪونہ ٿو، ان ڪري تن جي علاج جي توکي ڪَل ئي ڪانهي. پر مان بہ روزانو اها آس ٿو رکان تہ اڄ منهنجو پيارو سڄڻ محبوب ايندو، ۽ ان جي تجويز ڪيل ضابطن ۽ نسخن سان منهنجو درد دفع ٿيندو ۽ مون کي چڱيلائي جي واڌائي ڏيندو.

ويچَنِ سِين وائِيءَ پِئا، ڪِري نـ ڪِئائُون
جي پَنـدِ پارِئـائُون، تـ سِـگهائِي سَگها ٿِئا.

هڪڙا ماڻهو پنهنجي مرضيءَ تي هلڻ وارا اهڙا بہ آهن جن کي پنهنجي دور ۾ درد ۽ ڪرب جا ڄاڻو ۽ رهنما ۽ طبيب تہ مليا پر انهن ماڻهن جي پنهنجي ويڄن سان آڏا سوال جواب ڪيا، ۽ ڍِسيل رک ۽ پرهيز نہ ڪيائون. جيڪڏهن هو پنهنجي باطني بيمارين ۽ ڪُذاين بابت جيڪي انهن جي ماڻهپي کي نهوڙيندڙ هيون، طبيبن جي ٻڌايل نصيحت ۽ هدايت تي هلن ها، تہ هوند جلد ئي صحتياب ٿين ها.

وِيجَنِ سِين وائِيءَ پِئا، ڪِري ڪَنِ نـ پاڻُ
اَگهـا اِنَ اُهجـاڻِ، پَسـو سُـورَ سِـجهائِيا.

انهن بي چَين بيمارن هڪ تہ پنهنجي مرضي ۽ خواهش کي پنهنجي مٿان حاڪم بڻائي پنهنجي طبيبن سان سوال جواب ڪيا، ۽ ٻيو هرويرو جي غفلت ۽ ڇيڳرائي ۾ ڄاڻي ٻجهي پنهنجي باطني بيمارين ۽ ڪذاين جي رک نہ ڪيائون. سندن اهڙن افعالن جي ڪري اهي مريض ڏسو تہ دنيا ۾ هيڪلا ٻڌجي ويا ۽ ڪو بہ پوئنو ٻاري نہ سگهيا. زندگيءَ جو گذران سوڙهو ٿي ويو. سور جي سختيءَ نيست ۽ هيٺا ڪري ڪيرائي ڇڏيا ۽ ڪين مرض جي آزار نهوڙي ڇڏيو.

تَـڙِي طَبيـبَنِ، گهايَـلُ گهَـران ڪَـڍِئو
ڇِڪئا چاڪَ ڇِيهُون ڪَري، ڪَڙيُون مُورِ نـ ڪَنِ
دوسَ دَرسَـنِ تُنهنجـي، وڏو نـارُ نَـيَنِ
وِرِچِئـو ويـڄَ وَڄـنِ، آءُ پِـرِين تـہ اُبَهـان.

اهڙن ماڻهن سخت درد جي پيڙا کان نجات لاءِ جڏهن بہ طبيبن ڏي رخ ڪيو تہ خود طبيبن کي پنهنجا حيلا ۽ حڪمتون ضايع نظر آيون، تنهن ڪري انهن زخميل مريض کي پنهنجي طبابت خاني مان ٻاهر ڪڍي ڦِٽو ڪيو. ڇو جو درد لاعلاج هو. وڏا ڦٽ ۽ زخم سِيرون ڇِهيرون ڪري پئي چڪيا، ۽ ڪڙيون

ٻڌي ڇتڻ وارا بالڪل نہ پٽي ٿيا. (اهڙي حالت ۾) اي سڄڻ! تنهنجو هڪ ئي ديدار ڏکن ۽ گهائن جي آزار کي ٺاري وجهي ٿو. جڳن کان دنيا ۾ فردن ۽ قومن کي عطا ڪيل تنهنجي روشني ۽ رهنمائي شفاياب رهي آهي. هي دنيا جا طبيب تہ ڪڪ ٿي ڇڏي هليا ٿا وڃن، پر اي منهنجا پيارا پرين! تون پاڻ منهنجو ساٿي ٿيءُ تہ آءُ تنهنجي ڇپر ۾ ڇانءَ ۾ هن بيماري مان ڇاق ٿي اُٿان.

آهـــي گهڻـــو اَگهَـــنِ جـــو تَـــرسُ طَبِيـــبَنِ
ڪِئو وَسُ ويڄَنِ، تـان ڪِريءَ ري ڪِين ٿِئي.

سڄڻ طبيب تہ بيحد مهربان آهن ۽ انهن کي تہ بيمارن جو گهڻو ئي قياس ۽ خيال آهي. هر مرض جون شافي حڪمتون مهيا ڪري سڄڻ طبيبن تہ وڏو ۽ صحيح علاج ڪيو پر ماڻهو پنهنجون خراب عادتون ۽ حرص جيستائين ترڪ نٿو ڪري تہ ان پرهيز کان سواءِ ڪو بہ فائدو ڪو نہ ٿئي ۽ ڪو نہ ٿيندو.

اَگهـا ئِـي سَـگها ٿِئـا، جـي ويـنـا وَٽِ ويڄَـنِ
تـہ تَرسِـي طَبِيـبَنِ، ڇيـٺـي هُـونـدَ چَڱـا ڪِئـا.

جيڪي بيمار پنهنجون عادتون ۽ حرص ترڪ ڪري ۽ نفساني خواهشن تي ڪنٽرول ڪري طبيبن وٽ علاج واسطي ويهي رهيا تہ اهي بيمار هوند چڱا ڀلا ٿي پيا ان ڄمي ويهڻ ۽ صبر جي نتيجي ۾ طبيبن پڻ مٿن ترس کائي سندن زخم ڏوتا ۽ پنهنجي پوري پوري حفاظتي اپائن ۽ انتظام سان ڪين صحتياب ڪيو.

پـاڙي ويـجَ هُـئـامِ، تـان مُـونِ مُـور نـہ پُڇِئـا
تيلاهِـــين پِئـــامِ، موريسَـــر اَڪِـــينِ ۾.

جيتوڻيڪ منهنجي قسمين قسمين جي آزارن جا طبيب منهنجي پاڙي ۾ مون کي نسورو ويجها هئا، تڏهن مون ان ايڏي هوند جو فائدو وٺي پنهنجي

بيماري جي علاج بابت ڪانئن ڪڏهن ڪو نہ پڇيو. تنهن ڪري ئي تہ مون ڪي اکين ۾ پڙوارَ پيا جن منهنجي ڏسڻ ۽ سڃاڻڻ واري نظر وڃائي.

هارِئا تو هِرِي، ڪُپَچُ ڪايا سِين ڪِئو
ڪِئِي جي ڪِرِي، تہ تُون تَوانو تِيين.

اي مُوڙهل ۽ هرڪيل نفس! تون پنهنجي ڪرتوتن، حرص ۽ غرضن تي ضابطو نہ ڪيو ۽ هر شيءِ ڏوڪڻ ۽ هر شيءِ کائڻ تي هِرڪي، پنهنجي بدن کي اڻائو مرض لاتو. جيڪڏهن تون سچڻ طبيبن جي ڏسيل واٽ ۽ هدايتن تي پرهيز ڪرين ها تہ هوند سگهو ڇاق چڱو ڀلو ٿي وڃين ها ۽ آزارن مان تنهنجي جان آجي ٿي پوي ها.

ويـجَ مَ ٻُڪِي ڏي، مَـرُ چَڱِيائِي مَ ٿِيان
سَجَڻُ مانَ اَچي، ڪَرَ- لاهُو تِي ڪَڏِهِين.

اي طبيب! تون مون کي ڪابہ دوا نہ ڏي، ڀل تہ آءُ چڱي ڀلي نہ ٿيان ۽ بيمار ئي هجان تہ من منهنجو محبوب ڪڏهن اچي، تہ منهنجي بيوسيءَ تي ڪهل کائي مون کي هن بيماريءَ جي ابدي ڇوٽڪاري جو ڏس ڏئي.

هُئين ويجَنِ وَٽِ، تُون ڪِئن جِيءُ جَڏو ٿِيين
سِرُ ڏِيئِي ۾ سَٽِ، ڪوهُ نَہ ڪِئِي ڏَرِيَڙا!

اي جيئڙا! تون تہ طبيبن وٽ رهندڙ هئين، پوءِ ڪيئن اگهو ٿئين! اتي رهندي بہ تون شفايابي حاصل نہ ڪئي. تون اتي پنهنجي شفايابيءَ جا ڏس اپنائي سندن رضا ۽ خوشي خاطر پنهنجو پاڻ حوالي ڪرين ها تہ جيڪر تنهنجي حاصلات وڏي ٿي پوي ها.

ويهڻُ ويڄن وَٽِ، سِڪين تہ سُگهو ٿِيَن
اڳين عادَتَ مَٽِ، تہ اگها! عاجزُ نہ ٿِيين.

(اي اگها!) پنهنجي درد جي دفع لاءِ جيڪڏهن تون طبيبن وٽ صحتيابيءَ جي اعتقاد ۽ اطمينان سان ويهڻ سکين تہ جيڪر چڱو ڀلو ٿي پوين. پر ان لاءِ شرط آهي تہ تون پنهنجي بي چيني، بي صبري ۽ بي شڪري واري اڳين عادت بدلاءِ تہ هوند هيٺو ۽ محتاج نہ ٿئين.

تَرسُ طَبِيبَنَ جو، جَڏَنِ ڪِئو نہ جاتِ
جو ويڄَنِ جي واتِ، دارُونئان تَنہِ دُورِ ٿِئا.

طبيبن تہ بيمارن تي پنهنجي مهر ۽ عطا سان ڪين وڏا حيلا ۽ علاج ڏسيا پر هنن لاپرواهہ بيمارن طبيبن جي ڏسيل اُپائن جو ذرو بہ قدر ۽ يادگيرو نہ ڪيو. انهيءَ ڪري اهي اگها انهيءَ مجرب علاج کان، جيڪو ويڄن ڪولي ڪولي ڇڻو ڪري ٻڌايو هو تنهن کان محروم ٿي ويا.

جانڪي ڪِئا وِچ مُون دارُونَ ۽ ڪارُونَ
ٻُڪيُون ڏِينديِ ٻاجهہ جُون نِهاري نارُونَ
جَنِ سيڻ لَهَنِ سارُون، تَنِ تان ڏُکَنَدو ڏُورِ ٿِيي.

مهربان طبيب وڏي ڏيان سان منهنجا گهڻا ڪي علاج ۽ حيلا ڪيا، جيڪو جيڪو عرصو گذرندو رهيو انهيءَ ۾ منهنجي اصلاح جو دوا دارون ٿيندو رهيو ۽ مون کي هدايتون ملنديون رهيون. محبوب سچڻ پيار سان هر لحظي جون ڪارائتيون دوائون ڏيندو، نبضون نهاريندو رهيو. پر حقيقت ۾ آزار کان اهي ئي ٿا آجا ٿين جيڪي همت ۽ استقامت سان مهربان طبيب جون ڏسيل

ڦڪيون ۽ هدايتون هنيين هنداڻن ٿا ۽ نتيجي ۾ انهن جون سڄڻ پاڻ سارون سنڀارون ٿا لهن.

سيئِي سُورَ طَبيبَ، جَنِي سُورَنِ سَجَ ڪِي
جو لِکئو هُتِ لَطِيفُ چئي، سوئِي ڪَنِ قَريبَ
جي نَوازِئا نَصِيبَ، دارُونءَ سي دُرستَ ڪِئا.

انسان جي اگهائي ۽ سگهائي جي تقدير ۽ ڪارڻ بہ ان مالڪ طبيب پاڻ جوڙيا آهن. سور جا لاهيندڙ بہ اهي ئي آهن، جن سور ڏنا آهن. لطيف ٿو چوي تہ: جيڪو انساني عملن جي چڱي ۽ بري جي نتيجن طور تقدير ۾ لکيل آهي، يعني انهيءَ جا قانون مقرر ٿيل آهن انڪري سڄڻ بہ انهن قانونن پٽاندڙ سو ئي ٿا ڪن. جيڪي چڱاين تي هلندڙ چڱا ماڻهو نصيب جا نوازيل آهن، دوائون بہ انهن ڪي ئي ٿيون صحتياب ڪن.

اَگهَــنِ مِــڙِي اَڄُ، ڪِئو سَـڏُ صِـحَتَ ڪــي
ڏُورِ ڏُکَنــدا يَـــجُ، مِهــرَ مُنَـــهُ ڏيکَـــارِئو.

اڄ درد وندي ديس جي سيني اگهن گڏجي پنهنجي درد ۽ ڪرب کان بيحال ٿي دل جي سچائي سان پنهنجي ڪمين ۽ ڪوتاهين جو اقرار ڪري ۽ انهن کان بچڻ جو وچن ڪري پنهنجي ڏٽي کي سگهائي ۽ صحت لاءِ ٻاڏايو آهي. اي آزار! تون ڀڄي پري ٿيءُ جو مالڪ جي عطا ڪيل نجات وارن نسخن سان بخشش ۽ عطا جي مهر ٿيڻ لڳي آهي.

### وائي

ويــجَ مَ مُــون وَتِ ويهُ

آيَا جانِي مون گهَر آيا

آيا هادِي مون گهَر آيا

١. ويجَنِ وَڏا ئِي وَسَ ڪيا، مَرضَ مُنهنجي ڪي

٢. مَرُ چَڱيائِي نہ ٿيان، ويجَ مَ ٻُڪِي ڏي

٣. ڪَرَ-لاهُو تِي ڪَڏهِن اڱڻِ شالَ اَچي

٤. ٻُڪِي ڏِيندَمِ ٻاجهہَ جِي، سندو رَحَمَتَ ري.

اي عطائي طبيب! مون تنهنجي اجاين پسارڪن وڪرن ۾ ڏسن تي وقت وڃايو. هاڻي اٿ ۽ علاج لاءِ تون مون وٽ نہ ويھہ. منهنجا پيارا پرين جيڪي منهنجي درد ۽ مرض کي خوب ڄاڻين ٿا سي ڄاڻ تہ منهنجي گهر آيا. منهنجا رهبر سڄڻ اجهي تہ منهنجي گهر آيا. ڀانت ڀانت جي طبيبن منهنجي مرض جي علاج لاءِ وڏا احوال ڪيا پر مرض نہ ڇڏيو. تنهنجي حوالي نسخن ۾ ڏسن تي آءٌ ڀل تہ چڱو ڀلو نہ ٿيان: اي طبيب! تون مون کي ڪا بہ ٻُڪي ڦڪي نہ ڏي. مان پاڻ کي پنهنجي سڄڻ طبيب کان ويڳاڻو ڪري ڇڏيو هو، مان ان ڏانهن موٽان ٿو. شال منهنجو پيارو پرين، خبر چار لهڻ لاءِ منهنجي اڱڻ تي اچي. مون کي يقين آهي تہ اهوئي پنهنجي پيار ۾ مهر وارو علاج ڪندو ۽ الاهي رحمت سان مون کي رڳي ڇڏيندو.




# عشق جو ستون اصول

پنهنجو پاڻ حوالي ڪري ڇڏڻ،
شاهه وٽ عشق جو
ستون اصول آهي.



خود حوالگي يا پنهنجو پاڻ حوالي ڪري ڇڏڻ عشق جو روح آهي يا عشق جو نچوڙ آهي. ماڻهوءَ ۾ جيترو هي جذبو وڌيڪ هوندو، ان ۾ اوترو ئي وڌيڪ زندگي هوندي. ڇاڪاڻ ته ڪجھ ديوانا هوندا آهن جيڪي دنيا ۾ وڏي ڪمن، اصولن، نظرين ۽ انقلابن لاءِ پنهنجو پاڻ حوالي ڪري ڇڏيندا آهن ۽ ان جي موٽ ۾ انسانيت لاءِ سک ۽ سلامتيءَ جا موقعا پيدا ٿي پوندا آهن. ماڻهو پنهنجو مال، مرتبا ۽ وقت وڏن انساني ڪمن لاءِ حوالي ڪري ڇڏي ته اهي سڀ ماڻهوءَ جي خير ۽ سعادت ۾ شامل ٿي وڃن ٿا. پر جيڪو ماڻهو پنهنجي ذات ۽ زندگيءَ کي ان خير ۽ سعادت لاءِ وقف ڪري ڇڏي ته اها طلب ۽ اها عملي زندگي مٿاهين عشق واري آهي. جيڪو ماڻهو پنهنجي پاڻ پٺي مان آزاد ٿي وڏن مقصدن جي لاءِ ديوانگي ۽ قربانيءَ سان سرفراز ٿي ويندو آهي ته انسانيت لاءِ جيئڻ مان هو لطف وٺندو آهي. رحم ۽ ڪرم، پلايون ۽ پال سندس شخصيت جو خاصو بڻجي ويندا آهن. پوءِ هُن کان پنهنجي ذات وسري ويندي آهي.

ڊاڪٽر علي شريعتي يورپي فلاسفر نٽشي جو ذڪر ڪيو آهي ته هو پنهنجي فن جو ماهر شخص هو ۽ ڪيس علم ۽ فلسفي جي دنيا ۾ مٿاهون مقام حاصل هو. پنهنجي جوانيءَ ۾ نٽشي طاقت جي فلسفي جو علمبردار هو ۽ طاقت کي ئي حق سمجهندو هو. سندس نظر ۾ طاقت ئي سڀ کان وڏو قدر هو. هو ڪمزورن ۽ ضعيفن کي سهارو ڏيڻ لاءِ تيار نه هو. پر سندس سوچ جو اهو انداز جوانيءَ جي دور جو نشو هو جيڪو عمر جي موٽ سان گڏ لهڻ لڳو ۽ آخري عمر ۾ نسبتًا لطيف ۽ نرم خيال رکندو هو. سندس دل ۾ عشق ۽ محبت جا جذبا جاڳڻ لڳا هئا ۽ هو انسان سان انسان طور محبت ڪرڻ لڳو هو. جيڪو ماڻو جوانيءَ ۾ هي چوندو وتندو هو ته رحم ڪائڻ ڪمزوريءَ جي علامت آهي ۽ ڪمزورن کي هن دنيا ۾ رهڻ جو حق ئي ڪونهي، اهو پوڙهپ ۾ هڪ جانور تي رحم کائي پنهنجي جان ڏئي ويٺو.

واقعو هيئن ٿيو، ته هڪ ڏينهن نٽشي رستي تان گذري رهيو هو ته هن

هڪ گهوڙي گاڏي ڏٺي، جنهن تي تمام گهڻو بار رکيل هو ۽ اهو گهوڙو جيڪو ان بار کي ڇڪي رهيو هو. تنهن جو پير هڪ گٽر ۾ ڦاسي پيو هو. گهوڙي ڏاڍي ڪوشش پئي ڪئي ته سندس پير ڪڍ منجهان ٻاهر نڪري اچي، پر گاڏيءَ تي ستيل تمام گهڻي بار جي ڪري گهوڙي لاءِ ايئن ڪرڻ ممڪن نه هو. گاڏي هلائيندڙ کي گهوڙي جي تڪليف جي ڪا به پرواهه نه هئي، سندس خواهش ته اها هئي ته جيئن به ٿي سگهي، گهوڙو پنهنجو پاڻ کي ڪڍ منجهان ٻاهر ڪڍي تيزيءَ سان رستي تي ڊوڙڻ لڳي، ته جيئن هو پنهنجي سامان کي منزل تي پهچائي پئسا وصول ڪري سگهي. ان مقصد لاءِ هو گهوڙي کي بيدرديءَ سان ماري رهيو هو.

نتشي ڏٺو ته گهوڙو مار جي خوف کان پاڻ کي ڪڍ منجهان ٻاهر ڪڍڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪري رهيو آهي، پر گهوڙي گاڏيءَ تي ستيل بار ڪيس پاڻ سنڀالڻ کان معذور بڻائي ڇڏيو آهي. ان ڪشمڪش ۾ گهوڙي کي نه رڳو تڪليف ٿي رهي هئي، بلڪ سندس پير به زخمي ۽ نيل ٿي ويو. ان عظيم فيلسوف کان گهوڙي جي اها حالت برداشت نه ٿي سگهي، ڪيس گاڏي هلائيندڙ جي سنگ دليءَ تي تمام گهڻي ڪاوڙ لڳي، ۽ نتشي ڪيس چيو ته هو گهوڙي سان ايڏي بي رحميءَ وارو سلوڪ نه ڪري، پهريائين گاڏيءَ تان بار لاهي ته جيئن گهوڙي کي اٿڻ جو موقعو ملي سگهي. گاڏي هلائيندڙ ايڏي ته ڪاوڙ ۾ هو، جو هو ان وقت ڪا به ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار ئي نه هو. ان نتشي جي ڳالهه ڌانهن ڌيان ئي نه ڏريو. نتشي زبردستيءَ گاڏي هلائيندڙ کي ان تشدد کان باز رکڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن تي گاڏي هلائيندڙ ايڏو ته مچرجي پيو، جو هن خود نتشي کي تشدد جو نشانو بڻايو ۽ ڪيس ڏاڍو ماريو. ان حادثي ۾ نتشي کي ايڏا ته ڌڪ رسيا جو انهن جي اثر جي ڪري هو ڪجهه عرصي بعد مري ويو.

ڊاڪٽر شريعتي سوال اٿاريو آهي ته معمولي جانور کي تشدد کان بچائڻ لاءِ نتشي جهڙي عظيم فلاسفر پنهنجي زندگيءَ کي داءَ تي لڳائي ڇڏيو! ڪيڏي نه اچرج جهڙي ڳالهه آهي؟! هڪڙن ماڻهن کي ته اهو احمقاڻو فعل ٿو لڳي ته ڪٿي نتشي ۽ ڪٿي معمولي گهوڙو! پر ڊاڪٽر شريعتي چوي ٿو ته: "هيءَ اها سطح آهي جيڪا منطق کان مٿاهين آهي. هيءَ اخلاق جي سرحد آهي ۽ هيءَ عشق جي منزل آهي. ان ڪري جو هو هڪ ظالماڻي ۽ مجرماڻي

فعل کي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو.“

انساني وقار ۽ حقن جو مسئلو تہ اڃا بہ اڳتي آهي، جتي ماڻهو اڄل ڏئي انهن حقن لاءِ پنهنجو پاڻ حوالي ڪري ٿو. اتي ماڻهو پاڻ کي فطرت جي عين مطابق بڻائي چڪو هوندو آهي. ائين عشق جي ڪوري مان پڪل ماڻهو فطرت جي گهراين مان گذرندو آخرڪار پنهنجي خدا سان اتصال ڪري ٿو. هو سچي انسانيت جي تلاش ڪري ٿو ۽ ساڳي طرح پنهنجي خدا کي بہ حاصل ڪري وٺي ٿو. شاهہ لطيف سُر يمن جي داستان 3 ۾ انهيءَ خود حوالگيءَ کي هيئن بيان ڪيو آهي:

هَڻُ حَبِيبَ هَٿُ ڪَٽي، تيڪَ مَ، تورو لاءِ
پِرِيمر تُنهنجي گهاءِ، مَران تہ ماڻُ لَهان.

اي پيارا سڄڻ! مون تي احسان ڪر ۽ پنهنجي تقدير سان منهنجي لاءِ شهادت امر ڪر. پنهنجي محبوب هٿن سان وار ڪر ۽ کهل ڪري پنهنجي تلوار کي مياڻ نہ موڙ. اي منهنجا پرين، تنهنجي رضا ۽ محبوبيت ماڻڻ لاءِ تنهنجي شهادت واري نظام جو حصو بڻجان تہ جيڪر تو وٽ قبول پوان ۽ مانائتو ٿيان.

هَڻ حَبِيبَ هَٿُ ڪٽي، دل ۾ ڏَري دانهن
وَڍِ تہ ويرَمَ نہ ٿِئي، صَبُرُ آءٌ نہ سَهان
ڪَنهِ کي ڪِينَ چَوان، تہ مون کي مارِئو سَڄڻين.

اي پيارا سڄڻ! پنهنجي تقدير سان منهنجي لاءِ شهادت امر ڪر ۽ پنهنجي محبوب هٿ سان وار ڪر، جو دانهن منهنجي دل ۾ ٿي ڏريل ۽ دٻيل آهي ۽ پڙڪ بہ ٻاهر ڪانہ نڪرندي. ڏک هڻ ۽ سگهو منهنجو سر وڍ جيئن دير نہ ٿئي، تنهنجي محبوبيت ۽ رضا جي انهيءَ راحت خاطر آءٌ وڌيڪ صبر ڪري نٿو سگهان. مرندي وقت اها ٻاف ٻاهر ڪونہ ڪيندس تہ مون کي منهنجي محبوب ماريو آهي.

هَڻُ حَبيبَ هَٿُ ڪَڍي، ٻَنگان پَري ٻاڻُ
ماڳهن مُون منهُ ٿئي، جهوليءَ وجهان پاڻُ
اِن پَرِ ساجَنَ ساڻُ، مَنَ مُقابِلو مُون ٿِئي.

اي پيارا سڄڻ! پنهنجي تقدير سان منهنجي لاءِ شهادت امر ڪر. پنهنجي هٿ سان ڪَمان کي ڪَشي، ڇڪي زورائتو تير هڻ. ته من مون لاءِ اهو ڏک ۽ زخم پڪو سبب بنجي جو پاڻ کي جهوليءَ ۾ وجهي ڪٺايان. اهڙيءَ طرح سان اي منهنجا سڄڻ تو سان روبرو ميلو ٿئي ۽ مون کي سنڌءِ ديدار حاصل ٿئي.

عُقابيلَ اکين ۾ باري تو کي بانَ
اُيو اڳرائُون ڪَرين، ماڳ هَٽيو مَستانَ
جانِبَ تُون زِيانَ. اکِين سِين ايذا ڪَرين.

(اي منهنجا سهڻا سائين!) تنهنجين عقابي اکين ۾ تيز نگاهن وارا اڻ گسندڙ ۽ وڏا گهائيندڙ تير موجود آهن. جن سان تون هر وقت ايڏيون اڳرايون پيو ڪرين، جو پنهنجن واجهائيندڙ مست عاشقن کي ترت شهادتن جا جام پيو پيارين. اي منهنجا جاني! تنهنجي رضا ۽ محبوبيت جو رنگ به نرالو آهي جو تنهنجي ڪرم واري نظر شهادتن جا سلسلا جاري ڪري ڇڏيا آهن!

عُقابيلَ اکين ۾ تو کي تِکا تيرَ
ساجَنَ! اِنهين سِيگَ سِين ڦَٽيئي گهڻا فقيرَ
ٻِئو مَ مارِج ميرَ، تُنهنجو پهروئي پُورو ٿِئو.

(اي منهنجا سُهڻا سائين!) تنهنجين سهڻين عقابيل اکين ۾ تو وٽ تيز نگاهن وارا تير موجود آهن. اي سڄڻ سائين! تو اِنهين زوردار ڪمان سان ڪيئي پنهنجي رضا ۽ محبوبيت جا گداگر عاشق بيتاب ڪري ڇڏيا آهن. جيڪي تنهنجي فدائيت ۾ شهادتن جي ٻليدان تي چڙهندا رهن ٿا. اي صاحب! هاڻي منهنجي ٻي تقدير نه ٻڌائجانءِ تنهنجو پهريون ئي نشانو ورتل هن شهادت جي حاصلات واري اها تقدير

منهنجي لاءِ وڏي مايا آهي.

عُقابيل اکين ۾، تير تکا توکي
ساجَنَ انهين سُورَ جي ڪَل نه آ ڪَنهِ کي
مارِين تو مُون کي، چاڙهيئو لوهَ لَطِيفُ چئي.

(اي منهنجا سهڻا سائين!) تنهنجين سهڻين عقابيل اکين ۾ تو وٽ تيز نگاهن وارا اڻ ڳڻيا تير موجود آهن. تنهنجي محبت جي ماريل انهن عاشقن کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي انهن زخمن ۽ گهائن جي قدر ۽ منزل جي خبر ڪانهي. اهو راز ته صرف تنهنجي الفت ۽ عطا تي ڄاڻي ٿو ۽ ٻيو منهنجي فدائيت ۽ حاصلات تي ڄاڻي. لطيف تو چوي ته (اي پيارا پرين!) جڏهن تنهنجي الفت ۽ منهنجي فدائيت جو اهو انداز آهي تڏهن تون مون کي لوهه جا ڪڙا پارائي صليب تي آڻين ٿو.

عُقابيل اکين سين، تيرُ چَلايو تو
ٻئو مَرُ ماري سو، جَنهِ جو ڦَرو پُورو نه ٿئي.

(اي منهنجا سهڻا سائين!) تو پنهنجين عقابيل اکين سان منهنجو انتخاب ڪري مون کي سچ ۽ سونهن تي فدا ٿيڻ سيڪاري ڇڏيو آهي. مان انهي وات تي مطمئن آهيان، تون مون کي انهيءَ وات تي ثابت قدم رک. تنهنجي انهين ڦرئين تير ٿي مون کي پورو ڪري ڇڏيو ۽ هاڻي ٻئي جي ضرورت ئي ڪانهي. ٻيو تير پل اهو هڻي جنهن جو ڦريون نشان تي پورو نه لڳي.

جي پائِنِ ڪانَ ڪمانَ ۾ ته سِينو سَپَرَ رَکُ
مُنهَ ۾ مَعشُوقَنِ جا، چاڪَ چِتِڪا چَکُ
سُورِي ڀانءِ مَ شَڪُ، عاشِقُ ٿِيءُ ته اُبهين.

جڏهن تون محبوب مالڪ جي رضا ۽ محبوبيت ماڻڻ لاءِ ڏرتي ۽ انسانن جي

حقن واسطي ويڙهه جي ڪنهن به محاذ تي هجين ۽ تيرن جو وسڪارو ٿئي ته تون هٽي پاسي نه ٿيءُ، پر پنهنجو سينو آڏو سپر ڪري جهل. بلڪل سامهون سينو تاڻي بيهه ۽ پنهنجي مُنهن ۾ پياري محبوب جا گهاءَ ۽ ايذاءَ سهه. عشق جي آخري منزل سوري آهي، ان ۾ شڪ نه آڻ، بلڪ ان کي پوري يقين سان قبول ڪر. سچو عاشق ٿيءُ ته متي سوريءَ تي چڙهين ۽ فدائيت ۽ محبوبيت جي اعليٰ منزل کي رسين.

جي پـائِنِ ڪَـانَ ڪَمـانَ ۾ تـہ سِينو سِپَرَ ڏِيـج
مُنـهَ ۾ مَعشُـوقَنِ جـا، جهـالُو تِـي جهَلـيج
پاهـانِ پَـڳَ مَر ڏيـج، عاشِـقُ تِـيءُ تـہ ابهَـين.

جڏهن تون محبوب مالڪ جي رضا ۽ محبوبيت ماڻڻ لاءِ ڏرتي ۽ انسانن جي حقن واسطي ويڙهه جي ڪنهن به محاذ تي هجين ۽ تيرن جو وسڪارو ٿئي ته پنهنجي سيني کي آڏو سپر ڪري جهل. تون دل جهلي ڏاڍو تي گهٽي ۾ گهٽا گهاءَ ۽ زخم سامهان پنهنجي مُنهن ۾ جهلج. هيٺو ٿي پنهنجا پير پوئتي نه هٽائج: تون سچو عاشق ٿيءُ ۽ پنهنجي فدائيت جي انتها ڪر ته ان جي محبوبيت واري وڏي منزل کي رسين.

جـي پـائِنِ ڪـانَ ڪَمـانَ ۾ تـہ ڏِجيئـين سِـينو
ڪَهـج مَر ڪِينـو، مَتـان دوسـنِڻُون ڌُورِ ٿِيـين.

جڏهن تون محبوب مالڪ جي رضا ۽ محبوبيت ماڻڻ لاءِ ڌرتي ۽ انسانن جي حقن واسطي ويڙهه جي محاذ تي پهچين ۽ تيرن جو وسڪارو ٿئي ته اي عاشق! تون پنهنجو سينو سامهون ڪري ڏجانءِ. اتي اڳيان اچڻ کان نه لنوائجانءِ ۽ 'ناڪار' کي زبان تي ئي نه آڻجانءِ ته متان محبوبن جي رضا ۽ محبوبيت کان پري نه ٿي وڃين.

پـــائي كـــانُ كَمـــانَ ۾، مِيـــان! مـــارِ مَ مُـــون
مُون ۾ آهِين تُون، مَتان تُنهنجو ئِي توکِي لَڳي.

اي منهنجا سائين! هي منهنجو وجود تہ سراسر تنهنجي عنايت ۽ عطا آهي. تو پنهنجي تقدير جي قانونن واري كمان مان مون کي كان نہ هڻ جو منهنجي وجود ۽ ساهہ پساهہ ۾ تون ئي (موجود) آهين، ان کي توئي مقصديت ڏني آهي متان آءٌ ان مقصديت کان محروم ٿي مري وڃان.

لـــوري جِـــتِ لَڳـــومِ، اُتـــي اُيـــو آهِيـــان
سُورِهُ پِرين سَنَدومِ، مَنَ ٻاجهائي ٻِئو هَٽي.

محبوب مالك جي رضا ۽ محبوبيت ماڻڻ جي ازلئون مليل لوريءَ تي اجان تائين ثابت قدم آهيان، آءٌ انهيءَ ساڳئي ماڳ تي استقامت سان بيٺو آهيان. منهنجي وري وري چاهت اهائي آهي تہ منهنجو دلبر، مون تي مهربان ٿي مون کي وري وري قربانين لاءِ قبول ڪري.

كانارِئـــا كُـــٽكَنِ، جَنِـــي لـــوهَ لَڳَـــنِ ۾
پـــاڻِهين ٻَـــڌَنِ پَٽِيُـــون، پـــاڻِهين ڌَكَ ڌُڳَـــنِ
وِيڄَـــنِ وِرِڇِـــي ڇَـــڏِئا، اَڄُ كَ كالهـــ مَـــرَنِ
كِنهِ کي كِينِ چَوَنِ، دَردُ اسان جِي دِلِ ۾.

مالڪ جي رضا ۽ محبوبيت جي طالبن کي جهد ۽ جاكوڙ جي رستي ۾ جيكي تكليفون رسن ٿيون انهن کي پنهنجي كنجهڻ ۾ ڇپائي ڇڏين ٿا پر بي صبر ٿي دانهون نٿا كن. هو پاڻ ئي پيا پنهنجون پٽيون ٻڌن ۽ پاڻ ئي پيا پنهنجا زخم صاف كن. ڇاكاڻ جو طبيبن كك ٿي كين لاعلاج ڄاڻي ڦٽو كيو تہ اڄهو هو اڄ يا سڀاڻي ٿا ساهہ ڏين. باوجود اهڙي حالت جي اهي جاكوڙي ماڻهو كنهن کي بہ شكايت طور پنهنجي درد ۽ كرب جو اهو راز نٿا سلين.

چوري چَنگُ، بَنگُ لَهي، حَبيبَنِ هَنيوسِ
بُجهان ٻاڻُ لڳوسِ، ڪانارِئو ڪَرُ ڪَٽي.

حق ۽ هدايت جو چنگ چوري، حق جي لاءِ قربانين جو قدر ٻڌائي پوءِ محبوبن ڪمان چاڙهي، پنهنجي عاشق کي تڙپ ۽ فدائيت جو پورو نشان ڪري هنيو. ڇاڪاڻ ته عاشق ان لاءِ آتو هو ۽ اهڙو تير لڳس، جو ڏک لڳڻ سان مٿي اُڀري آهي.

سَرُ جو سَجِئو سَجَڻين، پَرُ پيڏيءَ ڏيئي
ڪانَ ڪَرنگهَرُ ڪَپئو، پَکَنِ سِر پيهي
جيرا جِگَر، بُڪِيُون، پاساڙا ٻيئي
ويڄنِئُون ويئي، تِي وَهيڻي سَجَڻين.

تڙپ ۽ فدائيت جو هڪ محاذ سڄڻ منهنجي سيني ۾ مچائي پنهنجو نشانو سڌو چتائي هنيو. تنهن جي تکي چوٽي پنهنجن ٻنهي کُلهن سميت اندر جو اونهون گهاءُ ڪري وجي ڪرنگهي کي وڌيو. پڻ جيرا، جگر، بڪيون ۽ ٻنهي طرفن واريون پاسريون وڍيائين. اندر جنين اڏ وارو هي ويچارو عاشق هاڻي طبيبن جي حيلي کان چڙهي ويو، ۽ هاڻي هن جو معاملو محبوب مالڪ ۽ هن جو ٿي ويو آهي.

سَرُ جو سَجِئو سَجَڻين، بَنگان پَري ٻانُ
وِئو وُجودان نِڪري، ڪَڙ ڪَڙ ڪَري ڪانُ
تِئا جي نِيشانُ، سي پِهرِئين سِين پُورا ٿِئا.

پياري محبوب، منهنجي اندر ۾ تڙپ ۽ فدائيت جو هڪ محاذ مچائي جيڪو سَرُ سڌو چتائي هنيو، سو اهڙو ته نشاني لڳو جو جندجان مان ڪڙڪو ڪندو آرپار هليو ويو. مون کان اڳ جن کي تڙپ ۽ فدائيت جي اهڙي توري لڳي ته اهي به عاشق محبوب جي تير جا ائين ئي نشانا ٿيا ۽ انهن حق جي راهه ۾ قربانين جي تاريخ لکي ڇڏي.

سَرُ جو سَجئو سجَڻين، ٻنگان پانڌُ پَري
وئو وجُودان نِڪري، ڪَڙَ ڪَڙَ ڪانُ ڪَري
پُڇو پيرَ پَري، تَہ ڪِين نَرِئو هَٿُ حَبيبَ جو.

پياري محبوب منهنجي اندر ۾ تڙپ ۽ فدائيت جو هڪ محاذ مچائي جيڪو تير سڏو چتائي هنيو. سو اهڙو تہ نشاني لڳو جو جندجان مان ڪڙڪو ڪندو آرپار هليو ويو. (اي ساٿيو!) اوهين بہ قبوليت جي ان بارگاهہ ۾ وڃو ۽ وڃي ڏسي اچو تہ ڪيئن محبوب جي رضا پوري ٿئي ٿي ۽ محبوب جي ان رضا لاءِ قربانين جي نتيجي ۾ ڇا تہ حاصلات ملي ٿي.

سَرُ جو سَجئو سجَڻين، سِيگَ مَنجهان سِيلو
تِينگرُ تِڪئو ڪِينڪِين، پارِ لَنگهئو پيلو
هَٿُ سِين حِيلو، جانِبَ جيڏو ئِي ڪِئو!

پياري محبوب، منهنجي اندر پيدا ٿيل تڙپ ۽ فدائيت جي انتها ڏسي هُن تِہ- شاخ، پيلي ڪاني وارو تير اهڙو سنڌائتو هنيو جو جسم ۾ اٽڪي ڪونہ بيٺو پر لڳڻ سان آرپار هليو ويو. پياري محبوب، اهڙي ڪاريگري سان نشان چٽڻ ۾ ڪيڏو نہ ڪمال ڪري ڇڏيو!

سَرُ جو سَجئو سَجَڻين، تَنهِ لورِيءَ لوهہُ ٻئو
وِئو وُجُودان نِڪِري، ڪَڙڪو ڪانَ ڪِئو
مَنجهان مُون وِئو، گهائِيندو گهَٽِن ڪَي.

پياري پرين جيڪو تير سڏو چتائي هنيو، تنهن ۾ سندس چاهت ۽ لوريءَ وارو فولاد ٿي ٻئي قسم جو آ. اهو جڏهن منهنجي وجود ڪي لڳو تہ پيهجي ويو ۽ جندجان مان اهڙي طرح آرپار هليو ويو جو ان جو ڪڙڪو بہ ٻڌڻ ۾ ڪو نہ آيو منهنجي جسم مان آرپار ويو تہ مون ڪي عظيم مقصد جي لاءِ فدائيت جي حاصلات سان نوازيائين ۽ مون وانگر ٻين بہ گهٽن ڪي گهائيندو ويو.

سَرُ جو سَچئو سَڄَڻين، ٻيهَرَ ٻانُ پَري
اَڇي چَمَڪِئو چوهَ مان، ڪَڙَ ڪَڙ ڪانُ ڪَري
جيرا جِگِرَ ٻُڪِيُون، لَنگهي پئو پَري
لَڳو جِيءَ جَري، تاٽِيان تِيرُ نَہ نِڪَري.

ايمان وارن عاشقن جون آزمائشون مسلسل آهن. هڪ نشاني ڪان پوءِ ٻيو نشانو. ٻيو نشانو وري وڏيڪ زورائتو. واڪي ۾ ڪڙڪي وارو، وڏي تڪ ۾ تيزيءَ سان اڇڻ وارو، جو جيرن، جگر ۾ ٻڪين مان لنگهي پار ويو. تان جو پڻ هانءُ چيري زور سان ڇُپڻ وارو. ايترو جو ان کي زور سان ڇڪجي تہ بہ نہ پيو نڪري!

کَهيو چَنڊِين ڪانَ، هَڏ نہ هَٽائِين ڪِين
ٿئا جِي نِيشانَ، سي پِهرِئين سِين پُورا ٿِئا.

پيارا محبوب پنهنجن عاشقن کي آزمائڻ جي ٻولي ڪري ڪان ٿا هڻن، جيئن قرآن ۾ چيل آهي تہ ”الله ايمان وارن عاشقن سان انهن جي جانين ۾ مالن جو سودو ڪري ڇڏيو آهي.“ پوءِ عاشق جڏهن ان واٽ جا پانديئڙا ٿين ٿا ۽ عشق جي ڊوڙ ۾ رجيڪي سبقت ماڻن ٿا سي اول ئي نشان ٿين ٿا ۽ پهرين واري شهادت ماڻن ٿا.

جِت حَبِيبَ هَڻِنِ، پَري ناڪَ نِيہَ جِي
تِتَي طَبِيبَنِ، وَڃِي وِڃا وِسَرِي.

پيارا پرين، جنهن دل جي مٿان محبت ۽ نينهن وارو تير ٿا هڻن تہ ان جي دل تي ديوانگيءَ جا گهاءَ ٿي پون ٿا. اهڙا گهاءَ جو طبيبن کي طبابت ئي وسري وڃي ٿي ۽ هو ان قتيل عاشق جو علاج ئي ڪري نٿا سگهن!

هَٽِــين جــي حَبِيــبَ! مَحَبَتِــي مَيَــا كَــري
پُچَان كِينَ طَبِيبَ، هُند گهاوَنِ سِين تِي گهارِيَان.

اي پيارا پرين! تون پنهنجي مهر ۽ ٻاجھ سان محبت جا تير هٽين تو ته منهنجي تو مٿان مضبوطي جي سگهه وڌي ٿي. منهنجي عشق جي واٽ تي ڄمت وڌي ٿي ۽ تنهنجي قربتن جو لطف ملي ٿو. ان ڪري علاج خاطر طبيبن جي پڇا ئي ڪونه ٿو ڪريان، ۽ انهن زخمن جي سور ۽ ايذاءَ ڪي راحت ڄاڻي انهن سان پيو حياتي گذاريان.

وائي

مونکي ٿا مارِينِ، ڪو پَهُ پٽڙو سَڄَڻين

١. وَڍِئو، چِيرِئو، چِچرِئو، ڏِيَهَ ڪي ڏِيڪارِين
٢. سيخُون سَڄَڻِ هَٿَ ۾، چُلهي تي چاڙِهِين
٣. ”مُوتُوا قَبلَ اَن تَمُوتُوا“ مَرِڻ اِنَ مارِينِ
٤. ”فَهُو حَي لايَمُوتُ“ مارِئو جِيارِينِ.

محبوبن ڪو اهڙو پهه ڪيو آهي جو مون سان جان جو سودو ڪري مون ڪي آزمائش مان پار پيا ڪن ته جيئن ان آزمائش مان پار پئي مون ڪي مٿاهان مرتبا ملن ۽ ان جي نتيجي ۾ سندس قربتون حاصل ٿين. عشق جي ان منزل تي رسڻ لاءِ وڍي، چيري، چچري سيني ڪي پيا ڏيکارين ته اسان جي عشق ۾ عاشق جو اجهو هي حال ٿيندو آهي. عشق جي ان واٽ تي ايئن پيو محسوس ٿيندو آهي جو سيخون محبوبن جي هٿن ۾ آهن، (جن ۾ عاشق جي جسم جا ٻيرا لڳل آهن) ۽ انهن ڪي پيا مچ تي لڳائين. ”فدا ٿي مرو، انهيءَ ڪان اڳ جو جسماني طور مرو“ - انهيءَ طور مرڻ سان پيا مارين. هو پاڻ جو اهڙي جيئري ذات آهي جنهن تي موت ڪڏهن نٿو اچي ان ڪري مون ڪي به پنهنجي قربتن جي دائمي حيات ڏيڻ گهري ٿو.




# عشق جو اٺون اصول

هر حال ۾ وفاداري
شاهه وٽ عشق جو
ستون اصول آهي.



عشق ۾ فنائيت، ديوانگي، تڙپ ۽ قرباني جي نتيجي ۾ محبوب جي تنوار ۽ پچار گهر ڪري ويندي آهي. عشق ۽ اڪير جي آتش جيرا جلائي ٻڪين ڪي باهه ڪري ڇڏيندي آهي ۽ اهو عاشقن جي سوچ، لوچ ۽ جهد جاکوڙ مان پيو ٻکندو آهي. شاهه سائين چوي ٿو تہ: عشق جو اهو ٻريل مچ جتي مچي پوندو آهي تہ پوءِ دائودﷺ جي ڪوري وانگر پيو ڏڳندو آهي، پر تڙپ ۽ فدائيت کان خالي ماڻهن تي پچڻ جو رنگ ئي نٿو چڙهي. جيئن ڪچو لوهہ نہ پچي سگهندو آهي، تيئن ڪچن ۽ ٻي اٿرن ۾ اها پچڻ واري خوبي ئي ڪو نہ هوندي آهي پر جن ۾ تڙپ ۽ فدائيت موجود هوندي آهي تہ سخت طبع وارن زرهہ پاتلن کي بہ ڇڪي آڻي عشق جي آڙاهہ ۾ هٽندو آهي. عشق جي آزمائش ۾ شاهہ سائين اڃا بہ اڳتي وڃي ٿو وڃي تہ اي عاشق جهڙي طرح لوهارن واري سانداڻ پاڻ تي ترڪن جا ورائتا ڌڪن مٿان ڌڪ ٿي سهي، تيئن تون سچ جي ان واٽ تي هلندي ڄمت سان سختيون سهہ ۽ پنهنجو رت ساڙي ۽ ڳاري پنهنجي هڏن جي ٽڙڪاٽن سان سانداڻ مٿان لڳندڙ ترڪن کي ڏن واريون باهيون لاءِ. شاهہ سائين چوي ٿو تہ عشق جي انهيءَ واٽ تي ڄمت ۽ استقامت ٿي گهرجي. جيڪي ڄمت سان جهد ۽ جاکوڙ جي ميدان ۾ رهيا ۽ خدا جي محبوبيت ماڻڻ لاءِ ڌرتي ۽ انسانن جي نجات ۽ ڀلائيءَ واسطي پنهنجي اندر ۾ دکندا رهيا، سي ڪامياب ٿيا ۽ جيڪي اجهامي ويا سي اوندهہ ۾ رهيا.

اهو دکندو رهڻ ماڻهوءَ جو سرمايو آهي ۽ وڏي حاصلات آهي. ابوالڪلام آزاد چيو هو تہ: ”زندگي پڙڪو ڪائي ينيت ٻڄڻ جو نالو بہ ناهي ۽ زندگي وسائجي رک ٻڄڻ جو نالو بہ ناهي، پر زندگي نالو آهي دکيل رهڻ جو.“ اوهان وسامو ڪڏهن بہ نہ. اوهان جتي بہ آهيو اُتي ماڻهن کي چڱاين جي ۽ انسان دوستيءَ جي نصيحت تہ آسانيءَ سان ڪري سگهو ٿا، اها بہ اوهان جي دکيل صورت ۽ جوڳي حاصلات آهي. جنهن معاشري ۾ هڪ ٻئي کي سچ ٻڌائڻ ۽ چڱاين ڏي سڏڻ جي فضا هوندي آهي، اتي ماڻهو هڪ ٻئي کي پنهنجو

سمجهندا آهن. ماڻهن جي وچ ۾ اعتماد جي فضا هوندي آهي ۽ دلين ۾ هڪ ٻئي لاءِ عزت ۽ محبت جا جذبا هوندا آهن. ڪو ڪنهن کي غير نہ سمجهندو آهي ۽ ڪو ڪنهن کي شڪ جي نگاهہ سان نہ ڏسندو آهي ۽ نہ ڪو وري ڪنهن جو استحصال ڪندو آهي. پر جتي نصيحت ۽ چڱائي ڏانهن سڏڻ جو ماحول ناهي تہ پوءِ اتي بدخواهي، عيب جوئي ۽ الزام تراشين جو ماحول پاڙهي جڙي پوندو آهي. نتيجي ۾ نفرت، حسد ۽ انانيت هميشہ ماڻهن جي نڪ تي سوار ٿيل نظر ايندا. انهيءَ سان اوهان جي چوڌاري سماج جو نقصان آهي، اوهان پنهنجي سماج کي ان نقصان کان بہ بچايو. حضرت عيسيٰ عليہ السلام چوندو هو تہ ”خدا مونکي چڱاين ٻڌائڻ جو استاد بڻايو آهي.“ حضرت محمدﷺ چوندو هو تہ ”مومن، مومن جي لاءِ آئينو هوندو آهي.“ يعني ان کي چڱاين ۽ مداين جو آئيني وانگر ڏس ڏيندو آهي.

عشق جي معاملي ۾ عاشقن کي سدائين پنهنجي مقصد جي وائي وات هوندي آهي. اهي جتي بہ هجن سندن سوچ جو سڳو ٽٽندو ناهي. ڪمبوڊيا جي جنگ آزاديءَ ۾ هڪ نوجوان شهر جي چوڪ تي هڪ ٿلهي تي بيهي ماڻهن کي تقرير ڪري آزاديءَ جي ويڙهہ لاءِ تيار ڪري رهيو هو تہ ايتري ۾ غاصب حڪومت جا ڪارندا آيا ۽ تقرير ڪندي ئي ڪيس گهلي ڪٽي ويا. بغاوت جو مقدمو هلائي ڪيس اٺ سال جيل جي سزا ڏئي ڇڏيائونس. هُن اٺ سال جيل ڪاٽيو. جيل کان ٻاهر نڪتو تہ سڌو شهر جي ان چوڪ تي آيو ۽ ساڳئي ٿلهي تي بيهي پنهنجي رهيل تقرير شروع ڪيائين: ”تہ دوستو مان عرض ڪري رهيو هوس....“ ۽ پوءِ پنهنجي تقرير پوري ڪري گهر آيو.

اٺن سالن جي جيل، سزا، تڪليف ۽ پوڳنائن سندس سوچن جي تسلسل کي ٽٽڻ نہ ڏنو هو. هُن جي فڪر، ارادي ۽ عزم ۾ ذرو بہ لوڏو نہ آيو هو، اها هن جي عشق جي دواميت ۽ ڄمي بيهڻ هو.

عشق ۾ ماٺ ڪري ويهڻ ناهي چو تہ اها ماٺ ماڻهوءَ کي فنا ڪري ڇڏيندي. جيئن شاهہ سائين سسئي کي چوي ٿو: ”ماٺ ماريندئي پرينءَ جي، متان روئين رَتُ“. تون پنهنجي مقصد لاءِ دواميت سان ڄمي بيهہ ۽ محبت ۾ پنهنجي سچائيءَ سان قائم رهہ. شاهہ سائين سُر يمن جي داستان 4 ۾ ان ڪيفيت کي هيئن بيان ڪيو آهي:

هَـي هَـي وَهـي هـاءِ، مَـنَ ۾ مَحبُـوبنِ جِـي
جِيــرا جَــوشَ جَلائِيَــا، بُڪِــنِ پَـرِي بــاهِ
پَســو مَــچُ مَتَــاءِ، جـي ويســاهِ نـــ وِسَــهو.

منهنجي اندر ۾، پياري محبوب جي رضا ۽ محبوبيت جي حاصلات واري تنوار ۽ پچار گهر ڪري وئي آهي. رات ڏينهن ان جي تنوار ۽ پچار جي جوش جيرا جلائي ڇڏيا آهن. عشق ۽ اڪير جي ان آتش بڪين ڪي ٻاري باهه ڪري ڇڏيو آهي. منهنجي ڳالهه تي اعتبار نہ اچيوَ تہ هي (محبت جو) مچُ ڏسو جيڪو منهنجي جندجان جي مٿان ٻري پيو.

هَـي هَـي وَهـي هُـوءِ، مَـنَ ۾ مَحبـوبنِ جـي
جِيــرا جــوشَ جَلائِيــا، بُڪِــنِ مُڪِــي بُــوءِ
اَچِــي پَســو رُوءِ، جــي ويســاهَ نـــ وِسَــهو.

منهنجي اندر ۾ پياري محبوب جي تنوار ۽ پچار گهر ڪري ويئي آهي. رات ڏينهن ان جي تنوار ۽ پچار جي جوش جيرا جلائي ڇڏيا آهن، عشق جي ان آتش اندران بڪين سڙڻ جي بوءِ بہ موڪلي آهي. منهنجي انِ ديوانگيءَ تي ويساهہ نہ اچيوَ تہ روبرو اچي منهنجي فدائيت ۽ خود حوالگيءَ جي حالت اچي ڏسو.

ڪانـدين تانـدين بـاٻُرين پَچـان مَـرُ پيئِـي
جيــرا، جِگَــر، بُڪِيُــون، سِـيخُنِ ۾ تِرِيئِـي
ويجَنِئُــون ويئِـي، تِــي وَهِيڻِـي سَـجَڻين.

پياري محبوب جي رضا ۽ محبوبيت منهنجي لاءِ نهايت وڏو سرمايو آهي. ان حاصلات جي تڙپ منهنجي اندر ۾ ٻٻرن جي ڪانئين جي وڏن سخت تاندن جهڙو محبت جو مچ مچايو آهي. پل تہ آءٌ ان ۾ لڳاتار پئي سڙان ۽ جلان. پل تہ منهنجا جيرا، جگر ۽ بڪيون ٽيئي سيخن ۾ لڳل هجن ۽ پيا پچن. محبت

۾ جلندڙ هيءَ منهنجي اندر جي هوراکورا ۽ بيچيني طبيبن جي علاج کان ڇڙهي وئي آهي ۽ هاڻي وچي محبوبن جي وس تي آهي. هاڻي منهنجو جيئڻ مرڻ محبوبن جي رضا سان ٿي آهي.

ڏڳـــايوم ڏئـــين، ڇيـــرو اَنـــدَرِ چِنـــدَڙي.
لَڳِـــي سَـــيخَ وُجُـــودَ ۾، سَـــندِي نِيـــهَ نَئـــين
مُشـــاهِدي تَهِـــين، مـــونکِي وِڌو مَـــچَ ۾.

مون پنهنجي جند جان ۾ پياري محبوب لاءِ محبت جو مچ ٻُوڪي ٻُوڪي ٻاريو آهي. فطرت جي مظهرن کي ويچاريو اٿم، ڇاڻ ۽ شعور جا هنڌ ڦولهيا اٿم ۽ اندر ۾ اوطاقون ڪري سڄڻن کي ويهاريو اٿم. جيئن جيئن مشاهدو ڪيو اٿم تيئن تيئن منهنجي اندر ۾ ان سان نينهن جي نئين سر تارتنوار لڳي آهي. محبوب جي اهڙن لقائن واري دلپذير حالت ۽ مشاهدي ٿي مون کي سندس عشق جي آڙاهه ۾ وڌو آهي.

تَتــو تَــنُ تَنُــورَ جــئن، تـہ چَنــدِي ســاڻُ ڇَمــاءِ
آڻــي آڳَ اَدَبَ سِــين، ٻــارِي جــانِ جَــلاءِ
ٻُرقعــان اَنــدَرِ بــازِيُون، پَنهنجــون سَــڀَ پَچــاءِ
لُڇَــڻَ لَڱُــون، لَطِيــفُ چئــي، پَــڌَرِ هَــڏَ مَ پــاءِ
مَتــان لــوڪَ لَڪــاءِ، وِصــالان وِڃُ پَئــي.

جيڪڏهن تنهنجي جان تي محبوب مقصد جي لاءِ محبت جو مچ ٻري تہ ان جي لاءِ جوش ۽ ابهرائي اختيار نہ ڪر پر صبر ۽ ڌيرج سان ان جا لوازمات جاچ. پنهنجي اندر ۾ اطاعت، ادب ۽ احترام واري باهہ پڙڪائي پنهنجي لڇ پڇ ۽ جستجوءَ سان اندران اندر پاڻ کي جلاءِ. عشق جي گهٽيءَ ۾ ڦاٿي نہ پئہ پر ڍڪ ۽ پردي ۾ لڳاتار پنهنجي عملي زندگيءَ سان اهي عشق جون بازيون پچائيندو اچ. لطيف ٿو چوي تہ ان ٻاهرئين لڇڻ پڇڻ سان پنهنجي عشق کي هرگز پڌرو نہ ڪر. متان لوڪ لڪا پوي، راز کُلي ۽ محبوب سان ملڻ وچان وٿي پئجي وڃي.

اَچــان تَنُــوراءَ، ڪالهہ ڪَڍياســون سَــڄَڻين
تَــپُڻُ تايــائُون تَڪــڙو، وَحَــدَتَ جــي وَڏاءَ
مَحَبَــتِنِ مَتــاءَ، مَــچُ مُــورائِين نــہ لَهــي.

فدائيت جي ريت ۾ ريتيل هٿاسون جو ڪالهوڻي ڪالهہ محبوبن اسان کي پچڻ واري ڪوري مان ٻاهر ڪڍيو. پر وري ستت ئي سانگو ٻٽيو جو وحدت وارو محبوبيت جو وصال بخشڻ لاءِ ترت ئي ٻيهر ٻاريا وياسين. اسان جي عاشقيءَ جي ڏنگ ۾ خود حوالگيءَ جي نتيجي ۾ محبوبن جي اهڙي ريت رسم جاري آهي. ان سببان عاشق فدائين متان آڙاهہ اصل لهي ئي ڪونہ ٿو ۽ وري وري پيو ٻري.

مَــچُ مَنجهيئِـي آهــہ، ٻــاهَرِ ٻــاقَ نــہ نِڪــري
چــورِ تــہ لَڳِــي چــاهِ، ڪــامِ ڪامَنــدَنِ ڪَتِئــو.

پنهنجي اندر ۾ ئي محبت ۽ فدائيت جو مچ مچاءِ ۽ ماٺ ميٺ ۾ ان جي محبوبيت جي تلاش جاري رک. سک جي ڪاتين کي سور، پنهنجي جهد ۽ جاکوڙ ۽ قربانين سان پاڻ جلاءِ ۽ وري ثابت قدمي سان جلائڻ جي مچ کي مچيل رک. جن پاڻ کي جلايو سي ئي ڪامياب ٿي ۽ محبوب جي وصل کي پهتا.

ڏَنءُ ڏَنءُ ڏَمَــــڻَ وارَ، اَڄُ پُــــڻ آڳَــــڙيَنِ جــــي
ٻــــاري مَــــچُ مجــــازَ جــــو، اوتِيَــــائُون اَڳَــــارَ
ڏوڏِئان تِيءُ مَر ڏارَ، جِمَ ڪَچو رُڪُ ڪَٽِيُون ٿِئي.

منهنجي اندر ۾ اڄ بہ ڏَنوَڻ جي وارو وار لڳي پئي آهي. منهنجي مالڪ محبوب منهنجي اندر ۾ انسان ۽ ڏرتيءَ جي مجاز واري محبت جو مچ ٻاري، ان ۾ منهنجي فدائيت ۽ قربانيءَ جا اڱر اوتيا آهن ۽ ايئن پنهنجي عشق جو مچ مچايو اٿائين. اي عاشق! انهيءَ ڏڳندڙ مچ کان پري نہ ٿيءُ تہ متان ڪچو رهجي وڃين ۽ ڪچي رُڪ وانگر ٽُٽِي ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃين!

داڻُودِي دَيُون ڪَري، رَکَنِ ڪونهي چيتُ
ڪورِيءَ هيٺ سُچيتُ، ڪاهِيو پاڪَرِيين هَٽي.

محبت جو اهو ٻاريل مچ دائود نبي جي ڪوري وانگر پيو ڏڳي ۽ ٻاهه جون زوردار ڇيبون ڪڍي. ايئن انهن فدائين کي شهادت جي سرفرازي ڏئي پنهنجي دائمي محبوبيت ۽ ويجهڙائي عطا ڪري ٿو پر ڪيترا بي نصيب اهڙا آهن جيڪي تڙپ ۽ فدائيت کان محروم آهن ۽ انهن ٻي اٿرن کي ان محبت جي مچ ۾ پئي پاڻ پچائڻ وارو شعور ئي ڪونهي. پر جن کي تڙپ ۽ فدائيت آهي. سيني جو سچو سچڻ انهن زرهه پاتلن کي بہ چڪي آٽي ٿو عشق جي آڙاهه ۾ هٽي.

داڻُودِي دَيُون ڪَري، رَکَنِ ڪونهي رَنگُ
ڪورِيءَ هيٺِ خَتنگُ، ڪاهِيو پاڪَرِيين هَٽي.

محبت جو اهو ٻاريل مچ دائود نبي جي ڪوري وانگر پيو ڏڳي، پر تڙپ ۽ فدائيت کان خالي ماڻهن تي پچڻ جو اهو رنگ ئي نٿو چڙهي جيئن ڪچو لوهہ نہ پچي سگهندو آهي، تيئن هنن ٻي اٿرن ۾ پچڻ واري خوبي ئي ڪانهي. پر جن ۾ تڙپ ۽ فدائيت موجود هوندي آهي تہ سيني جو سچو سچڻ اهڙن سخت طبع وارن زرهہ پاتلن کي بہ چڪي آٽي ٿو عشق جي آڙاهہ ۾ هٽي.

پَچائي پَهاڻُ، جَنِ رَساٽيو رُڪَ کي
تَنِي سندو جاڻُ، آهي آڳِڙيَنِ کي.

جن مصلحن ۽ سدارڪن ماڻهن جي تربيت ڪري انهن کي سقلائتي ۽ فدائيت واري زندگي گذارڻ جو اهڙي طرح لائق بڻايو جيئن ڪاريگر ڪاڻ مان نڪتل لوهہ- گاڏڙ پٿر کي بہ ٻاهہ ڏئي (ڳاري صاف ڪري) خالص رڪ واري درجي تي آڻيندو آهي. تن ماڻهن جي پوري پڪي خبر تہ انهن کي ئي آهي جيڪي پاڻ سدارڪ آهن. جيئن لوهہ جي رڪ بنجڻ جي خبر لوهر کي هوندي آهي تيئن ماڻهوءَ جي ڪندن بنجڻ جي خبر سدارڪ کي هوندي آهي.

ڏُوڏا تــون نـــ ڏَنئِــين، آگ اوڏو نـــ وَڃــين
اُلا جــي عشـقَ جـا، سـي تـاَن تُـون نـ سَـهين
اُيــو اِيـئَن چَئِــين، تـ آءٌ آڳِڙيـو آهِيــاَن.

تون نڪي ٿو سجاڳيءَ لاءِ مَچ مچائي ۽ انهن مچن ڪي ڦُوڪي پنهنجو ڪردار ادا ڪرين، ۽ نڪي ٿو ظلم ۽ ڏاڍ جي ٻريل باھ جي لهس سهين! نڪي تون جاڪوڙيندي محبت جي مچ جون چڻيون ٿو چکين ۽ سور سختيون سهين. ويتر بيٺو دعويٰ ڪرين تہ آءٌ باھ جو ڪم ڪندڙ ڪاريگر ۽ محبت جي مچ وارو عاشق آهيان!

سـرُ سـانداڻَ ڪَـري، پُڄـجُ گهَـرُ لُهـارَ جـو
ڏَڪَـنِ هيـٺِ ڏَري، مـاَنَ گـڏيِئِي رُڪَ سِـين.

اي سڏاري ۽ تبديليءَ جا پرچارڪ! جي سچو پرچارڪ ٿيڻو اٿئي تہ پنهنجا آرام ۽ سک ڇڏي عمل جي ميدان ۾ لهي پئہ. پنهنجي مٿي کي سانداڻ ڪري وڃي لوهارن جو دڪان پڇاءِ تہ انسانيت جي سڏاري لاءِ اونو رکندڙ اهو ذات من راضي ٿي توکي پنهنجن ڏکن هيٺ آڻي. ايئن تنهنجي سگهہ ۽ سهاري تي ڪچو خام لوھ ڪُنجي يعني ٻين ماڻهن جي تياري ٿئي جنهن سان اهي بہ رڪ بڻجن ۽ پوءِ مالڪ توکي بہ رُڪ سان ملائي هڪ ڪري ڇڏين.

سَــهي جِــئن ســانداڻ، ڏَڪَــنِ مَتــي ڏَڪَــڙا
وَهــ وِڃــائي پــاڻ، ڏي ڏُوائُــون ڏِڱــرين.

اي سڏاري ۽ تبديليءَ جا پرچارڪ! جهڙيءَ طرح سانداڻ پاڻ تي مطرقن جا وارائتا ڏکن مٿان ڏک ٿي سهي. تيئن تون بہ سچ جي ان واٽ تي هلندي جمت سان سختيون سهہ ۽ پنهنجو رت ساڙي ۽ ڳاري پنهنجي هڏن جي تڙڪائڻ سان، مٿان لڳندڙ مطرقن کي ڏن واريون باهيون لاءِ.

بَــر تَــنِ اڱـــارَن، ٻـــ- ڏائِــين ٻَــرَن جـــي
هِڪَ جِئَن ڪُورِي ڪَانئيا، ٻئو ڏُوڏي مَنجهِہ ڏڳِن
اَيُــان لُهَــارَنِ، ميــڙي رَکِئــا مَــچَ ڪـــي.

جس هجي تن جاکوڙين کي جيکي پنهنجي جهد ۾ جاکوڙ جي وات تي هلندي ٿاندن وانگر ٻرندا پارڻ ٻڻجن ٿا. رڳو هڪ پيرو نہ پر ٻہ پيرا ٿا ٻرن. پهريون پيرو جڏهن ڪاٺين مان ڪوئلا ٿيڻ وقت ڪوري واري ڍڪيل باهہ ۾ ڪامن ٿا، ۽ ٻيو پيرو تڏهن جڏهن لوهارن جي مچ ۾ ڳاڙها ٿي ٻرن ٿا. پر انهن جي جاکوڙ ۾ سڦل هئڻ جو سلسلو اڃان بہ اڳتي هلي ٿو. بلڪل ايئن ئي جيئن ڪوئلن جي ڪامڻ جو اتي انت نٿو ٿئي پر اڃان ان کان پوءِ بہ لوهارن وري ٻئي ڏينهن مچ ۾ ٻارڻ لاءِ رک مٿان چاڙهي گڏ ڪري رکيا آهن.

ٻــارِئو اُجهــائِين ٻــرِين، اُجهــايو ٻــارِين
مــون ڪـــي ٿــا مــارِين، لُونئــان لُهــارِن جــا.

جهد ۾ جاکوڙ جي مختلف مرحلن تي منهنجا پيارا ٻرين اڱارن وانگر مون کي هيڪر دکائي پوءِ وسائين ٿا، ۽ وسائڻ کان پوءِ وري ٻارين ٿا. پيارن محبوبن جا اهي لوهارن وارا تڪا ساڙيندڙ سيڪ منهنجي ڪاملتا جو ذريعو ٻڻجن ٿا منهنجي لاءِ اها وڏي آسيس آهي.

اَڄُ آڳِڙيـــا آئِيـــا، سُـــوڌا سِـــراڻِي
پِيــاري پــاڻِي، تيغُــون ڪَنــدا تِکِيُــون.

اڄ ڏونهين ڏڪائڻ جا استاد 'اڳڙيا' اچي ويا آهن، جيڪي سراڻ جا وڏا ڪاريگر آهن. اهي نون وڪرن کي سراڻ تي چاڙهي (نون تيار ٿيل جاکوڙين جي تربيت سازي ڪري) اهي ڪين وڏيڪ تيز ۽ تکو ڪندا. حڪيم استاد پنهنجي حڪمت عملي سان نَون جاکوڙين کي مهميزون ڏئي محبت ۾ پچائي راس ڪندا.

اَڄُ آڳِڙيــا آئِيــا، سُــوڌا ڪِــي سُــڄاڻَ
لاهِينــدا مورِيــاڻَ، رُڪُ ڪَرِينــدا پَــڌَرو.

اڄ دونهين دڪائڻ جا استاد 'آڳِڙيا' اچي ويا آهن، جيڪي وڏا سمجهو ۽ ڪاريگر آهن. اهي زنگجي ويل حوصلن ۽ صلاحيتن کي وري وري باهه ڏئي، تپائي ۽ ڪُٽي انهن جو وتيرڪو مٿان چڙهيل ڪٽ لاهيندا ۽ اندران صاف رڪ نروار ڪندا.

سَرها ڏِنَمِ سي، جَنِ ساجاءِ سِراڻ سِين
تيغَ تَنِي جِي ڪي، ڪَٽُ نـ لَڳِي ڪَڏَهِين.

مون اهي ٿي ماڻهو سدا بامراد ۽ ڪامراني وارا خوش ڪِلندا ڏٺا جن جي ريت پَهت سراڻ سان آهي. جيڪي پنهنجي تربيت، سڌاري ۽ تپ جي لاءِ سراڻ سان يعني حڪيم استادن سان ڳانڍاپو قائم رکن ٿا. انهن جي اتي اهڙي تياري ٿي وڃي ٿي جو انهن جا حوصلا ۽ ارادا ۽ عمل ڪڏهن بہ زنگجي نہ ويندا. انهن جي اصل هٿيار همت ۽ حوصلي کي ڪڏهن بہ ڪٽُ يا مورياڻ نہ لڳندو.

ڪَـٽُ ڪَڙهـي، لوهـ ُ ٻَـري، ڌُوڌا جِـتِ ڌَڳَـنِ
مَتَـرڪَنِ مُنـهَ ڪَـڍِئا، ساندائِيُون سَـنڪَنِ
اَڄُ پُـڻِ آڳَـڙِيَنِ، ميـڙو آهـي مَـڄَ تـي.

جهڙ ۽ جاڪوڙ جي ميدان جي نڪتل جاڪوڙين جا جتا تربيتي مرڪزن ۾ پهتل آهن جتي ڪورا متا پيا آهن جن ۾ لوهہ پيو ٻري ۽ ان تي چڙهيل ڪٽ پيو تپي ڳاڙهو ٿئي ۽ ڳري. تربيتي استادن جي سنڌائتن ڌڪن وارا وڏا مطرقا ۽ گهڻَ اُيا ٿي ويا آهن جو هيٺان ساندائيون بہ پيون ڪنبن ۽ ٿڙڪن. اڄ ڪاريگر دونهين دڪائيندڙ آڳڙين جو مڄ تي ميڙو متل آهي جيڪي عاشقن کي ڌڪن هيٺ آڻي مهميزون ڏئي محبت ۾ پچائي راس ڪندا.

کاڻا تَنِ کَتِئو، اُجهاڻِنِ اُونداهِ
جَنِ اَندرِ پَري باهِ، اِيءَ سُڌِ سَيَکا اُنِ کي.

جيکي عمل واري ميدان ۾ رهيا ۽ خدا جي محبوبيت ماڻڻ لاءِ ڏرتي ۽ انسانن جي نجات ۽ ڀلائي واسطي پنهنجي اندر ۾ ٻاريل آڳ ۾ ٻرندا رهيا سي ڪامياب ٿيا، ۽ جيڪي اُجهامي ويا سي اونده ۾ رهيا. انهن کي نہ هن دنيا ۾ ڪا سڦلائتي زندگي ۽ ڪامراني نصيب ٿي ۽ نہ وري دائمي زندگيءَ جي حسناڪين جي حاصلات ملي. اهي جن جي اندر ۾ خدا، ڌرتي ۽ انسان جي عشق جي باه ٻري آهي، انهن کي ئي هن دنيا ۽ ابدي زندگيءَجي ڪاميابي واري راز جي سچي خبر آهي.

جِئَن جيرو ڪانئي جَرَ سين، عِشقُ اِيئَن ڪَري
اَجاڻ پِرتِ پَري، ڳالهِ نہ ڳالهين جهَڙِي.

جيئن ٻرندڙ باه پنهنجي جيي سان ڪنهن شيءِ کي ساڙي ٿي، تيئن عشق جو آڙاه بہ عاشق کي بلڪل ايئن ئي ٿو جلائي. پر عشق جي حد انهيءَ کان بہ اجان اڳيري آهي.هن ڳاله جي حقيقت عام ڳالهين وانگر ناهي جو لفظن ۾ ٻڌائجي تہ سمجه ۾ اچي وڃي. هيءُ فدائيت ۽ خود حوالگيءَ جو هڪ راز آهي جنهن کي راز وارائي سمجهي سگهن ٿا.

وائي

سِگهي ســارَ لَهيج
ساجَنَ! سُورَ تُماري آئون مارِي
١. سُورِ تُماري جي مَران
تان مُون ڏوهُ مَ ڏيج

۲. ڏَرِيَنِ يَـري هَـتَڙا،
دارُوُن دوســـــتَ ڪَـريـــج.

جلدي ڪا منهنجي سارسنيال لهجانءِ: جو اي سڄڻ! تنهنجي رضا ۽ محبوبيت جي حاصلات جي تڙپ ۽ جستجوءَ واري درد مون کي ماريو آهي. تنهنجي ان رضا ۽ محبوبيت کي ماڻڻ لاءِ مان ڏرتي ۽ انسانن جي حقن لاءِ وڙهندي جيڪڏهن مري وڃان تہ پوءِ مان ديش دروهي نہ رهندس. پر، اي دوست! جيستائين منهنجي ڌرتي ۽ انسانيت جي ڦورن سان جنگ هلندڙ آهي، تون پنهنجي محبوب هٿن سان ٻُڪيون ۽ سُتيون ڪٽي، منهنجو علاج ڪندو رهجانءَ.




# عشق جو نائون اصول

رسمي ۽ ڏيکاءَ جي
طريقن کان بچڻ شاهه وٽ
عشق جو نائون اصول آهي.



ماڻهو هن دنيا ۾ سليم فطرت تي پيدا ٿئي ٿو. ٻاروتڻ کان وٺي هن جي جوانيءَ تائين سندس والدين، استاد ۽ چوڌاري مذهبي ماڻهو منجهس پنهنجا پنهنجا خيال، طريقا ۽ علم اوتن ٿا ۽ ڏسندي ئي ڏسندي سندس معصوميت ۽ سندرتا الائي ڪيترن تهن ۾ ويڙهجي وڃي ٿي. هاڻي ماڻهوءَ جون سوچون انهن غلافن جي اندر ئي پروان چڙهن ٿيون ۽ هُن جي مٿان زندگيءَ جا حقيقي راز نٿا کلن. انسان کي جيڪا وجدان ۽ عقل جي قدرتي رهنمائي مليل آهي ان ۾ عقل جي رهنمائي کي عشق اونڌ (Reflection) لاءِ جيڪا ٻاهرين روشني گهربل آهي، انهن غلافن جي ڪري مٿس نہ ٿي پهچي. ماڻهوءَ جي اک ڏسڻ جو ڪم ڪندي آهي پر جيستائين ٻاهرين روشني اکين تي پنهنجو عکس نہ وجهندي تيستائين ماڻهو ڏسي نہ سگهندو. اوندهہ ماڻهوءَ جي کليل اکين کي بہ بيڪار بڻائي ڇڏيندي آهي ۽ اوندهہ ۾ ڪجهہ بہ نظر نہ ايندو آهي. انهيءَ ڪري عقل کي بہ ٻاهرين روشني، ٻاهرين هدايت گهرجي. خلقڻهار انسان لاءِ ان ٻاهرين روشنيءَ جو بندوبست وحي جي صورت ۾ ڪيو آهي. انسانن کي پيغمبرن ذريعي ڪتاب ڏنا اٿائين جن ۾ خير ۽ شر جون، چڱائي ۽ مدائيءَ جون، بري ۽ ڀلي جون سڀ صورتون، انهن جا فائدا ۽ نقصان، انهن جون لڪل خوبيون ۽ خطرناڪيون سڀ چٽيون ڪري ڏنيون اٿائين. هاڻي جيڪو انساني سعادتن ۽ ڀلاين جي باري ۾ وحي جي روشني کي پنهنجي عقل تي منعڪس ڪندو تہ هدايت جي روشنيءَ جو فائدو وٺي سگهندو ۽ جيڪو ان کان محروم رهندو تہ غلافن ۾ ويڙهيل ذهنيت جي نتيجي ۾ پيو ڀٽڪندو. ظواهر پرستي هُن جي پچر ئي ڪو نہ ڇڏيندي. ان صورت ۾ ماڻهو پنهنجي هستيءَ ۾ داخل ئي نہ ٿي سگهندو. مٿس ويڙهيل پنهنجي وڏڙن، مرشدن ۽ روايتن وارا غلاف هُن کي ايئن ڪرڻ ئي نہ ڏيندا ۽ ظاهر آهي هو جيستائين پنهنجي هستيءَ جي مرڪز کي نہ پائي سگهندو تيستائين هو ڪائنات جي مرڪز کي بہ پائي نہ سگهندو. انسان پنهنجي دائرن ۾ ڀلي الڳ الڳ هجي پر پنهنجي مرڪز ۾ هڪ آهي.

انسان جو اهو مرڪز جيڪا ڪشش ڪري ٿو ان جي طرف ڇڪجي اچڻ لاءِ پاڻ کي انهن غلافن کان آجو رکندو ته عشق جو لطف ماڻي سگهندو.

ظواهر پرستي ماڻهوءَ جي ”مان“ کي ڦوڪي ڇڏيندي آهي ۽ ماڻهو پنهنجي پر ۾ سوچيندو آهي ته مان وڏو ڄاڻو آهيان ۽ مان سڌي واٽ تي آهيان. مون کي ڪنهن خاص رنگ جي پڳ پاتل آهي، مان فلاڻي جو بيعت ورتل آهيان، فلاڻو ڏاهو عاشق منهنجو رهبر آهي، انهيءَ ڪري مان خوشنصيب آهيان مان پهتل آهيان. اهي سڀ ماڻهوءَ جا نفسي ڌوڪا آهن. پهتل ڪو به ماڻهو نه هوندو آهي. سچي زندگي ماڻهوءَ جي تلاش جاري رهندي آهي.

سقراط پنهنجي زندگيءَ جي پوين ڏينهن ۾ چيو هو: ”مان جڏهن نوجوان هيس ته سوچيندو هيس ته مان گهڻو ڪجهه ڄاڻان ٿو. جڏهن مان ڪرڙ وڏ ٿيس ته سوچڻ لڳس ته مان سڀ ڪجهه ڄاڻان ٿو پر مان وڌيڪ پوڙهو ٿي رهيو آهيان ۽ منهنجو شعور تيز تر ٿي رهيو آهي ته مونکي اوچتو هي ادراڪ ٿيو آهي ته مان ڪجهه به نٿو ڄاڻان.“

يونان ۾ ڊيلفي معبد مشهور هوندو هو. ان جي هاتف هڪ ڏينهن سقراط کي دنيا جو سڀ کان وڌيڪ ذهين انسان قرار ڏنو. جيڪي ماڻهو سقراط جا عقيدتمند هيا، سي يڪدم سقراط وٽ هلي آيا ۽ ٻڌايائونس ته هاتف اوهان کي دنيا جو سيني کان ذهين ماڻهو قرار ڏنو آهي. سقراط وراڻيو: ”پهريون پيرو هاتف کان غلطي ٿي آهي، مان ته ڪجهه به نٿو ڄاڻان.“

”الله تعاليٰ انسانن لاءِ رهبري ۽ هدايت جو آخري منشور قرآن لاءِ چيو آهي ته اسان هدايت واسطي ان ۾ پنهنجون آيتون کولي کولي بيان ڪيون آهن. اعراف جي 76-175 آيت ۾ چيل آهي ته ”انهيءَ ماڻهوءَ جو حال ڏسو جنهن کي اسان پنهنجون آيتون ڏنيون سي ته اهو انهن کان ڪنڌ ڪڍائي پڳو پوءِ شيطان به انهن جي ڪڍ آيو ۽ ان سان ملي هو گمراهن مان ٿي پيو. اسان ته ڪيس پنهنجي آيتن ذريعي ڪيس بلندي عطا ڪرڻ پئي گهري، پر هو پاڻ زمين جي پستي ڏانهن جهڪي پيو. ۽ (سولائيءَ ۽ مفادن خاطر) پنهنجي خواهشن جي پيرويءَ ۾ لڳي ويو.“

شاهه لطيف پنهنجي رسالي کي انهيءَ خدائي هدايت جي تشريح ڪري

پيش ڪيو ۽ چيو تہ اها ئي هدايت پريان سندي پار ڏي پهچائڻ جو ذريعو آهي. جنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي عبديت جو ادراڪ هوندو، ڏرتي ۽ انسانن لاءِ جيئڻ جو جذبو هوندو ۽ انهن جي درد جو دورو چڙهيل هوندو تن لاءِ شاهہ سائينءَ چئي ٿو تہ پرينءَ جو پسڻ انهن لاءِ ئي آهي. سُر يمن جي داستان 5 ۾ فرمائن ٿا:

جَنِـــي دَوَرُ دَرِدَ جـــو، سَـــبَقُ سُـــورَ پَـــڙهَنِ
فِڪِـــرَ ڦَرِهِـــي هَـــٿَ ۾، مـــاٽِ مُطـــالِعُ ڪَـــنِ
پَنـــو ســـو پَسَـــنِ، جَنـــهِ ۾ پَسَـــڻِ پـــرِينءَ ڪـــي.

جن کي خدا جي عظمت ۽ ڪبريائي ۽ پنهنجي عبديت جو ادراڪ آهي، جن کي ڏرتيءَ جي ديواني هجڻ جو احساس آهي ۽ جن کي انسانن لاءِ درد جو دورو چڙهيل آهي، سي ورائي ورائي ان درد ۽ پيڙا جو سبق پڙهن تہ اهو درد ڪين ٽڪائي نٿو، پر ويتر ڪين اتساهي ٿو. هميشہ انهيءَ فڪرمنديءَ ۽ ويچار ۾ رهن ٿا تہ ڪيئن خدا، انسان ۽ ڏرتيءَ سان پنهنجي نينهن ۽ ناتي نڀائڻ جي حق ادائگي ڪري زندگيءَ کي سڦلائتو ڪجي. هو ڪنهن بہ شور شرابي ڪانسواءِ زندگيءَ جي رازن کي پروڙي وڏي حاصلات سان پيا جيئن. هو پنو ئي اهو ٿا پڙهن، جنهن ۾ محبوب حقيقي جو پسڻ ۽ ان جي رضا ۽ محبوبيت جو راز سمايل آهي.

وِسِـــرِئومِر سَـــبَقُ، پهـــرين سِـــٽَ نـــہ سَـــنيَران
اَڄـــان هِـــيءُ وَرَقُ، مـــون مُطـــالِعُ نـــہ ٽِئـــو.

هيءُ ظاهري ڪتاب وارو سبق ئي مون کي وسري ويو، ان جي پهرين سِٽ بہ ياد ڪانهي. پر جيڪو زندگيءَ جي رازن کي ڪوليندڙ ڪتاب آهي ۽ جيڪو مقصد حيات جو ٻڌائيندڙ ڪتاب آهي سو تہ اڄان سوڌو هيءُ هڪ پنو بہ پڙهي نہ سگهيو آهيان.

پڙهيو تا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوبَ ۾
پاڻان ڏوهه چڙهن، جئن ورق وارين وترا.

پڙهڻ وارا ڪتابن جا ڪتاب پيا پڙهن، وري وري پيا پڙهن پر ڪتابن ۾ سمايل حڪمت ۽ دانائيءَ کي پنهنجي دلين ۾ لهڻ ئي نٿا ڏين. نتيجي ۾ هنن جي عملي زندگي بڻجي ئي نٿي. هو پنهنجي سوچ جي دائري ۾ تنگ ۽ محدود ذهن ساروئي پڙهن ٿا. ان جي نتيجي ۾ ڪين دانائيءَ جي هيڏي ساري انساني ورثي کان محرومي پلئه پئي ٿي. هو جيئن جيئن پيا پنا اُٿلائين، تيئن تيئن ويتر ذهني انارڪيءَ جي ڏوهن ۾ پون ٿا.

سِتَ نہ سا سارين، الفُ جنهِ جي اڳَ ۾
ناحق نهارين، پنا ٻئا پرينءَ لئي.

حڪمت ۽ دانائيءَ جو بنياد الله جي معرفت جو شعور آهي. جيڪو ماڻهو ان اصلي سرچشمي کان محروم آهن، ان جي ٺاهيل نيچر ۽ فطرت جي رازن کان وانجها آهن، جيڪو ماڻهو ان الله جي ٻڌايل چڱائي ۽ مدائيءَ جي اعليٰ تصورن کان اڻ واقف آهن سي انساني حسناڪين بابت اجايو پيا هيڏانهن هوڏانهن جا پنا اٿلائين. اصل پرينءَ جي ٻڌايل واٽ سڌي سڌي آهي ۽ ٻين پرين جو واٽون وڙن وڪڙن واريون آهن، اهي وڙن وڪڙن واريون واٽون ماڻهوءَ کي رولايو ڇڏين ٿيون.

اڪر ڇُتي هيڪڙي ٻُهون جي نہ ٻُجهن
ڪوهُ ڪِبو ڪي تن، سڄي سُٽائي ڳالهڙي.

جيڪي ايترو نہ منجهيل آهن جو انساني سچاين ۽ سعادتن جو معيار سمجهي ٿا سگهن. جيڪي سڄي زندگيءَ هڪ اکر کي ڇهي سطحي معلومات تي گذارو ڪن ۽ انساني سعادتن جا گهڻا ٻيا اکر نٿا ٻجهن تن کي تفصيل سان سڄي ڳالهه سٽائڻ مان ڇا ورندو!

اوجھُــون ڪَــري عــامَ ڪــي مُنجھــايو مُلَــن
اُو پريان ٿي پاسي ٿِئا، ڳُهِرِ ڳُهِرِ ڳالهيُون ڪَنِ
سـاهان اوڏو سُــپرين، لوچِئـو تــان نـــ لَهَــنِ
دَمُ نـــ سُــجاڻَنِ، دانھُــون ڪَــنِ ٻِــئَنِ ڪــي.

اڄ- پڙهيلن، نالي جي مُلن وٽان اهو انساني سچاين ۽ سعادتن جو معيار حاصل ٿي نہ سگهندو. انهن تہ ويتر رسمي مذهبيت سان عام ماڻهن کي منجهائي ڇڏيو آهي. اهي اڄ پڙهيا پرين جي ٻڌايل انساني سچاين ۽ سعادتن جي روح ۽ فڪر کان گهڻو پري آهن، ۽ رڳو ظاهر پرستيءَ وضع قطع ۽ رسومات جون ڏِگهيون ڳالهيون پيا ڪن. هوڏانهن اهو سهڻو محبوب تہ ساهہ کان بہ ويجهو آهي، پر انسان دوستيءَ جي روين ۽ لوچ سان اُن تائين نٿا پهچن. هو خودشعوريءَ جي معرفت کان محروم آهن ۽ پنهنجو پاڻ کي نٿا سڃاڻن، باقي واڪا ڪري پيا ٻين کي نصيحتون ڪن!

مُـــلا ڪـــوهُ مـــارِين، ڪـــارِين ڪُتـــابِنِ ڪـــي
وَرَقَ جـــي وِصـــالَ جـــا، ســـي پَنـــا نـــ پـــارِين
سا سِتَر نہ سيکارِين، جَنهِ ۾ پَسَڻُ پرينءَ جو.

اي مَڪتب جا مُعلّم! تون لفظن جي وَڪڙ واري هِجي ۽ بي معنيٰ بابن ياد ڪرائڻ خاطر ٻارڙن کي ڇو پيو اجايو مارين ڪُٽين. صحيح ساڃاهہ واري وحي جي تعليم ۽ هدايت تي، جيڪا بندي کي موليٰ سان ملائي، ڇو نٿو پڙهائين. محض رسمي پڙهائي واري انهي اجائي ڊيگهہ بدران تون ڇو نٿو شاگردن کي اها هڪ ئي اعليٰ مقصد واري سِٽ سمجهائين جنهن ۾ حقيقي محبوب سان ملڻ واري حڪمت ۽ هدايت سمايل آهي.

اَدا ڙي آخُونـــدَا! مـــارِ مَ مَعصُـــومَنِ کـــي
دَردَ تُنهنجــي دل تــي جــي بــرَهَ وَسـائِي بُونــدَ
هِيـئن نـہ مـارِيُئِي هُونـدَ، عاقِـلَ اَبـوجهَنِ کـي.

اي منهنجا ياءُ آخوند! لفظن رنڻ تي ايئن معصوم ٻارڙن کي مار تہ نہ! اصل ۾ جيڪڏهن توکي انسان دوستيءَ جو شعور حاصل هجي ها ۽ تنهنجي دل درد واري هجي ها ان صورت ۾ تنهنجي عقلمندي توکي ايئن ابهم ٻارن کي مارڻ کان روڪي وجهي ها ۽ ڪچي ٻُڌ وارن ٻارڙن کي هوند ايئن نہ مارين ها!

اَڪَــرَ پَڙهِــي اَياڳِيَـا، قاضــي ٿِئَــينَ ڪِئَــاءُ
جِـئَن پِيــرِيِينَ ۽ پَـائِيِنَ، ايڏَنَــہ اِيــئَن نــہ آءُ
اِنَ سُــرڪِيءَ ســاءُ، پُڇــجُ عَزازِيــلَ کـــي.

اي اياڳا! اهي ٿورڙا بي سود اکر پڙهي، تون ڪيئن قاضي بنجي وئين! هڪ تون دين جي اصل روح کان بي خبر پنهنجي رخ تي پيو هلين ۽ پيو وري غرور وچان پاڻ کي پيو سڀ ڪجهہ سمجهين. ايڏي هٺ ۽ غرور سان تڪڙو تي نہ وڌ. اِنهيءَ تڪبر واري خواريءَ جي خبر نہ هجئي تہ اها خبر عزازيل (شيطان) کان پڇ تہ پتو پوئي.

جــي تــون فارِســي سِــکِئو، گولــو تــوءِ غــلامُ
جــو ٻَـڌو ٻــن ڳـالهئين ســو ڪِـئَن چـائي ڄـامُ
اُجئــو تــاَن آبُ گهُــري، بُکئــو تــان طعــامُ
ايءُ عامَنِ سندو عامُ، خاصَنِ منجهان نہ ٿِئي.

توڙي جو تون ڪٿي فارسي پڙهيو آهين تہ بہ ان ظاهري علم جي باوجود تون پنهنجي پيدائش واري حقيقت جي لحاظ سان، بهرحال (پنهنجي خالق جو) هڪ پابند بندو آهين. ڀلا جيڪو اڃايل حالت ۾ پاڻيءَ جو محتاج آهي، بکايل

حالت ۾ ڪاڍي جو محتاج آهي ۽ اهڙو ماڻهو جيڪو زندگي جي هر مرحلي تي محتاج ٿو گذاري سو پاڻ کي معتبر ۽ برتر ڪيئن ٿو سڏائي. سو ته عام مخلوق واري حيثيت رکي ٿو ۽ خاصن ۾ شمار ٿي نٿو سگهي.

سِٿُون پڑهـُ ساڃاءِ جـون، ڪَنزُ قُدُورِي ڇَڏِ
وانءُ تَنِي جي سَڏِ، جَنِي سانگُ نـه ساهَ جـو.

حق ۽ حقيقت، سعادت ۽ صداقت واريون سِٿون پڙهه، ته جيئن توکي زندگيءَ جي صداقتن ۽ سعادتن جي ساڃاهه ٿئي ۽ سڦل زندگي گذاري سگهين. 'ڪنز' ۽ 'قُدُوري' ڪتابن کي محض رسمي طور پڙهڻ واري عادت ڦِٽي ڪر. جيڪي تنهنجي دور جا جاڪوڙي انسان آهن انهن جو سڏ اوناءِ وٺن وڃ، جيڪي محبوب مقصد جي لاءِ جاڪوڙين ۽ جند جان تا قربان ڪن. ڪانئن اهي سبق سکي پڪا ڪر ۽ پنهنجي عملي زندگي بڻاءِ.

پَنــي ۾ پيهِــي، تــان تــو الــفُ نـه اُجهئــو
ٻَالِهـِ پِريـان جي ڳُجهـَ جـي، جيهِـي نـه تيهِـي
خَبَـرَ تـو ڪيهِـي، قاضِـي! هِـنَ ڪِتـابَ جـي.

پني ۾ پيهجي وئين ۽ ڪتابن جو ڪيڙو ٿي وئين. لکيل عبارت ۾ پاڻ کي محو ڪري پيو پڙهندو رهين. پر ڏاهپ جو بنياد ته الله تعاليٰ جي معرفت آهي، ان جو الف يعني ابتدائي درجو به توکي حاصل نه ٿيو. حقيقي محبوب جي راز واري ڳالهه ڪا معمولي ۽ رواجي ناهي جو بنا محبت، محويت ۽ عملي زندگيءَ جي معلوم ٿي وڃي. اي ظاهري مسئلن کي نبيرڻ وارا قاضي! توکي هن الاهي عشق ۽ معرفت واري ڪتاب جي پلا ڪهڙي خبر. جيستائين ڏرتيءَ تي خدا جي بندن جي خيرخواهيءَ جي عملي زندگي ماڻهوءَ وٽ ناهي تيسين مالڪ جي رضا ۽ محبوبيت جو مقام ملي نٿو سگهي.

اَڪَرُ پَڙهہُ 'اَلِفَ' جو، ٻئا وَرَقَ سَڀِ وِسارِ
اَندَرِ ڪَـي اُجـارِ، پَنا پَڙهندين ڪيتَرا.

هڪ 'الله' جي نالي وارو پهريون اکر 'الف' پڙهي پختو ڪر، ان جي محبت، محويت، رضا ۽ محبوبيت کي زندگيءَ جو اصل سرمايو بڻاءِ ۽ ٻيا (غير 'الله' وارا) ورق سڀ وساري ڇڏ. خدا جي ٻڌايل ضابطن ۽ حڪمت سان انسان دوستيءَ جي عملي زندگي گذار تہ تنهنجي شخصيت جي ارتقا ٿئي ۽ تنهنجو اندر اجرو ٿئي. جيڪڏهن عملي زندگيءَ جي اها حاصلات تو کي نہ ملي تہ پوءِ ڪتابن جا پنا ڪيترا بہ پڙهندين انساني سعادتن جي حاصلات کان محروم رهندين.

سِـتَ سائِي سار، اَلـفُ جَنـهِ جي اَڳَ ۾
مِيمان جو مَعلومُ ٿِئو، وَرَقُ سوئِي وارِ
ناحَقِ ڪِيمَ نِهارِ، پَنا ٻِئا پِرينءَ لَئي.

زندگيءَ ۾ تنهنجي ڄاڻ شعور ۽ علم جو بنياد تنهنجو خدا هجي. اهائي هڪ سِٽ سنياري ياد ڪر جيڪا 'الله' جي نالي سان شروع ٿئي ٿي. الله جي موڪليل پيغمبر محمد (ﷺ) ذريعي انسان سعادتن ۽ ڀلائين جو قرآني فڪر ۽ پيغام مليو آهي سو ئي ورائي پڙهہ ۽ پڪو ڪر. انساني ڀلائين ۽ سعادتن جي فڪر لاءِ مون جيڪي پانت پانت جا در پٽي پٽڪيم ۽ پرين پٺي ڳوليم سو ناحق ۽ اجايو هو، مون ناحق ان ڳولا ۾ وقت وڃايو.

پَڙهئو پَڙهيجاهُ، سَبَقُ اِنهين سُورَ جو
'مِيمُ' رَکِجاه مَنَ ۾، اَلِفُ تَنه اڳِياهُ
ڇِتا چوريجاهُ، اِها لاتِ لَطِيفُ چَئي.

صدين کان سلامتي، امن ۽ فلاح لاءِ پٽڪندڙ انسانيت جي اِنهيءَ درد ۽

پيڙا جو سبق وري وري پيو پڙهجانءِ. اهو درد ۽ پيڙا تو کي سڄي انسانيت ۾ مشترڪ لڳندو. انهيءَ درد ۽ پيڙا کان نجات انساني آزادين جي توحيد واري فڪر ۾ آهي. هر دور جي سڌارڪن اها توحيد جي تنوار ڪئي پر ان جو اعليٰ ۽ مٿاهون شعور حضرت محمد (ﷺ) جي ذريعي انسانيت کي مليو آهي. اها ڳالهه پختي يقين سان پنهنجي دل ۾ ڌري رکجانءِ ۽ باقي انسانن کي بہ انهيءَ حقيقت جي آگاهي ڏجانءِ. لطيف ٿو چئي تہ: اهو يقين وارو آواز سهڻي ۽ سيبتي دليل سان پنهنجي اندر مان پيو اُٿارجانءِ تہ جيئن ٻين تائين بہ اهو پيغام پهچي.

جـي هَـرائِين هنِـين تـي، سَـندِي 'الـفَ' اوڙِ
تہ ڪِتَابَنِ جي ڪوڙِ، منجهان تو مَعلوُمُ ٿئي.

تون جيڪڏهن پنهنجي ڄاڻ ۽ ڏاهپ جو بنياد ڪل ڪائنات جي خالق ۽ ڄاڻڻهار 'الله' پاڪ جي معرفت کي بڻائين ۽ پنهنجي قلب تي ان جي ٻڌايل هدايت واري انسان دوستيءَ جي عملي زندگي نقش ڪرين تہ پوءِ جيڪر ٻاهرين ڪتابن ۽ ٻاهرئين سکيل علم جي بدران تنهنجو پنهنجو قلب ئي علم ۽ ڏاهپ جو سرچشمو بنجي وڃي ۽ فقط هڪ ڪتاب نہ پر ڪئين ڪتاب تنهنجي پنهنجي قلب مان پنهنجو پاڻ ڪلي پون.

ڪــوڙين ڪِتــابَنِ ۾، حَــرفُ مِڙوئِــي هيــڪُ
جي تـو نظَرُ نيـڪُ، تـہ بِسم اللـہ ئِي بَس ٿِي.

ڪتاب تہ ڪروڙين آهن، پر مڙني ڪتابن ۾ بنيادي حقيقت 'هڪ الله' جي وحدانيت جو شعور آهي جنهن کي هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي دليلن سان پيش ڪيو آهي. جيڪڏهن تنهنجو پنهنجو 'ڏسڻ' ۽ حقيقت کي ڄاڻڻ سمجهڻ وارو رخ سولو سڌو ۽ اعليٰ شعور وارو آهي، تہ پوءِ تنهنجي لاءِ سڀني ڪتابن ۾ خدا جي حڪمت ۽ جوڙ نظر ايندي.

تَنُ کُڏِي، مَنُ حُجِرو، ڪِينَ چالِيها رَڪُ
ڪُهُ نہ پُوڇئو پُوڇئين اَئِي پَهَرَ اَلَڪُ
تُون تان پاڻُ پَرَکُ، سَيَڪَنهِ ڏانهن سامُهُون.

نيڪو ڪاريءَ ۾ زهد فڪر لاءِ جهنڊ هٽڻ ۾ چلہ ڪشين جي ڪهڙي ضرورت آهي، تون پنهنجي وجود کي انسان دوستيءَ جو آستانو ۾ ڪُڏي بڻاءِ تہ تنهنجي ذات مان انسانن کي هر قسم جون ڀلايون رسن. پنهنجي من کي اهڙي چپر ۾ چانءَ بڻاءِ جتي ويهندي ماڻهن کي پنهنجي روزاني زندگيءَ جا ڏک ڏولاوا وسري وڃن. رڳو ٻاهر ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ رسمي چاليها نہ ڪڍ. انهن رسمي چاليهن جي بجاءِ پنهنجي زندگي جو هر پل ۾ 'ڏينهن- رات' جا اٺئي پهر، پنهنجي مالڪ جي اطاعت سان ان جي بندگيءَ ۾ گذار. تون پنهنجي عبديت جي خود شعوري حاصل ڪر ۾ انسان دوستيءَ جي عملي زندگي اختيار ڪر تہ اهو مالڪ ۾ خالق تو کي جابجا ايئن پنهنجي سامهون نظر ايندو جيئن هو سڄي ڪائنات جي سامهون آهي.

تِهَڙا نہ چالِيها چالِيهہَ، جِهڙو پَسَڻُ پِرينءَ جو
ڪاتِبَ کُجاڙِئا ڪَرِيين، مَتي پَنَنِ پيهَہ
جي وَرَق واريين وِيهہَ، تَپِ اکَرُ اُهوئِي هيڪڙو.

اهي چاليها چاليهہ انسان جي مٽانهن مرتبن جو ذريعو ناهن. پرينءَ جي پسڻ سان ئي انسان جي سرخروئي ۾ ڪاميابي آهي، جيڪا ان جي حڪمن جي اطاعت سان حاصل ٿئي ٿي. مالڪ جا سڀ حڪم انساني ڀلائي جي عملي زندگي اختيار ڪرائڻ تا ۾ اها ئي پرينءَ جي پسڻ جي اصل واٽ آهي. تون ڪاتب بڻجي پنهنجي روايتي چاڻ جي اجايو پيو پنن جي مٿان لک لکان جي پيهہ ڪرين. تون ڪٿي سڄا سارا ويهہ ورق پنهنجي چاڻ جي قلم سان ڪارا ڪرين تہ بہ انساني ڪاميابيءَ جي قطعي حقيقت اهو پرينءَ جو پسڻ ئي آهي.

ڪُهُ تو ڪاغَذَ ڪوريين، ويٺو وڃايين مَسُ
ڏورِ تِنان ئِي ڏَسُ، اکَرُ جِنائِين آئِيو.

اي ڪتابن جا ڪيڙا! تون ڇا جي لاءِ ويٺو ڪاغذن تي لفظ ڪورين ۽ ڪتابي ڄاڻ کي لکڻ ۽ اُتارڻ لاءِ اجايو مس ضايع ڪرين. تون ان اصلي معنيٰ، حقيقت ۽ ان ڏس کي ڳولي لهه. جيڪا انهن اکرن جو بڻ بنياد آهي. الاهي شعور جي ان بنياد کي ڳولهي لهه جنهن سان انسان کي پنهنجي شخصيت جي ترقي ۽ ڪاملتا جو ڏس خود انسان دوستيءَ جي اندر سمائي ڏنو آهي.

ڪاتِبَ لِکَنِ جيئَنَ، لايو ’لامُ‘ ’الِفُ‘ سين
اَسان سَڄَڻُ تِيئَنَ، رَهيو آهي روح ۾.

جيئن لکڻ جو هڪ مظهر ۽ نظارو هي بہ آهي جو لکندڙ ڪاتب لام الف ملائي لکندو آهي تہ ٻئي اکر پاڻ ۾ ملي هڪ اکر تي وڃن ٿا. تيئن محبوب پڻ اسان جي دل ۽ ساهہ ۾ سمائجي روح ۾ رلجي ويو آهي. هردم ان جي پچار آهي، هر لحظي ان جو لحاظ ۽ فرمانبرداري آهي ۽ انسان دوستيءَ جي طريقن تي زندگي جاري آهي.

ڪِئو مُطالعُ مُون، هُو جو وَرَقُ وِصالَ جو
تِنهِ ۾ تُون هِي تُون، ٻِي لاتِ نہ لَحظَي جيتَري.

مون جڏهن اهو مطالعو ڪيو تہ منهنجي منزل ۽ وصال ڪهڙو آهي تہ اي منهنجا خلقڻهار! مون کي هر ورق ۾ تنهنجي رضا ۽ محبوبيت جو ذڪر نظر آيو، هاڻي تنهنجي ڪبريائي، عظمت ۽ محبوبيت منهنجو سرمايو آهي، هر ورق ۾ تون ئي تون آهين. باقي مون کي ٻي ڪا بہ ذري جيتري لات ۽ تنوار ڪانهي!

### وائي-١

سيڻنِ جيءَ سَنيارَ، جَڏڙو جِيءَ جِيارِئو
پِرين جِيءَ پَچارَ، جَڏڙو جِيءَ جيارِئو
١. ڪَرَمَ ڪَرِيمَنَ جِي، اَهُڪِيءَ وير اُڪارِئو
٢. صالِحَنِ جيئن سَڏَ ڪَري، طالِحَنِ کي تارِئو
٣. اُونهين تَڙَ عَميقَ مان، پِرين پوڄ پيارِئو
٤. سامُهُون ڪَري سُپرين، نِرمَلَ نُور نِهارِئو
٥. مَرض مرِيضنِ تان، اِشَاري ساڻ اُتارِئو.

پيارن سڄڻن جي يادگيري ۽ پچار منهنجي لاءِ زندگي ۽ حيات بڻجي ٿي. پيارن محبوبن جي پچار ۽ ذڪر، منهنجي اگهي جندجان کي وري حياتي بخشي ڇڏي آهي. انهن ڀلن جي ڀلائي، ان جي ٻڏايل زندگيءَ جي ضابطن مون کي ڏکن ڏولاون مان ڪڍي سهنج ۽ سلامتيءَ سان ٻئي پار ڪيو. باهه جي ڪناري تي بيٺلن کي بچائڻ لاءِ صالحن جيئان سڏ ڪري تن سڄڻن پنهنجن ڀٽڪيل عاشقن کي ٻڏڻ کان بچائي تاري ٻئي پار ڪيو. پيارن محبوبن اجايل عاشقن کي پنهنجي رضا ۽ محبوبيت وارو آبحيات هدايت جي ڪتاب واري صورت ۾ ڏئي ڪري پياريو. اي منهنجا سهڻا محبوب! پنهنجي هدايت واري ان نور ۽ روشنيءَ جي مون مٿان پالوٽ ڪر. پياري پرينءَ پنهنجي اگهن عاشقن جي بيماري کي پنهنجي ڪُن جي قول سان جي هڪ لحظي ۾ لاهي ڇڏيو.

### وائي-٢

وَڻِئو هوتُ وَڃِنِ،
الا جهلِيان، اَلا پِلِيان، هنيڙو نہ رَهِي
١. آءٌ جَنِي جي آهِيان، ڪَڙِي ٽِيان مَ تَنِ
٢. گَهَٽِين پَتين گهورِيان، سَندَڙِي ٻاجهہَ ٻِئَنِ

٣. مَرُ مَران، مارِينِ مون، پُرزا پُرزا ڪَنِ
٤. آءٌ مُيائِي گهورِئِي، جي مان مُحِبَ مِلِن.

منهنجي اياڻائي ۽ بي قدريءَ سببان منهنجو هوت منهنجو پرين مون کان ڏار ڪريو ٿا وڃن. پنهنجي زندگيءَ جي لا اُبالين ڪي جهليان ۽ پليان ٿو، ڇو ته منهنجو هينئڙو ان کان سواءِ نٿو رهي سگهي. آءُ جن جي ڪسي ڪانڌي ٻانهي آهيان، لاابالين ۽ ڪساين جي ڪري شال تن مالڪن ڪي ڪڙي نه ٿيان، باقي ٻيا جي مون ڪي ڪڙو ڪن ته ڀل ڪن. پنهنجي محبوب مالڪ کان سواءِ ٻيا جي طرحين طرحين عيش آرام جا اسباب مهيا ڪن ته به اهي آءٌ گهوري ڇڏتي ڪريان. ڀل ته آءٌ ان جي واٽ تي موت سان ماري وڃان ۽ ذرو ذرو ڪئي وڃان پر منهنجا محبوب مون ڪي ملن، ته پوءِ آءٌ مئي به مٿانئن گهور آهيان.




# عشق جو ڏهون اصول

حسد ۽ نفس جي
غلامي کان بچڻ شاهہ وٽ
عشق جو ڏهون اصول آهي



عشق کي ماڻهوءَ جي متان ڇپيل ۽ ڇانيل ڏسي نٿو سگهجي، پر ان جي نتيجي ۾ ماڻهوءَ کي جيڪو جذبو، ولولو، اطمينان ۽ آسودگي حاصل هوندي آهي، اها ان جي چوڌاري ڏسي سگهجي ٿي. سندس هر ساهه ۽ هر لمحو آسودو هوندو آهي ۽ اها آسودگي پري کان پئي بکندي آهي. عشق اوهان کي خواهشن کان متاهون بڻائي وٺندو آهي ۽ انهن کان بي نياز ڪري ڇڏيندو آهي. خواهش ٽوٽائپ، تن آساني، عدم آسودگي ۽ بي اطمينانيءَ مان پيدا ٿيندي آهي. جڏهن عشق جي موجودگيءَ ڪري اوهان جذبي، ولولي ۽ اطمينان سان سرفراز آهيو ته اوهان خواهشن ۽ لونجهه کان به آجا آهيو، پر جيڪڏهن اوهان سڌون ۽ خواهشون به رکو ٿا ته ان جي معنيٰ اوهان عشق کان محروم آهيو.

عشق ۾ حسد به خواهشن جي غلامي آهي ۽ پنهنجي نفس جي غلامي آهي، ان ڪري حسد به عشق ۾ نه هلندو آهي. حسد حقيقت ۾ نفسياتي جهالت جو بدترين قسم آهي. جيڪي ماڻهو هي نٿا ڄاڻن ته عشق جا اصل مقامات ڪهڙا آهن؟ ته اهي ئي انهيءَ حسد جي ڏيڻ ۾ ڦاسي پوندا آهن. اوهان جو عشق خدا جي لاءِ آهي، ڌرتيءَ لاءِ آهي، انسانن لاءِ آهي ته پوءِ ان ۾ سڌون ۽ نفس جي غلامي ڪو نه هلندي. ان ۾ شين جي لونجهه ڪو نه هلندي. ڇاڪاڻ ته اوهان اعليٰ قدرن جا متوالا آهيو انهيءَ ڪري شيون وڪر اوهان جو ڏيان پاڻ ڏي ڪري وجهن ٿيون ته پوءِ اهو عشق جي اصولن جي منافي آهي. سُر يمن داستان 6 ۾ شاهه سائين فرمائي ٿو:

اَيڪُ پيالو، بہ ڄڻا، عِشقُ نہ ڪَري ايئَن
لَکيا جَي لَکَڻ ۾، سي قُرب رَسندا ڪَيئن
هُئَڻَ ڪِئا هِيئَن، وانجِئا پَسُ وِصالَ ڪان.

عشق جي واٽ تي جڏهن اوهان پنهنجي ساٿ سان گڏ هلو ٿا ته پوءِ هڪ پيالي ۾ هڪ وکر ۾ ٻه ٻه ڄڻا سڏون نه ڪريو. عاشقي جا دعويدار جيڪڏهن لونجهه ۾ سڏن جي ڪچن لڇڻن ۾ پدرا ٿي پيا، سي مالڪ جي رضا ۾ محبوبيت جو پيار ڪيئن ماڻيندا؟ هو پنهنجي ساٿين سان ايثار ۾ قربانيءَ جي ريت تي هلڻ بجاءِ جيڪڏهن پنهنجو پاڻ کي اهميت ڏيندا ته انهيءَ هيٺاهين حالت ۾ پئي، محبوب جي قرب کان محروم ٿي ويندا.

ايـڪُ پيـالو، ٻـه ڄَڻـا، عِشـقُ نـه اِيـئَن ڪَـري
آتـي سَـي ايـڪُ ٿِئا، جـي ڳَتـا نِيـهَ ڳَـري
دُئِـي ڌار ڌَري، جُـهُ خُلـتَ خَنجَـرُ آئِيـو.

عشق جي واٽ تي جڏهن اوهان پنهنجي ساٿ سان هلو ٿا ته پوءِ قرباني ۾ ايثار شرط آهي. هڪ ئي شيءِ لاءِ ٻه ٻه ڄڻا سڏون نه ڪن. جيڪي ماڻهو تبديلي ۾ سڌارن جي هيڏي وڏي انساني ڪم جو نينهن نيائي رهيا آهن سي پنهنجي ننڍين خواهشن کان بي نيار ٿي اعليٰ مقصد لاءِ، آنجي (پيسجي) ۾ ڳنڍ وانگر ڳهي هڪ ٿي ويا آهن. هاڻي انهن جي اتحاد ۾ ساٿ کي صرف عشق جو وهايل خنجر (موت) ئي وڌي جدا ڪري سگهي ٿو، باقي اسباب جي مسئلي تي انهن عاشقن ۾ ويڇا پوڻ ممڪن ئي ناهن.

ايـڪُ پيـالو، ٻـه ڄَڻـا، عِشـقُ نـه ڪَـري اَڌَ
اِيءَ تـاَن سـائِلَ سَـڌَ، ڪَئِـي جـا قَـوالَ سِـين.

عشق جي واٽ تي جڏهن اوهان پنهنجي ساٿ سان هلو ٿا ته پوءِ اها اڌو اڌ واري رسم جائز ناهي. اها ته سواليءَ جي ان خواهش ۾ گُهر مثل آهي جيڪا هو سماع ۾ ڳائيندڙ کان ڪندو آهي (جو ساڳي وٺي ۾ قوال جي بچايل اوبر ڪانئس گهري پيئندو آهي).

ايڪُ پِيَالو، بہ جٽا، عِشقُ نہ ڪَري اِتِ
مائِنِ ڪِينَ مِياڻ ۾ بہ تَرارِيُون تِتِ
اِيءَ پَرِ آهي اُتِ، جِتي ناتو ناهِ ڪو.

عشق جي واٽ تي جڏهن اوهان پنهنجي ساٽ سان هلو تا پوءِ هڪ پيالي ۾ بہ جٽا سڏون نہ ڪريو. پنهنجي سڏن ۽ نفساني خواهشن تي ڪنٽرول ڪرڻ بيحد ضروري آهي جو نفس پرستي ۽ عظيم مقصد ٻئي هڪ مياڻ ۾ هرگز نہ ماپندا، جيئن بہ ترارون هڪ مياڻ ۾ ماپي نہ ٿيون سگهن. نفس پرستيءَ بنهہ ڪذي ريت آهي، جتي سچي نينهن نيائيندڙن جو گذر ۽ ناتو ئي ڪونهي.

عاشِقَ زَهَرَ پِياڪَ، وِهُ پَسِئو وهُسَنِ گهڻو
ڪَڙي ۽ قاتُل جا هميشہ هيراڪَ
لَڳِينِ لَٺُونِ لَطِيفُ چئي، فَنا ڪِئا فِراقَ
توٽي چِڪَنِ چاڪَ، تہ بہ آهَ نہ سَلَنِ عامَ ڪي.

عشق ۽ عمل جي ميدان تي سچا عاشق زهر پيئڻ يعني تڪليفن سهڻ ۽ موت ڪي پليڪار چوڻ جا عادي آهن: تڪليفن ۽ موت جي رستي تي ڪڏي هلڻ واري هجت ڪن ٿا. ڪڙو ۽ قاتل شراب جيڪو پيئڻ ۾ ڏکيو ۽ پڻ پيئڻ ساڻ پورو ڪندڙ ۽ مارينددڙ آهي تنهن جي پيئڻ تي هو (عاشق) اصل ڪان وٺي هريل آهن. لطيف ٿو چوي تہ: انهن ڪي محبت جي ميخ لڳل آهي ۽ مالڪ حقيقيءَ جي رضا ۽ محبوبيت لاءِ موت جي پُل پار ڪرڻ لاءِ آتا آهن. جيتوٽيڪ عشق جي ان واٽ تي هلندي تڪليفن سببان سندن وڍ پيا ڏکن تہ بہ صبر سان پيا سهن ۽ راز ڪي سانڍين پر پنهنجي تڪليفن جي دانهن ٻاهر ڪڍي ٻين ڪي نہ ٿا ٻڌائين.

سِرُ ڏيئي سَتِ جوڙ، ڪَنہِ پَرِ ڪَلاڙَنِ سِين
مَرَٽا مُنہُ مَ موڙ، وَٺِي ڪِينَ وَڍِ لَهي.

اي سچا عاشق! تون سر قربان ڪري ان فدائيت ۽ خود حوالگيءَ جي حيلن

ذريعي الاهي عشق واري نشي جي اصل مالڪن سان سودو پڪو ڪر. تون ايئن مرڻ کان منهن نہ موڙ، ڇو جو الاهي عشق جي نشي واري سندن هڪ وٽي بہ تنهنجي سر کان ملھ ۾ ايان وڌيڪ مهانگي آهي.

سِيِـــي ســـي گهُـــرَنِ، جـــي وارِينـــدَڙَ وِچَ ۾
اُوءِ ڪِـين پِئو پُڇَـنِ، سَـرو جَـنِ سَـنباهِيو.

محبت جي مئخاني ۾ سر تہ اهي ٿا گهرن جيڪي وچ ۾ وٽيون ڏيڻ وارا آهن. جيڪي خود مئخاني جا مچائيندڙ ۽ مئي جا مالڪ آهن، تن جي طلب تہ ايان ئي ڪا بي آهي. اهي مالڪ تہ فدائيت ۽ خود حوالگيءَ جي نسوري انداز کي پسند ڪن ٿا.

اَتِئي سَدَ سُرڪَ جي، تہ وَنءُ ڪَلاڙَڪي گهَرِ
وَڍَڻُ، چِيـرَڻُ، چِچِـرَڻُ پَهَـتِ اُنِـي جِـي پَـرَ
جي وَٽِي پوئِي وَرِ، تہ سَهَنگِي آهِ سَيدُ چَئي.

جيڪڏهن توکي سچي عشق جي سُرڪي جي طلب آهي، تہ پوءِ اهو سَت سوڊيندڙ سڏارڪن جي ماڳ مڪان تي وڃ. انهن جي ريت رسم ئي اها آهي جو ان وات جي پانڌيئڙن کي 'وڍڻ، چيرڻ، چچرڻ' وارو لاڳ ٿا لائين تہ جيئن انهن تڪليفن جي نتيجي ۾ اهي پچي راس ٿين. سيد لطيف ٿو چوي تہ اتي وڍجڻ، چيرجڻ ۽ چچرجڻ جي عيوض جيڪڏهن توکي محبت جي مئي جي هڪ ئي وٽي، جيڪا توکي محبوب سان ملائي حاصل ٿئي تہ سودي ۾ اها سهانگي آهي.

مَ ڪَرِ سَدَ سَري جِي، جو تـون تـارِيين ٿُوهہُ
پيتِـي جَنـہ پاسِـي ٿِئِـي منجهـان رَڱِـنِ رُوحُ
ڪاٽِي، چَڪُ ڪَڪُوهُ، لاهي سِرُ لطِيفُ چَئي.

عشق ۽ عمل جي وات تي جيڪڏهن توکي "ٿوهہ" واريون هلڪيون

سلڪيون تڪليفون بہ توکي ناهن رسيون تہ پوءِ سَري (جامِ محبت) جي سڌ ڇو ٿو ڪرين. تون تہ ان ڪڙي جام جي پيئڻ جي خواهش ئي نہ ڪر. جنهن جي پيئڻ ساڻ رڳن مان ست ۾ ساهہ نڪري وڃي. لطيف ٿو چوي تہ: جي توکي سچي سَڌ آهي تہ عشق ۾ عمل جي واٽ تي رچي ريتو ٿيءُ ۾ سِر وڍي ڏي، پوءِ پِل ان وصل جي رنگين سُرڪ چک.

سَـــڌَڙِيَا سَـــري جـــون، ڪـــوهُ پُڇـــارُون ڪَـــنِ
جُـه ڪـاتَ ڪَلاڙَنِ ڪَـديَا، مونِئِـو پـوءِ وَڃَـنِ
پِڪُــون ســي پِــيَنِ، سِــرَ جَنِــي جــا سَــٿَ ۾.

ٺلهي سَڌ وارا عشق جي شراب جون ڳالهيون ئي ڇو ٿا ڪن! جن جو حال اهو آهي تہ جيئن ئي قربان گاهہ مچي ٿو ۾ مٽ جي مالڪن پاران ڪات اُيا ٿين ٿا تہ هي سڌڙيا ڊڄي پوئتي هٽي هليا ٿا وڃن. عشق ۾ عمل جي ميدان تي برهہ جون باقي بچيل بوندون پِل اهي عاشق لذت سان پيئن جن جا سِر محبت جي سودي ۾ ڏنل آهن.

اَٿئِـي سَـڌَ سُـرڪَ جِـي، تــہ وَنءُ ڪَلاڙِيــن ڪــاتي
لاهِـــي رَڪُ، لَطِيـــفُ چئـــي، مٿـــو وٽِ مـــاتي
تِــڪَ ڏئِـي، پِـڪَ پِـيءُ تـون، گُهـٽَ مَنجهانَ گهـاتي
جـو وَرَنَــہَ وِهَــاتي، سـو سِـرَ وَٽِ سَـرو سـاهِنگو.

اي عاشق! جيڪڏهن توکي محبت واري سُرڪيءَ جي سِڪَ آهي تہ پوءِ جتي ان جا مرڪز آهن اتي ڪَهي پهچ. لطيف ٿو چئي تہ: اهو عشق ۾ عمل جو قربانگاهہ جتي پنهنجي سر جي قربانيءَ سان توکي اها سرڪي ملٽي آهي، ان قربانيءَ سان عشق ۾ نينهن نيائڻ جي انتها ڪري ڇڏ. پنهنجي سر جي قرباني ڏيڻ سان بہ جيڪڏهن توکي محبوب مقصد ملڻ جي اها حاصلات ملي وڃي تہ اهو سودو سستو آهي.

اَٽِئي سَڌَ سُرڪَ جِي، تہ وَڃُ ڪَلاڙڪي هَٽِ
لاهِي رَڪُ، لَطِيفُ چَئِي، مَٽُو ماٽي وَٽِ
سِرُ ڏِيئِي مِ سَٽِ، پِئُجِ ڪي پِيالِيُون.

اي عاشق! جيڪڏهن توکي سچي عشق واري سُرڪيءَ جي سِڪ آهي تہ پوءِ اهو عشق جو سٽ سوڊيندڙ دڪان/مرڪزن تي هلي وڃ. لطيف ٿو چئي تہ: ان سڪ واري سُرڪي جي عيوض پنهنجو سِر ڪاٽي مَٽ جي پرسان ڌَر جتان توکي اها سرڪي ملڻي آهي. اول پنهنجو سر انهيءَ سودي ۾ ڏئي سَٽِ، پوءِ پل دائمي وصل جون وٽيون پِيئُجانءِ، جڏهن محبوب حقيقي توکي پاڻ چوندو پري پيءُ جام جنت جو.

اَٽِئي سڌَ سُرڪَ جِي، تہ وَڃُ ڪَلاڙَنِ ڪُوءِ
مَهيسَرَ جي مَنَدَ جِي هُت هَڏهن وَهي هُوءِ
جان رَمزَ پَرُوڙِيمِ رُوءِ، تان سِرَ وَٽِ سُرڪِي سُگِڻِي.

اي عاشق! جيڪڏهن توکي سچي عشق واري سُرڪي جي سِڪ آهي تہ پوءِ ڪلاڙن واري بازار ۾ وڃ. انهن مرڪزن تي وڃ جتي محبت جي مئہ جي مجيل واپرائيندڙن وٽ عشق جي آوازن جي هر وقت لولي لڳي پئي آهي. جڏهن ان راز کي اتي وڃي پروڙيم تہ پڪ سان محبت جي مئہ واري سُرڪ سڏيندي ئي ملي تي ۽ ياڳن وارا آهن اهي جن کي اها نصيب ٿئي ٿي.

ڪَنڌَ ڪَتارو، مُنهِ وَتِي، عادَتَ جَنِي اِيءَ
تَنِي تِڪُون ڏِنيُون، جَنبِي منجهان جِيءَ
سَرو تَنِ سبِيءَ، سِرَ جَنِي جا سَٽَ ۾.

عشق ۽ عمل جي ميدان ۾ جن جي ريت اها آهي جو ڪنڌ مٿان ترار اٿن ۽ وات ۾ طلب ۽ تات واريون محبت جون سرڪيون پيئن ٿا. تن وڏي هيج مان وڏا

ڏک پري اهي سُرڪيون پري ورتيون. محبت جا جام، اهي ئي گهٽو پي سگهندا جن جا سر فدائيت جي لاءِ سؤدي ۾ ڏنل آهن.

جُـه سـي اگـڻ آئيـا، تـہ سـتڙو ڪنـدا سُـجَ
سائِي ڏِينـدينِ اُجَ، هِيءُ پِيتـو، هُـو آڻِ ڪِـين!

اهي عشق ۽ عمل جي ميدان جا شهسوار جڏهن پنهنجي ڪمائي ڪٽي جيئن ئي پنهنجي اصل ماڳ تي پهچندا تہ ڪين پري جام جنت جو پياريو ويندو. هو اتي خوب سيراب ٿيندا. انهيءَ سيرابي سببان سندن اُج سائي ٿيندي، ۽ چوندا تہ ”هيءُ پيئڻ اهڙو آهي جيڪو پيئندو ئي رهجي، پيو بہ آڻيندا وڃو.“

بَـيءُ هيٺـان بـاهِ، مُـچُـڻ آڳ اُجهـائِيِين
رُپــو ڪنــدا راهِ، ڪَــؤُنَرَ ڪَلاڙِـي آئِيَــا.

ڪوريءَ هيٺان جيڪا باهہ ٻري پئي سان مٽان وسائين. عشق ۽ عمل جي ميدان جا پانڌيڙا ڪلاڙن جي ماڳ جاڻ تہ آيا. انهن جي تشنگي ۽ اُج اُجهائڻ جا موقعا قائم رکجانءِ. هو انهيءَ مقصد جي لاءِ چانديءَ جو ڏڳ بہ لاهي ڇڏيندا.

جيڏانـه قاتِـلَ ڪـوڙَ، اڪيـون اوڏاهِـين ڪَـٽـي
وِهُ تَنِـي جِـي ووڙَ، جَنِـي سـانگُ نـہ ساهَ جـو.

سچو سرويچ عاشق، پنهنجو رخ وري بہ ان ميخاني جي طرف ٿو ڪري جتي ماڻهن موت جا جهجها سامان ماٺهوءَ لاءِ تيار هجن ٿا. هو پنهنجي آرام واري زندگي وهہ ڪري پنهنجي عشق ۾ نينهن نيائڻ جي ووڙ جاري رکن ٿا، جن سرويچ عاشقن ساهہ جو سانگو لاهي ڇڏيو آهي.

اَڪيون اوڏاهِين، ڪٽي، جيڏانهَ قاتِلَ ڪُلُ
مَتو ڪَنِ نہ مُلُ، پِڪ بَرابَرِ پاهِنَجو.

سچو سرويچ عاشق، پنهنجو رخ وري بہ ان طرف ٿو ڪري، جيڪو تڪليفن وارو قاتل رستو آهي. اهي سرويچ عاشق پنهنجي سِر جي قيمت پنهنجي مالڪ ۽ حقيقي محبوب جي رضا ۽ محبوبيت واري سُرڪ جي آخري ڦڙي جو بہ مٽ ڪري نٿا ڀانئين.

ڳُتَرِنِ ۾ ڳُتِڪَنِ، وَتيون پيَنِ وَهَ ڳاڏيُون
”بدهِ ساقِي بَرخَيز، پيارِ ڪي پيندَن“!
اُوَ پِڪين نہ پَرِچَنِ، مَٽَ تَڪِيائُون مَنجهيَان.

اهي الاهي عشق جي نشي جا طلبگار عشق ۽ عمل جي مئخاني تي هيچ ۽ حرص مان وڏا تڪا تڪڙا ڏُڪ پري، ڳُتڪن سان ڳيتون ڏئي زندگيءَ جي ڪڙاڻ جون وٽين تي وتيون پيا پين. تہ بہ پيا صدائون ڪن تہ: ”اي ساقي اُٿِي ڏي، ۽ پياڪن کي اجان ڪجهہ وڌيڪ پيار.“ اهي سرويچ عاشق وٽين سان پنهنجي رسمي وابستگيءَ جو نينهن نياڻ جا قائل نہ آهن. هنن تہ پنهنجي نينهن نياڻ لاءِ، مٽين کي تڪي رکيو آهي.

وَٽ وَٽِيءَ ۾، مَٽِ مَٽِ مَنّڌُ ٻئُو
قَدرُ ڪَيفَ ڪَمالَ جو پياڪَنِ پئُو
اَڄَنِ دُرسُ دُڪانَ تي، ڪَندَق قَبُولُ ڪِئو
سُرَها سِرَ ڏِئو، چِکَنِ سُرڪَ، سَيَدُ چئي.

عشق ۽ عمل جي ميدان ۾ هر سرگرميءَ جي پنهنجي وَٽَ آهي. جيڪي ان ميدان جا راهي آهن انهن کي ڪم جي هر محاذ تي عشق جو نئون نشو چڙهي ٿو. عشق جي سرڪيءَ جي سدا پياڪن کي الاهي عشق جو ڪيف ۽ ڪمال انتهائي سرور حاصل ٿيو، جو اهي اڳواٽ ئي مالڪ جي محبوبيت ماڻڻ

لاءِ قربانگاهہ تي حاضر تين ٿا. سيد (عبداللطيف) ٿو چوي تہ: هو وڏي دليري ۽ فدائيت سان مرڻ قبولي پاڻ کي الاهي عشق ۽ محبت واري ابدي سُرڪ جو حقدار بڻائن ٿا.

مـــوڪِيءَ مَـــٽَ اُپَٽئـــا، آڻِـــي اُتَـــرَ هيـــٽِ
مَتـــارا تَنـــهِ ميـــٽِ، اَچَـــنِ سِـــرَ سَـــنباهِيو.

سياري جي شروع ۾ اُتر واءُ ورڻ وقت عشق جي سُرڪ پيارينڌڙ موڪيءَ مٽ کوليا. محبت جي مئہ پيارينڌڙ سڌارڪ استادن عشق ۽ عمل جي ميدان جون نيون سرگرميون رٿيون. متارا پڪا پياڪ هيج ۽ نئين سرجوشيءَ وچا انهيءَ لذت، قرار ۽ ميٺ خاطر پنهنجا سِر گهوري قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي اتي هلي آيا.

مَـــوڪِيءَ مَـــٽَ اُپَٽئـــا، آڻِـــي اُتَـــرَ واءِ
مَتـــارا تَنـــهِ ســـاءِ، اَچَـــنِ سِـــرَ سَـــنباهِيو.

سياري ايندي، اُتر واءُ لڳڻ سان، عشق جي سُرڪ پيارينڌڙ موڪيءَ مٽ کوليا. محبت جي مئہ پيارينڌڙ سڌارڪ استادن، عشق ۽ عمل جي ميدان جون نيون سرگرميون رٿيون. متارا، پڪا پياڪ نيون سرجوشيون قرار ۽ لذت ماڻڻ خاطر پنهنجا سِر گهوري قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي هلي آيا.

مَـــوڪِيءَ مِـــٽَ اُپَٽئـــا، سَـــوارا صُـــبُوحِ
اُونچِي، عَبـداللطَيفُ چَئـي، بـاسَ پُهُتـيَنِ بُـوءِ
ڪَڙو جـي ڪَـڪُـوهِ، وَتـرِ سِـرَ گُهـرَنِ وَتِيُـونِ.

سڌارڪ استادن، عشق جي سرڪ پيارينڌڙن، عشق ۽ عمل جي ميدان جون نيون سرگرميون صبح سان سوير ئي شروع ڪري ڇڏيون آهن. عبداللطيف ٿو چئي تہ: محبتي مجلس مان اُٿيل انهيءَ اعليٰ قسم جي هبڪار ۽

خوشبو انهن پرهہ جي پياڪن تائين وڃي رسي. اهو عمل ۾ سرجوشي جيتوڻيڪ ڪَڙي ۾ تڪليف واري آهي تہ بہ هي عشق جا راهي ان جي فدائيت جي ريت ۾ سر گهورڻ لاءِ تيار آهن.

وَٽ سِرَ گهُرَنِ وَڻيُون، دوسر ڪِينَ ڏُجَنِ
بيا، ٻنشين، ٻنوش، اِيءُ پيالو پرين
اُونچي، عبداللَطيفُ چئي، وَٽي وَڍِ گهُرَنِ
پِڪين تان نہ پَرَنِ، مَتَ تَڪياڻُون مَنجهيَان.

اهي جا ڪوڙي انسان هڪ ٻئي کان گوءِ کڻي بہ پنهنجي فدائيت کي اڳيان پيش ڪن ٿا. هو پنهنجي سات ڪي بہ عشق ۾ عمل جي انهيءَ سر کي پيئڻ تي پيا همٿائين ۾ چون ٿا تہ هي محبوب جي محبت جو جام آهي. عبداللطيف ٿو چوي تہ بيحد سرگرمين جي باوجود بہ ٽڪجڻ ڪونہ ۾ ان جام لاءِ سندن تقاضا جاري رهي ٿي. هو سڪ ۾ قربانيءَ جي ننڍين سرڪين تي نٿا ريجهن. هنن تہ قربانين جي ان واٽ تي پريل مت چتائيا آهن جيڪي انهن جي عشق جي اڄ لاهيندا.

آئِي تِيءُ اڳارَ، ڪامِي خَريدارَنِ سِين
پَسين سي پَتارَ، پَرُ پيتُوئِي جَنِ سِين.

اي پيارينڊڙ! محبت جي ميخاني تي پياڪ خريدارن آڏو تون بہ پاڻ کي ٻاري اڳار ڪر ۾ پاڻ کي فدائيت ۾ قربانيءَ جو اهل ثابت ڪر تہ جيئن انهيءَ قربانيءَ جي صدقي تون انهن لائق سڏارڪ سڄڻ استادن جو قرب حاصل ڪري سگهين. جن سان تون پرسال گڏجي ويهي عشق ۾ ديوانگيءَ جون سرڪيون پيتيون هيون.

مــــو کِيءَ مَتـــارا، وَڏيءَ ســـاجھُر سـارِئا
پِـــيڻَ جـــي وارا، اَڄُ نـــہ آيـــا ڳِجـــڙي.

محبت جي ميخاني تي عشق ۽ عمل جي استادن انهن متارن، جوان مرد ميخوارن کي ساجهر ويل ئي ساري وڏو آهي تہ اڄ محبوب مقصد لاءِ سڪ جون سرڪيون پرڻ جي ويل آهي. عشق ۽ عمل جا پانڌيڙا الائجي ڇو نہ محبت جي ميخاني تي آهن!

مَتـــارا مَـــرِي وِئـــا، مـــو کِي پِئِـــي مَـــرُ
تُنھنجـــو ڏُکُ ڏِمَـــرُ، کونـــہ سَـــھندو اُنِ ري.

عشق ۽ عمل جي ميدان جا راهي اهي سدا سرڪيون پريندڙ نہ رهيا تہ اي سرڪيون پرائيندڙ! تون بہ پٽ پئي مري وڃ. اي سڌارڪ ساقي! تنهنجو هن درد ونديءَ جي دردن تي سانديل ڏک ۽ استحصالين جي لاءِ ڪامندڙ ڏمر انهن ديوانن کان سواءِ پيو ڪير وندبيندو ۽ سانديندو؟.

مَتـــارا مَـــرِي وِئـــا، مـــو کِي تـــون نـــہ مِـــرِين!
کيھِـــيءَ پَـــرِ پَـــرِين، ڏِکِـــي! ڏاتـــارَنِ ري!

عشق ۽ عمل جي ميدان جا راهي اهي سدا سرڪيون پريندڙ نہ رهيا آهن، تہ پوءِ تون ڇو نہ سندن فراق ۾ مُئين! هن درد ونديءَ جي ديس جي دردن جا داستان سانديي انهن ميخوارن ڏاتارن کان سواءِ تون ڪيئن پئي جڳ ۾ جالين!

اَجان ڪُورا ماڳَ، مَتَ ڪُتِڪا ڪَٽَ گهَٽا
لاهي ويهـُ مَر لاڳَ، موڪِي مَتارَنِ جا.

اجا تہ درد بہ باقي آهن ۽ بنيون ۽ ماڳ ميخانا بہ قائم آهن: سرڪين جا سامان بہ باقي آهن. سلسلو ختم نہ ٿيو آهي. تنهن ڪري اي موڪي! اهي عشق ۽ عمل جون سرڪيون پرينداڙ سڀ ماڻهو مري ڪين ويا آهن پر موٽي ايندا، عشق جي انهن ميخوارن جي سهاڳ وارا لاڳ لاهي نہ ويهہ.

موڪِيءَ مَنو نہ گهُرئا، وهـَ نہ وهائيئا
سُرڪِيءَ ڪاڻ، سَيدُ چَئي، اُتي ئي آئِيا
هُوءِ جي ڳالهِينِ ڳڱائِيا، تَنِ جون بَنِينِ پاسي بُتِيُون.

عشق ۽ عمل جي وات تي هلندڙن جي قرباني ۾ ڪنهن جو قصور ڪونهي نہ سڏارڪ سڄڻن انهن سان ڪا بدخواهي ڪئي ۽ نہ سرڪ انهن جو ساهہ ڪڍيو. هو انهيءَ سرڪ لاءِ سيد لطيف ٿو چوي تہ پاڻ ڇڪجي انهيءَ جي طرف هلي آيا هئا. حقيقت ۾ هو موڪيءَ جي ڳالهين ۾ موهجي پيا هيا ۽ انهن ڳالهين جو مٿن اهڙو اثر ٿيو جو اهي وري اتان واپس ئي نہ ٿيا، تان جو انهن جو مڙهہ بہ اهي مرڪز ئي بڻجي ويا.

ڪو جو سُخُنُ ڪلاڙَ جو پِٽي تي پئُونِ
سَري ڪِينَ ڪِئونِ، وِڃِنَ موڪِيءَ جي مارِئا.

ساقيءَ جي موهيندڙ گفتن جو اثر سرڪ پرينداڙن جي پِٽي تي پئجي ويو ۽ اندر تائين پيهجي ويو ۽ اهي عشق جي سُرڪ جا اهڙا متوالا بڻجي ويا جو جان جي فدائيت تائين وڃي پهتا. اهو ساقيءَ جي سنڌائتي پيغام رسانيءَ جو اثر هو.

هُونــدو هَـڏِ مَرَ رَڪُ، لاءِ پِيـاڪَنِ پـاهِنجو
وَتـــي واتــاڙُن ڪـــي، پِيـــارِي پَـــرَ ڪُ
سا لِڪَ لَهِي تِي لَڪُ، جا تَو اِينـدِي اُنِ سِين.

جيڪڏهن عشق ۾ عمل جي پياڪن لاءِ تو وٽ سرڪين جو ڪو سامان موجود آهي ته پوءِ اهو انهن سدا- پيئندڙ ميخوارن کان هرگز لڪائي سانڍي نہ رک. پنهنجي آس پاس مان گذرندڙ ميخوارن کي بہ سڏي پيار. انهيءَ وڏي 'حقيقت' کي پروڙي وٺ تہ اها گهڙي پَل واري سندن صحبت جيڪا تو کي نصيب ٿيندي سا لک جي برابر آهي. تنهنجي لاءِ اها صحبت لکن جو مٽ بڻبي.

هونــدو هَـڏِ مَرِ سَــنڌِ، لاءِ پِييـاڪَنِ پـاهِنجو
پُــوجَ پِيــارَج پِهيَــڙا وِينـدا وَتِـئــو ڪَنــڌِ
تہ هَٿِ تُنهِنجي هَنڌِ، مَوڪِي ڪو مانُ لَهِين.

جيڪڏهن تون عشق ۾ عمل جي پياڪن لاءِ پاڻ وٽ سرڪين جو ڪو سامان پائنئين ٿو تہ پوءِ اهو سدا- پيئندڙ ميخوارن کان هرگز لڪائي سانڍي نہ رک. عشق ۾ عمل جي واٽ جا اهي پانڌيئڙا جيڪي تنهنجي ميخاني تي پنهنجو رخ ڪيو پيا اچن، انهن کي سک سان سڏي ويهار ۾ ڪين عشق واريون سرڪيون پرائي ڏؤ ڪرائج. تہ هوند تون پنهنجي هن ماڳ تي عاشقن جي عشق سازيءَ جي نيڪنامي حاصل ڪرين.

وِجهــجُ واتــاڙُن تـــي مَيخــانِي جـــي مــاڪَ
تِينـدِي سُڌِ سَيَڪُهين، هَنڌِ هَنڌِ پُونـدِي هـاڪَ
پِرِهـــ جــا پِيَــاڪَ، جُـهـ سـي اڱــڻِ آئِيــا.

پنهنجي محبتي ميخاني جي فيض کي ماڪ وانگر وسائيندو رهہ. عشق ۾ عمل جي واٽ ويندڙن تي اتان جي سرڪ جي بوندبازي ڪندو رهہ تہ هر ماڳ ۾

مڪان تنهنجي محبتي ميخاني جي مشهوري ٿي ويندي. پوءِ عشق ۽ عمل جي وات جا وڏا پانڌيئڙا جيڪي صبح جو ٿي ان جا هيراڪ آهن سي فجر جو اچي تنهنجي مرڪز جا سلامي ٿيندا ۽ پنهنجي سرگرمين جو آغاز ڪندا.

ڪَلاڙَڪِين مَنَهين، ڪُسَڻَ ري پِئو ڪِين نہَ
مَتا مَتارَن جا، پِئا پَسُ زَمِينَ
رَکِي رُوح رِهيِنَ، وَتيِون پِيتَڱُون وِ ڪَ جُون.

عشق ۽ عمل جي ماڳ ميخاني تي، سِر ڏيڻ ۽ قتل ٿيڻ کان سواءِ ٻي ڪا ڳالهہ ئي ڪانهي. عشق ۽ عمل جي انهن راهن تي محبتي ميخوارن (متوالن) جا سر ڏس تہ ڪيئن نہ پٽ تي پکڙيا پيا آهن! هنن پنهنجا سر ۽ ساهہ گروي رکي (قربان ڪري) مقصد جي حاصلات لاءِ ابديت عطا ڪندڙ سرڪيون پيتيون آهن.

سِرَ وَتَ سُرڪِي سَڱُڻِي، وَتِين چونہ وَرِي
قَدُرَ ڪَيفَ ڪَمالَ جي آهِي خاصَ ڪَرِي
سُرڪِي جَنِ سَرِي، تَنِ جون بَتِين پاسي بُتِيُون.

اي عشق ۽ عمل جي وات تي هلندڙ! انهيءَ وات تي جيڪڏهن سِر ڏيندي، جي هڪ سرڪي ملي تہ اها بہ وڏي مٽيادار وٽ آهي! تون چو نٿو محبوب جي ميخاني ڏانهن موٽي هلي اها وٺين. اها عاشقاڻي نشي جي سُرڪي انتهائي سُرور پيدا ڪرڻ واسطي خاصئون خاص ۽ خوب ڪري آهي. جن کي سر جي سودي ۾ اها سرڪي نصيب ٿي، سي محبوب جي ميخاني کان موٽي ڪين ويا پر عشق ۽ عمل جي واٽ لاءِ پاڻ وقف ڪري ڇڏيائون. هميشہ لاءِ اتي ئي سرگرم رهيا ۽ انهن واٽن تي ئي دم ڏنائون. تن عاشقن جون قبرون بہ عشق ۽ عمل جي انهن واٽن تي جڙيل آهن.

قاتِلُ ڪَمـائي ڪَـري، وهُ مـا ڪِي جـي ڪَـنِ
وَتـان ويهـي تَـنِ، پـئِجُ ڪـي پيَـالِيُون.

اهي (ڄاڻو ۽ داناءَ) سڌارڪ جيڪي موڪين وانگر زهريلي سرڪين کي سرير بخش سرڪيون بڻائن ٿا، تون تن جي صحبت ۾ ويهي، ان مان ڪجهه سُرڪين جو وندُ وٺي ڪو فيض حاصل ڪج ۽ عشق ۽ عمل جي ميدان تي هلڻ جو سانباهو ڪر.

ڪَلاڙَنِئُون ڪـاءِ، مَـتِ نـہ سِڪِين مُون هِيـان
رُونـــدي راتِ وِهــاءِ، ڇِڪائِينــدي ٻَنِيُـــون.

اي منهنجا مَن! تون ساقين کان عشق ۽ عمل جي طريقن نيائڻ جي هوند ڪا هدايت حاصل ڪرين! جيئن انهن جي ساري رات بنا ننڊ جي، جاڳندي ۽ ٻنين جون ٻاهيون ڦوڪيندي، اکين مان پاڻي هاريندي گذري ٿي، تيئن پنهنجي لاءِ ان ريت ڪي سبق ڪري وٺ.

وائي

وِساريج مَ ويڻَ، آهي جوبَنُ ٻہ ٽِري ڏِينهَڙا

١. لُوٽِيون سَهَنِ لوڪَ جا، وهاڻيءَ ٽِيون ويڻَ

٢. اَصُلِ اَسارِينِ جا، سُتي وِئَڙا سيڻَ

٣. جيڏِيُون! جي مان وِسَهو، ننڊ مَ هيرئو نيڻَ

٤. راتِڙِيُون جاڳِنِ جي، سي آءُ ڪَندَڙِي سيڻَ.

(اي سڄڻ!) عشق ۽ عمل جي واٽ تي هلڻ وارا، منهنجا هي نصيحت پريا گفتا نہ وسار! جُواني جا جوبن ۽ البيلائي وارا ڏينهن ڪي ٿورڙائي آهن. جيڪي بي مقصد زندگيءَ جي پيچرن جا ڇڙواڳ راهي رهيا آهن سي عملي زندگيءَ جي وقت هٿان نڪري وڃڻ بعد هميشہ لاءِ پيا جڳ جا طعنا سهن. اصل کان وٺي اهو دستور آهي تہ جيڪي غافل ٿي ننڊ ۾ ستل هوندا آهن تن جا

سچڻ ڪائنات جدا ٿي ويندا آهن. اي اديون! جيڪڏهن منهنجي پنهنجي غفلت سببان مون جيڪي پوڳيو آهي تنهن ڳالهه تي اعتبار ڪريو ته پنهنجين اکين کي ننڊ تي نه هيرايو ۽ پنهنجي زندگيءَ جو هر لمحو ساري سنياري محبتي مايا سان انسان دوستيءَ ۾ گذاريو. آءٌ پنهنجو سڄڻ ۽ سائين انهن کي ٺي ڪنديس جيڪي راتيون جاڳي هوشمندي ۽ فڪرمنديءَ ۾ گذارين ٿا ۽ صبح جو روزانو پنهنجي پالڻهار سان الستي عشق ورجائي انساني ڀلاين جي واٽ تي هلي پون ٿا.

## ڏاهپ/ اخلاقيات

# مثنوي رومي (مڪمل ڇهه دفتر)

مولانا جلال الدين رومي/ مولانا محمد رمضان مهيري

مشرق جي ڏاهپ، اخلاقياتي ۽ سڌارڪ ڏارا جو شهپارو انساني نفس جي اصلاح ۽ اخلاقن جي سڌاري جي باري ۾ جيڪو ڪهاڻين جو طريقو مثنويءَ اختيار ڪيو، سو اڄ به اثرائتو ۽ مؤثر آهي. صفحا:832 ملهه:-/800 رپيا

# مثنوي رومي (اختصار)

مولانا جلال الدين رومي/ غلام محمد شاهواڻي

مشرق جي ڏاهپ، اخلاقياتي ۽ سڌارڪ ڏارا جو شهپارو، مثنويءَ جي ٽن دفترن جو تشريحي ترجمو.
صفحا:350 ملهه:-/250 رپيا

# روميءَ جون رهاڻيون

احمد خان آصف مصراڻي

مثنوي روميءَ ۾ بيان ڪيل مڪمل ڪهاڻيون جن جي هڪ هڪ سٽ اخلاقي هدايتن جون سرچشمو ۽ صوفياڻي سرمستين جو ڀنڊار آهي. صفحا:260 ملهه:-/200

# سعديءَ جون رهاڻيون/بوستان

شيخ سعدي شيرازي/ محمد عثمان عباسي

شيخ سعديءَ جي ڪتاب بوستان ۾ آيل حڪمت ڀريل ڪهاڻين جو سولو سنڌي ترجمو مشرقي ڏاهپ جو شاهڪار دستاويز. صفحا:150 ملهه:-/130

# سعديءَ جون رهاڻيون/گلستان

شيخ سعدي شيرازي/ محمد عثمان عباسي

شيخ سعديءَ جي ڪتاب گلستان ۾ آيل حڪمت ڀريل ڪهاڻين جو سولو سنڌي ترجمو مشرقي ڏاهپ جو شاهڪار دستاويز. صفحا:150 ملهه:120

## تصوف / فلسفو

# تصوف جي تاريخ

پروفيسر يوسف سليم چشتي/ عبدالجبار "عبد"

تصوف ڇا آهي؟ تصوف جو انساني زندگيءَ تي اثر، تصوف جا مڪتب ۽ دنيا جي وڏن صوفين جي تفصيل ۽ تاريخ تي شاهڪار ڪتاب جو ترجمو. صفحا:472 ملهه:550

# تصوف جو ٽيڪسٽ بوڪ

محمد فتح الله گيولن/ مظفر بخاري

تصوف جي بنيادي تصورن جو تعارف، ان جون گهرجون ڇا آهن؟ ۽ هو نتيجا ڪهڙا ڏئي ٿو؟ دنيا جي مشهور صوفين ۽ صوفي نظرين جي روشنيءَ ۾ ترڪي جي مشهور عالم جو تحقيقي نچوڙ. 320 ملهه:150 رپيا

# تصوف جون تجليون

محمد فتح الله گيولن/ڊاڪٽر عاشق حسين البدوي

تصوف جي ٽيڪسٽ بوڪ جنهن ۾ تصوف جي بنيادي تصورن جو تعارف، ان جون گهرجون ڇا آهن؟ ۽ هو نتيجا ڪهڙا ڏئي ٿو؟ دنيا جي مشهور صوفين ۽ صوفي نظرين جي روشنيءَ ۾. صفحا 320 ملهه:-/250 رپيا

# فلسفو: اصول، حدون، تاريخ ۽ ارتقا

مولانا ابوالڪلام آزاد / نواز خان زئور

صفحا:208 ملهه:-/200 رپيا

# غير سامي مذهبن جا باني

الطاف جاويد/ جاويد ميمڻ

اوڀارين وڏن مذهبن جي باني رهنمائن جون حياتيون، افڪار ۽ انساني سڌاري لاءِ سندن ورتل ڪوششون.
صفحا:96 ملهه:-/175 رپيا

# دنيا جا وڏا مذهب

سنڌيڪار: محمد انس راڄپر

عالمي مذهب جي حيثيت حاصل ڪندڙ مذهبن انسانيت کي ڇا ڏنو ۽ اهي مذهب ايندڙ دور ۾ انسانيت کي ڇا ڏئي سگهندا؟ صفحا:250 ملهه:350 رپيا

# خدا، سائنس ۽ فلسفو

سنڌيڪار ۽ سهيڙيندڙ: عبدالموءِ من ميمڻ

دنيا جي وڏن فلسفين، سائنسدانن خدا، ڪائنات ۽ انسان جي باري ۾ ڇا سوچيو ۽ محسوس ڪيو؟
صفحا 206، ملهه:-/150 رپيا

# سوفيءَ جي دنيا

جوسٽين گارڊر/ ممتاز بخاري

ڪائنات، فلسفي ۽ سائنس جي وڏين باريڪ بينين کي ناول جي صورت ۾ سولو ڪري سمجهائيندڙ ويهين صديءَ جي آخر جو شاهڪار ڪتاب. ملهه:-/600 رپيا

# سنڌيڪا جا ڇپايل ڪتاب

## سنڌ شناسي

- سنڌ جي تاريخ جو جديد مطالعو 300/-
- قديم سنڌ جي تاريخ 800
- سنڌو شينهن درياهه 400
- سنڌ جي فتح 400
- سڪاري سنڌ ڏڪارا ماڻهو 200
- جنت السنڌ 600
- تاريخ سنڌ 450
- تصوير سنڌ 600/-
- سنڌ منهنجي نظر ۾ 500/-
- سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا -1 500
- سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا -2 500
- سنڌوءَ ڪناري وساريل شهر 550
- سنڌوءَ جو سفر 1989 600
- حر گوريلا تحريڪ 180
- سنڌ جيئن مون ڏٺي 300/-
- مهاٻوڏ 11-2010 600/-
- سنڌ سياسي ۽ سماجي ترقيءَ جي واٽ 300
- تاريخ سنڌ (مڪمل جلد) 1000
- آمريڪا جا سنڌي 400

## لطيفيات

- شاهه جو رسالو (شاهواڻي) 500/-
- شاهه جو رسالو (نبي بخش بلوچ) 700
- شاهه جو رسالو (عبدالغفار سومرو) 800
- شاهه لطيف جو تصور ڪائنات 400
- رسالهِ شاهه لطيف ڀٽائي (اردو) 300/-
- شاهه جو رسالو (گربخشاڻي) 500
- شاهه جو رسالو (ڪلياڻ) 340
- شاهه جو رسالو 250
- شاهه جو رسالو الف ب وار 500
- ڀٽ جو شاهه 500/-
- عشق جا 10 اصول 300
- شاهه لطيف عظيم مفڪر 350
- شاهه عبداللطيف ڀٽائي احوال، عرفان ۽ فڪر 400
- سرتاج شاعر شاهه عبداللطيف 200
- شاهه عبداللطيف حيات و افڪار 400/-
- شاهه جا سُر (سمجهاڻي سان) 120/-

## بايو گرافي ۽ يادگيريون

- سوچ جو سفر 450
- تاريخ جون ڪجهه نراليون شخصيتون 250
- تاريخ جا اڏيندڙ 500
- شهنشاهه اڪبر اعظم 150/-
- مولانا عبيدالله سنڌي (تقريرون تحريرون) 200/-
- مولانا عبيدالله سنڌي ۽ سندس همعصر 150/-
- ڪجهه يادون ڪجهه ڳالهيون 400/-
- گونڌر ويا گذري 550
- هيرا ته ڏسو! 300/-
- وتائي فقير جا رنگ هزار 300
- وتايو شخصيت ۽ چرچا 50/-
- صوفي شاهه عنايت شهيد 350/-
- آزاديءَ جو امام 300/-
- محمد ايوب کهڙو 550/-
- انسانيت موت جي دروازي تي 200

---

- علامه آءِ آءِ قاضي (شخصيت) 50/-
- علامه علي خان ابڙو علمي خدمتون 700/-
- Bhurgri Life and Works 990/-
- Benzir Bhutto Political Thinker 600/-
- حيات عمر فاروق رضي الله 500/-
- حيات علي المرتضيٰ رضي الله 300/-
- حيات عثمان غني رضي الله 200/-
- حياتيون اصحابن جون 350

## سياسي ادب

- سياسي نظريا ۽ سنڌ جي سياست 250
- تاريخ جو مقتل گاهه 200
- چين جو انقلاب 300/-
- ريشمي رومال تحريڪ ۽ سنڌ 250/-
- نئين سنڌ جو سفر 250/-
- اسان جي آزادي 300/-
- آزاد هند فوج ۽ سڀاش چندر بوس 100/-
- ننڍي کنڊ جا وڏا سياسي قتل 150/-
- اقتداري سازشون 700/-
- بلوچ پارليامينٽ کان پهاڙن تائين 300/-
- حماس 100/-
- قول فيصل 80/-
- جيل جا ڏينهن جيل جون راتيون 2 350/-
- قيدياڻي جي ڊائري 150/-

## سماجيات

- انقلاب مڪه 400
- سماج کي نئين سر اڏڻ جا اصول 120/-
- موسيٰ کان مارڪس تائين 400
- ڪٽنب ذاتي ملڪيت ۽ رياست جي شروعات 500
- تبديلي پسندن جو ڪتاب 400/-

## عالمي تاريخ / تهذيب

- قومن جي عالمي تاريخ 590/-
- تهذيبن جي عالمي تاريخ 590
- اسلامي تهذيب جي تاريخ 400
- ملڪن ۽ قومن جي انسائيڪلوپيڊيا 400/-
- عالمي عجائبات 490/-
- قومن جي تباهيءَ جي تاريخ 150/-
- دنيا جا مشهور شهر 490/-
- دنيا جي تاريخ 150/-
- انسانذات جي ڪهاڻي 350
- انساني تهذيب جي ارتقا 100
- اسلامي تهذيب جي تاريخ 400

## ڏاهپ / اخلاقيات

- مثنوي رومي (ڇهه جلد مڪمل) 800/-
- فڪري تحريرون 550
- انسان ۽ عشق 150
- ماڻهوءَ جو اصل امتحان 200
- مثنوي رومي (اختصار) 250/-
- صدين جون صدائون 250/-
- ازدواجي اخلاقيات 100/-
- روميءَ جون رهاڻيون 300
- سعديءَ جون رهاڻيون (بوستان) 130
- سعديءَ جون رهاڻيون (گلستان) 120
- ڀڙڪندڙ ٻول 300
- تهذيب اخلاق 60/-

---

- غير سامي مذهبن جا باني 175/-
- ڏاتر ڏني ڏات 300/-
- گيتانجلي 100
- ڪلام گرهوڙي 100
- تخليق خالق ڪانسواءِ!؟ 200

## فلسفو

- فلسفو: اصول، حدون تاريخ ۽ ارتقا 200
- تصوف جي تاريخ 550
- تصوف جون تجليون 300
- تصوف جو ٽيڪسٽ بوڪ 150
- دنيا جا وڏا مذهب 350
- سوفيءَ جي دنيا 600/-
- اسلامي فلسفو ۽ تصوف 250/-
- تصوف جي تاريخ 350/-
- شاهه ولي الله جي تعليم 150/-
- خدا، سائنس ۽ فلسفو 150/-

## تحقيق ۽ تنقيد

- اوڏ مٽيءَ جا ڪوڏ 400
- جتي ماٽڪ ماڳ 250/-

## لسانيات

- سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد 350

## سيلف ڊولپمينٽ

- ٻارن کي سڻائڻ ڪيئن سيکارجن؟ 300
- شاهراهه زندگيءَ تي ڪاميابيءَ جو سفر 350
- ذهن جي ڪرشما تي طاقت 200
- تعليمي ڪاميابي ڪيئن حاصل ڪجي؟ 200
- زال مڙس جي رشتي کي ڪيئن ڪامياب بڻائجي؟ 200
- ڪامياب زندگي ڪيئن گذارجي؟ 120
- پنهنجون صلاحيتون ڪتب آڻڻ جو ڏانءُ 140
- ڪاميابيءَ جا سنهري اصول 400
- زندگيءَ جا ويهه عظيم سبق 160
- جيڏي سوچ تيڏي ڪاميابي 180
- وقت جي طاقت 240
- انتظامي معاملن جا رهنما اصول 250
- سوچ سڌاريو زندگي سنواريو 140/-
- ڪاميابي قدم چمندي 160/-
- عمليءَ زندگيءَ ۾ ناڪامين کان بچجي 100/-
- اوهان ڏانهن (اي سنڌ جا سنڌيو) 80
- روحاني خوشيون ۽ ڪاميابي 200/-
- زندگيءَ کي خوبصورت بڻايو 50/-
- ڪاروباري زندگيءَ جا 365 اصول 80/-
- ڪاميابي ماڻڻ جا 10 اصول 130/-
- خوش رهڻ جا 10 اصول 130/-
- پنهنجي مقصدن ۾ ڪاميابي 300/-

## صحت

- ماڻهوءَ جا عملي ۽ ذهني پريشانيون 100
- جنس جي سائنسي ڄاڻ 60/-
- ڇاتين جي سائنسي ڄاڻ 100/-
- 150 بيمارين جو آسان علاج 180
- صحت تنهنجي صلاح منهنجي 110
- عورتائي صحت 250
- صحت لاءِ صلاح 70/-

## تعليم

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| استادن لاءِ 180 رهنما تدريسي گر | 200/- |
| جديد تعليمي طريقن جي سکيا | 550 |
| نفسيات ۽ تعليم | 200/- |
| ابتدائي تعليم جي سکيا | 200/- |
| جديد تدريسي طريقو | 150/- |
| گريجوئيٽس جون گھرجون | 200 |

## ڊڪشنري / گرامر

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| Sindhica Dictionary (Eng to Sin) | 700/- |
| Sindhica Learners' Dictionary | 450 |
| سنڌيڪا لغت | 800 |
| اردو سنڌي لغت | 800/- |
| Sindhica Dictionary (Sin to Eng) | 300 |
| Sindhica Student Dictionary | 250 |
| Sindhica Student Dictionary | 120/- |
| Pocket Dictionary | 80/- |
| Sindhica Pictorial Dictionary | 100/- |
| Sindhica Basic Grammar | 100/- |
| Sindhica Practice Grammar | 200 |
| Sindhica Grammar for Student | 200 |
| Sindhica Forms of Verbs | 200/- |
| Sindhica Phrasal Verbs | 100 |
| Sindhica Standard English | 350 |
| Sindhica Applied Grammar-1 | 85/- |
| Sindhica Applied Grammar-2 | 130/- |
| Sindhica Applied Grammar-3 | 130/- |
| Sindhica School Thesaurus | 240 |
| Self Letter Drafting | 500 |
| Sindhica Scientific Dictionary | 140/- |
| Sindhica Eng- Speak Course | 340/- |
| Sindhica Spoken English | 300 |
| Sindhica Tenses | 40/- |
| Sindhica 1000 Words | 40/- |
| Sindhica Model Essays & Letters | 180 |
| سنڌيڪا سنڌي گرامر | 50/- |

## فڪشن

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| ڪيمياگر | 170 |
| اڪيلائي جا هڪ سو سال | 350/- |
| فاتح مرگ (MRD تحريڪ بابت ناول) | 150/- |
| چونڊ سنڌي لوڪ ڪهاڻيون | 350 |
| پاويهه سو پاويهه (ناول) | 300/- |
| جڏهن زندگي شروع ٿيندي (ناول) | 100/- |

## متفرقات

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| ڏيٺا ڏيٺالاٽ اسان | 400 |
| ساري سنڌ پرينءَ جو پاڇو | 250 |
| ڪتوري ڪيپ ڪيتر ۾ | 300 |
| عجيب دنيا عجيب خلقت | 120/- |
| ٻارهن دلچسپ ڪوڙ | 150/- |
| ڪائنات جي گولا | 200/- |
| عورت جي نفسيات | 80/- |
| خواب ۽ انهن جو تعبير | 280 |
| سچ جي گولا | 180 |
| Protection of Women | 500/- |

## ٻارن لاءِ ڪتاب

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| ٻارن جو ٻيڪائي | 150 |
| وتايو فقير ۽ خيرات جي ماني | 80 |
| احسان جو بدلو | 80 |
| قدرت جا نظارا | 80 |
| ڪانءُ جا مٽ مائٽ | 80 |
| سائنس ڇا آهي؟ | 150 |
| شيون ڪيئن ٿيون ڪم ڪن؟ | 150 |
| اوهانجو جسم ڪيئن ٿو ڪم ڪري؟ | 150 |
| ٻوٽن جي زندگي | 150 |
| روشن تارا گيت | 50/- |
| ماحوليات بابت ٻاراڻو ڪتاب | 40/- |
| ٻارن لاءِ لوڪ ڪهاڻيون | 120/- |
| جونيئر نالج بينڪ | 600/- |
| ڪائنات جو مطالعو | 50 |
| بنيادي سائنس | 50 |
| سائنسي ايجادون | 50 |
| ٻاراڻا ٻول (ڇهه حصا) | 360 |
| ٿڪندڙ ڊرتي متجندڙ مندون | 60/- |

## پاڪيٽ سيريز

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| شاعريءَ جو سجدو | 50/- |
| اکين ڇيو محمد ﷺ | 40/- |
| اندر تون اجار | 50 |
| ڊپريشن ۽ ان جو علاج | 50/- |
| ڪبير جون سرمستيون | 30/- |
| شيخ عطار جون نصيحتون | 30 |
| گيتانجلي | 50 |
| ٻيڪائي جون رهاڻيون | 50 |
| پڙهائي ڪيئن ڪجي | 50 |
| عظيم ترين هيرو (محمد ﷺ) | 50 |
| اسلامي تاريخ جو معروضي مطالعو | 30/- |
| حرف حرف هڳاءُ | 30/- |

## سيرت النبي ص

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| حضرت محمد ﷺ | 300 |
| حيات محمد ﷺ | 500/- |
| محمد رسول الله ﷺ | 130/- |
| نور توحيد | 200/- |
| سرور ڪائنات | 200 |

## اسلام

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| قرآني آيتون ۽ سائنسي حقيقتون | 300 |
| انسانيت جي تعمير | 250 |
| اسلامي روشن فڪري | 200 |
| اسلام جو عقلي مطالعو | 100/- |
| ڪيمياءِ سعادت | 600/- |
| اسلام جي اشاعت جي تاريخ | 300/- |
| اسلام انسانيت جو دين | 120/- |
| اسلام جو تواريخي ڪردار | 60/- |
| اسلام جي تاريخ | 200/- |
| تاريخ ارض القرآن | 250/- |
| عظمت قرآن | 130/- |
| ملائڪن جي عجيب دنيا | 350 |
| ڪامياب زندگي قرآن جي روشني ۾ | 120 |
| مذهب جو فلسفو | 70/- |
| قرآني الاهيات | 100/- |

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| قصص الانبياءُ | 230/- |
| قصص الانبياءُ ابن ڪثير (490) | 700 |
| قصص القرآن (چار حصا) | 700/- |
| ام القرآن | 175/- |
| مسلمان عورت | 100/- |
| اسلامي فقه جو تاريخي پسمنظر | 200/- |
| منبهات ابن حجر عسقلاني | 35/- |
| شريعت جا اسرار | 80/- |
| نماز جي حقيقت | 80 |
| توحيد جي حقيقت | 30/- |
| زڪوات جي حقيقت | 30/- |
| رسول الله جون وصيتون | 50/- |
| رسول الله جي نظر ۾ سٺا ماڻهو | 50/- |
| اسلام ۽ جديد مغرب | 30/- |
| مڪافات عمل | 30/- |
| قرآن ڪيئن پڙهجي | 25/- |
| قرآني قاعدو | 40 |
| تفسير المدثر العصر الجمعه والمنافقون | 60/- |
| تحفة الحرمين | 60/- |
| اسلام ڪيئن پکڙيو؟ | 60/- |
| اسلام ڪيئن شروع ٿيو؟ | 25/- |
| نبي پاڪ ص جن ڪير هئا؟ | 25/- |
| قرآن پاڪ ڇا آهي؟ | 25/- |
| ازواج مطهرات و بنات رسول ص | 60/- |

## قرآنيات (فڪس پرائس)

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| قرآن مجيد (علي خان ابڙو) | 200/- |
| تفسير المنير (ترجمو ۽ تفسير) | 400/- |
| تفسير عثماني | 500/- |
| تفسير تنوير الايمان (5 جلد) | 2000/- |
| قرآن مجيد (مولانا مدني) | 250/- |
| نور القرآن (منظوم ترجمو) | 300/- |
| القرآن الڪريم (ٻن رنگن ۾) | 500/- |
| القرآن الڪريم (پير وارو) | 250/- |
| تفسير سهل البيان (جامع تفسير) | 800 |
| تفسير الهام الرحمان | 300/- |
| اکين ڇيو الله (قرآن جي سمجهاڻي) | 300/- |
| عم پاره (ٻن رنگن ۾) | 50/- |

## ڪجهه ڪتاب

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| سنڌوءَ جون سلطنتون | 400/- |
| حسين بن منصور حلاج | 300/- |
| سنڌ ۾ رهندڙ ذاتيون قومون ۽ قبيلا | 700/- |
| نيلسن منڊيلا | 200/- |
| گذري ويا سي زمانا ياد پيا | 700 |
| جام نظام الدين سمون | 200 |
| پلئه پايو سچ | 300/- |
| تهذيبن جو ٽڪراءُ ۽ وچ اوڀر | 60 |
| اسلام جا دنيا تي احسان | 80/- |
| خطبات هاليجوي | 700/- |
| تحفت السالڪين | 300/- |
| ڪبيرا گناهه 2،1 | 80/- |
| زندگي گذارڻ جو اسلامي طريقو | 120 |
| يهودين ۽ مسلمانن جون بيماريون | 30/- |
| معصوم محمد ﷺ | 175/- |
| پريشانين کان بچڻ جو قرآني علاج | 50 |
| حڪمت اسلام | 130/- |
| انساني شخصيت جي ترقي قرآن جي روشني ۾ | 300 |
| قرآني هدايت | 200 |


خط و ڪتابت لاءِ:

سنڌيڪا اڪيڊمي آفيس نمبر B_24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ، ڪراچي _74400 فون: 021_32737290

03352233801 _ اي ميل sindhica_academy@yahoo.com ، ويب: www.sindhica.org

سنڌيڪا بڪ شاپ نمبر 5 ميزنائن فلور، حيدرآباد ڪريڊ سينٽر حيدر چوڪ، حيدرآباد فون: 03352233802

سنڌيڪا بڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گھنٽا گھر چوڪ سکر فون: 03352233803-03013431537


Sindhica سنڌيڪا — سنڌ جي علمي ۽ شعوري ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اوندا سوندا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ٻاڙي، ڪائُو، ٻاجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَ‌ٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجِيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٹَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

ڄئن ڄئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٹڄاٹائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٹي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٹڄاٹن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)